# غازي صلاحُ الدّين

لکندڙ

ساڌو هيرانند شوقيرام آڏواڻي بي-اي

۽

پيرومل مهرچند آڏواڻي



سنڌي ادبي بورڊ

حيدرآباد سنڌ

# غازي صلاحُ الدّين

لکندڙ

ساڌو هيرانند شوقيرام آڏواڻي بي-اي

۽

پيرومل مهرچند آڏواڻي



سنڌي ادبي بورڊ

حيدرآباد سنڌ

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو ٽيون | سال ١٩٧٠ع | تعداد ١٠٠٠ |
| ڇاپو چوٿون | سال ١٩٧٦ع | تعداد ٣٠٠٠ |
| ڇاپو پنجون | سال ١٩٨٣ع | تعداد ٥٠٠٠ |




قيمت: ٻارهن رپيا
[Price: Rs. 12-00]


ملڻ جو هنڌ،
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال،
سنڌ يونيورسٽي نيو ڪئمپس ڄامشورو.
(پوسٽ باڪس نمبر 12، حيدرآباد سنڌ.)

---

هيءُ ڪتاب "نويد پرنٽنگ پريس" ڪراچي ۾ ڇپيو ۽ مسٽر غلام رباني آگري، سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# عرض ناشر

هيءُ امر باعث مسرت آهي جو زير نظر ڪتاب "غازي صلاح الدين" سنڌي ادبي بورڊ طرفان چوٿون دفعو شايع ٿي رهيو آهي. درحقيقت سنڌي عوام طرفان، بورڊ جي مطبوعات جي پسنديدگي ۽ مقبوليت جو هيءُ بين ثبوت آهي.

غازي صلاح الدين ايوبي بن نجم الدين (١١٦٩ – ١١٩٣ع تائين)، پنهنجي بهادري، الوالعزمي ۽ جهاد في سبيل الله جي لحاظ کان تاريخ اسلام ۾ مثالي شخصيت ٿي گذريو آهي. سندس مجاهدانہ ڪارنامن جي ابتدا، سال ١١٦٤ع (٥٥٩ هجري) کان ٿئي ٿي، جڏهن سندس آقا نورالدين زنگي، کيس ۽ سندس چاچي امير شيرڪوه عرف اسدالدين کي، مصر فتح ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو. ان وقت مصر ۾ فاطمي خاندان جو آفتاب خلافت، غروب ٿيڻ تي هو ۽ ملڪ جو سمورو انتظام، نا اهل وزيرن جي هٿ ۾ اچي ويو هو، جي هميشہ صليبي تاجدارن سان سازباز ڪندا رهندا هئا. سنہ ١١٦٩ع ۾ امير شيرڪوه، مصر فتح ڪيو، ۽ فاطمي خليفي، کيس "اميرالجيوش" جو لقب ڏيئي، وزير اعظم جو عهدو تفويض ڪيو. پر مهينن جي مختصر عرصي بعد، امير شيرڪوه جو انتقال ٿي ويو ۽ سندس جڳهہ تي غازي صلاح الدين ايوبي کي "الملڪ الناصر" جي لقب سان، وزارت عظميٰ جون واڳون سونپيون ويون.

سنہ ۱۱۷۱ع ۾ آخرين خليفي "آزد" جو انتقال ٿيو ۽ اهڙي طرح سندس موت سان فاطمي دور خلافت (۹۰۹ع کان ۱۱۷۱ع تائين)، جي پڄاڻي اچي ويئي. اُن بعد غازي صلاح الدين، مصر ۾ پڻ، عباسيہ خلافت کي تسليم ڪيو ۽ جمع نماز وقت، بغداد جي عباسي خليفي جي نالي تي خطبو پڙهڻ شروع ڪيو. چند سال بعد، سلطان نورالدين زنگي (۱۱۴۶ - ۱۱۷۴ع تائين)، ۲۸ سالن جي شاندار حڪومت بعد، سال ۱۱۷۴ع ۾ وفات ڪئي، ۽ پنهنجي پويان ۱۱ سالن جو فرزند نالي اسماعيل ڇڏي ويو، جو نوعمري ۽ ناتجربيڪاري سبب، پنهنجي عظيم والد جي جڳهہ پري نہ سگهيو. اها حالت ڏسي، غازي صلاح الدين، مصر، حجاز ۽ يمن اندر پنهنجي خودمختاري جو اعلان ڪيو ۽ سنہ ۱۱۸۱ع ۾، شهزادي اسماعيل کان شام فتح ڪري پنهنجي مملڪت ۾ شامل ڪيائين. ڪيس انهيءَ عظيم الشان ڪاميابي تي، عباسي خليفي "ناصر" طرفان، "سلطان" جو خطاب عطا ڪيو ويو، جنهن بعد ئي ڪيس سلطان غازي صلاح الدين ايوبي جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

سلطان جو زنده جاويد ڪارنامو، سال ۱۱۸۷ع ۾، جيروسلم جي فتح هو، جنهن ۾ هن صليبين جي متحده لشڪر کي، جنهن جو مجموعي تعداد سٺ هزار کان بہ زياده هو، شڪست فاش ڏني، مگر تاريخ گواه آهي تہ بطور هڪ فاتح جي، سندس ڪردار آتي بہ بيمثال رهيو. سلطان جي رواداري ۽ رحمدليءَ جو هيءُ عالم هو، جو عيسائن جا هزارين جنگي

قيدي، بلا معاوضہ آزاد ڪيائين ۽ سندن مال خواه اهل عيال کي ذره برابر بہ نقصان نہ پهچائين. تاهم جيروسلم جي تسخير عيسائين تي شاق گذري ۽ هو ٽين صليبي جنگ لاءِ زور شور سان تياريون ڪرڻ لڳا. سال ١١٨٩ع ۾ عيسائن جا ٽي جليل القدر شهنشاهہ مثلاً جرمني جو فريڊرڪ، فرانس جو فلپ آگسٽس ۽ انگلنڊ جو رچرڊ، هن ناپاڪ اتحاد لاءِ متحد ٿي ويا، ۽ اهڙيءَ طرح پورو يورپ، عربن جي خلاف صف آرا ٿي ويو. جنگ مسلسل ٽي سال هلي، جنهن جي دوران صليبن کي هي دربي شڪستون حاصل ٿينديون رهيون ۽ سندن جاني نقصان بيشمار ٿيو، حتيٰ ڪ جرمني جو بادشاهہ فريڊرڪ، درياهہ ۾ ٻڏي مري ويو، ۽ انگلنڊ خواه فرانس جا بادشاهہ، شدت گرمي ۽ جنگ جي سختي سبب، سخت بيمار ٿي پيا. سلطان صلاح الدين کي جڏهن اها خبر ملي تڏهن حريفان مقابل جي علاج لاءِ نہ صرف ضروري انتظامات ڪيائين، پر سندن آرام و آسايش لاءِ، برف، شربت ۽ تازو ميوه پڻ مهيا ڪيائين. سلطان جي انهيءَ انساني رواداري، عيسائي بادشاهن جي غير انسالي رويي ۾ تبديلي آندي، ۽ هو سلطان کي عزت واحترام جي نظرن سان ڏسڻ لڳا ۽ سائنس سيپٽمبر ١١٩٢ع ۾ صلح جا شرائط طي ڪري، بي نيل ومرام واپس وطن وريا.

٤- مارچ ١١٩٣ع تي، تاريخ اسلام جي هن مايہءِ ناز سلطان، شام جي دارالحڪومت دمشق ۾ رحلت ڪئي، ۽ هو پنهنجي پويان عقيدتمندن ۽ ماتم ڪندڙن جو جم غفير ڇڏي ويو. صليبي جنگين جو هيءُ عظيم ترين فاتح، بهادري خواه انساني

رواداري ۽ يڪتائي زماني ۾ گذريو. وٽس جو ڪجھ هو سو محتاجن ۽ ضرورتمندن ۾ تقسيم ڪيائين ۽ مرڻ وقت سندس ذاتي اثاثي، بجز هڪ فولادي زره، هڪ تلوار ۽ هڪ دينار جي پيو ڪجھ به ڪين نڪتو.

الغرض سلطان غازي صلاح الدين ايوبي، هزار در هزار خوبين جو مالڪ هو، مگر زيرنظر ڪتاب، سندس متعدد وصفن مان محض چند وصفن، جهڙوڪ سندس الوالعزمي، بهادري، مهمان نوازي ۽ انسان دوستي جي تذڪره سان معمور آهي. هيئنر هيءُ ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ طرفان چوٿون دفعو شايع ٿي رهيو آهي. اميد ته علم دوست حلقن ۽ سنڌي زبان جي بهي خواهن طرفان، هن ڪوشش کي استحسان جي نظرن سان ڏٺو ويندو.

والسلام

سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ
حيدرآباد سنڌ

ڪراچي
٢٧- جنوري ١٩٦٢ع

## مهاڳ

ساڌو هيرانند جهڙي ديس جا ٿورا پيدا ٿيا آهن، ٿورا ماڻهو ساڻن ڪنهن ڪان ڪِجها ڪينهن. سنڌيس هڪ ڳالهه، جنهن جي شايد ڪن کي خبر نہ به هجي، سا هيءَ آهي تہ هن صاحب سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ عمدي ڪتاب ڪيڻ جي ارادي سان سر والٽر سڪاٽ جي "ٽيلسمن" (طلسم) جو ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو هو. نومبر ١٨٩١ع کان وٺي اهو قصو پنهنجي "سرسوتي" مخزن ۾ ٿورو ٿورو ڪري ڇاپيندو ويو؛ پر ڪتاب پوري ٿيڻ کان اڳ پاڻ پرلوڪ پڌاريو، جنهنڪري سندس شروع ڪيل ڪم اڌورو رهجي ويو.

ويجهڙائيءَ ۾ مون کي دل ۾ آيو تہ ساڌو هيرانند جو اهو اڌ ۾ ڇڏيل ڪم آءٌ پورو ڪريان. انهيءَ مراد سان "سرسوتي" اخبار جا جهونا فائل هٿ ڪيم. اول تہ پيا ڪيترا عمدا مضمون، جي پاڻ لکيا هئائين، ڪٺا ڪري هڪ ڪتاب ڇپرائي پڌرو ڪيم، جنهن جو نالو "هيري جون ڪڻيون" رکيم. هينئر هيءُ "طلسم" ڪتاب پورو ڪري؛ پڙهندڙن جي پيش ڪريان ٿو. منڍ ۾ سر والٽر سڪاٽ جو مختصر احوال پڙهندڙن جي معلوميت لاءِ ڏنو اٿم.

هيءُ ڪتاب نهايت نصيحت آميز آهي. پنهنجو ڌرم ۽ پنهنجي آبرو پنهنجي جان کان بہ وڌيڪ عزيز سمجهڻ، نيت جو صفا ۽ دل جو دلير ٿيڻ، اهڙي فراخدلي ڌارڻ، جو دشمن

سان ۽ سڄڻ تسي هلڻ؛ بيمارن جي خدمت ڪرڻ، اوکيءَ ۾ ٻين جي واهر ڪرڻ، قول تي قابو رهڻ، شراب کي ڌڪارڻ، دغا ۽ ڪوڙ ڪان ونءُ وڃڻ، آٻرو تي ڪو ڪم نه ڪرڻ؛ اهي ۽ ٻيون ڪيتريون ڳالهيون هن ڪتاب ۾ چٽيءَ ريت ڄاڻايل آهن. اهوئي سبب هو جو ساڌو هيرانند جهڙي لائق انسان هن ڪتاب ڪڍڻ جو ارادو ڪيو هو، ته ننڍيءَ ٿهيءَ وارا اهو پڙهي، ان مان چار لچڻ پرائين.

حيدرآباد سند

١٤-مئي ١٩٢٧ع

-پيرومل مهرچند

# سر والٽر سڪاٽ

والٽرسڪاٽ سن ١٧٧١ع ۾ سڪاٽلنڊ جي تختگاهہ ايڊنبرگ ۾ ڄائو هو. سندس وڏا اصل ايامن کان هاڪاري ويڙهو قوم هئا، ۽ سرحدن طرف اها قوم ايامن کان هاڪاري هئي. سندس ڪٽنب مان پهريون ماڻهو سندس پيءُ هو، جو صلح سانت ۾ وقت گذارڻ لاءِ شهر ۾ اچي رهيو هو. هُن سرڪاري دفتر ۾ ڪلارڪ هو، ۽ پاڻ ننڍڙي ئي هوندي پيءُ سان گڏ سندس آفيس ۾ وڃي لکپڙهہ جو ڪم سکندو هو. آفيس ۾ ڪم ڪندي هو قاعدن جا ڪتاب به پيو پڙهندو هو. سن ١٧٩٢ع ۾ بئريسٽر ٿيو ۽ وڪالت ڪرڻ لڳو. سن ١٧٩٩ع ۾ شيرف مقرر ٿيو ۽ ١٨٠٦ع ۾ سيشن ڪورٽ جو هيڊ ڪلارڪ ٿيو. وڪالت وارن ڏينهن ۾ شادي ڪيائين ۽ انهيءَ کان پوءِ ڪيس پنهنجي چاچي کان ورثي ۾ ڪا جائداد به ملي. هيءُ پهريون ئي ماڻهو هو، جو ١٨٢٠ع ۾ جارج چوٿين جي صاحبيءَ ۾ بئرونيٽ ٿيو هو.

سر والٽر سڪاٽ کي سانئي سلي شعر جوڙڻ توڙي ڪتابن لکڻ جو گهڻو شوق هوندو هو. شعر جا ڪي ڪتاب لکيائين، پر انهن ۾ گهڻو نالو ڪونہ ڪڍيائين. هن پوءِ نثر جي ڪتابن لکڻ تي زور رکيو. انهن ڪتابن مان هيءُ گهڻو ساڃو ٿيو ۽ ناماچار بہ نڪتس. ١٨٢٥ع تائين ڪتابن مان پنسو جام ڪمايائين، پر پوءِ هڪڙي چماٽ لڳيس، جنهن ۾ اڳر تڪر

چٽ ٿي ويس. ڪن ڇاپخانن وارن سان ڪجهيءَ طرح ڀائيواري
ڪنڊي هئائين. اهي ڇاپخانا وڪاڻا ته هڪ لک سترهن هزار
پائونڊ پري ڏيڻا پيس! انهيءَ قرض ادا ڪرڻ ۾ هن جي سڀ
ملڪيت هلي ويئي. هن جي هاڻ چوڌاري اچي ڪٽي. ٿنسي
جي چمات لڳڻ کان ٿورائي مهينا پوءِ سندس زال چالاڻو ڪيو
ته گهر ڊانوا ڊول ٿي ويس. سندس طبيعت به ڊهي پيئي ته
هيءُ هيڪاري حيران ۽ پريشان ٿيو. ١٨٢٦ع کان وٺي ١٨٣٢ع
تائين ڏاڍو ڏکيو گذران ٿيڻ لڳس. انهيءَ هوندي به همت
ڪانه هاريائين. هيءُ جهڙو محنتي ڇڇجي تهڙو هو. پڇاڙيءَ
وارن ڏينهن ۾ تڪليفن هوندي به ڪتابن لکڻ کي اورچ ٿي
لڳو. انهن مان جيڪا پيدائش ٿيندي هيس، سا قرض ڀلي پيو
ڏيندو هو. طبيعت عليل هوندي به هاڻ گهٽو پئي پتوڙيائين،
تنهنڪري بدن هيڪاري ڊهي پيس ۽ ٢١-سيپٽمبر ١٨٣٢ع ۾
چالاڻو ڪيائين. مرڻ وقت ٽيهه هزار پائونڊ قرض هوس، جو
پوءِ سندس ڪتابن جي حق تصنيف وڪڻڻ سان ادا ٿيو.

سر والٽر تاريخي ناول گهڻا لکيا آهن. سندس ويورلي
ناول، ائونهو، ڪينلورٿ، ٽيلسمن (طلسم) ۽ ٻيا ڪتاب اڄ
تائين مشهور آهن. پنهنجن تاريخي ناولن ۾ هن گهڻو ڪري
سڪاٽلنڊ جون ڳالهيون آنديون آهن. هن ٽيلسمن (طلسم) ڪتاب
۾ به ڪروسيڊ (ديني لڙائي) جي ڳالهه ڪئي اٿس، جنهن جو مکيه
اداڪار به هڪ سڪاٽ آهي.

# تتڪرو

# ٽيلسمن
## عرف
# غازي صلاح الدين

## باب پهريون

### دشمن مان ڦري سڄڻ

شام ملڪ ۾، سج اڀرڻ سان گهڻي تپت ڪندو آهي. هڪڙي ڏينهن سج اڃا ڪَني مس ڪڍي هئي، تہ هڪ يوروپي جوڌو ڊيڊسي (مثل سمنڊ) جي پر وارڻ وارياسن پٽن مان ڏيهي ويندو ڏسڻ ۾ آيو. دو سڪاٽلنڊ جو ويٺل هو، ۽ پنهنجو ڏورانهون ڏيہ ڇڏي، پئلسٽائين ۾ ڪروسيڊ (ديني لڙائي) ۾ شامل ٿيڻ لاءِ آيو هو. ههڙي گرم ملڪ ۾ هرڪو جيڪ لڏا ڪپڙا ڪري تہ بہ ڪجهہ ٿڪرو رهي، پر هن پهلوان پوشاڪ اهڙي پهري هئي، جنهن ۾ ماڻهو پارڻ مالدو ٿئي. چوٽيءَ کان وٺي ڪڙيءَ تائين زنجير پٽ زره پيل هئي، ۽ رڪ جو هول مٿي ۾ هوس، ۽ هڪ ٽڪنڊي ڍال ڳچيءَ ۾ پئي لٽڪيس: هڪڙي پاسي کان ڊگهي سنئين، ٻہ-منهين (ڌارن سان) ترار چيلهہ سان ٻڌل هوس، جنهن جي مُٺ صليب جي نموني هئي، ۽ ٻئي پاسي ٿلهو خنجر پئي لٽڪيس.

هڪڙو رڪ جي چوٽيءَ وارو ڀالو زين سان ٻڌل هوس،
جنهن جو چيڙو رڪاب ۽ آنڪيل هو. ٻت تي انهيءَ
ڳري ڀار جي مٿان هڪ زريدار چوغو هوس. چوغي
۽ ڍال تي مالڪ جي سچالپ جو خاص نشان هڪ
مٿل چيتي جي شڪل هئي، جنهن جي مٿان هي لفظ
لکيل هئا: "سون کي ننڊ آهي - مٿان ڪو جاڳائيم."

ٻهرئين ٻهر هن جوان کي گرميءَ گهٽو ڪونه لڳايو،
۽ پوءِ جيئن ڏينهن ويو تپندو، تيئن واري ويئي
ڏاڍا ٿيندي، ۽ گهوڙي جا سنب سڙڻ لڳا. سج ٻنپهرن
۽ ٿيو ته اهڙي آس سبب هي ڀاڻ اڇي عاجز ٿيو،
سگهو ئي لڪون لوساڻ لڳيس - واٽ تي نه وڻ نه
وساهين، جتي ڪا گهڙي ساهي پٽي. ڪنهن مهل
پريان ڪجيءَ جا وڻ ڏسڻ ۾ آيس. اهو ڪ دڳ ڪان
لاڙو ڪري، انهن ڏي رخ رکي هليو. ارادو هوس
ته اتي چاڻو ۽ ٻيهرو ڪري پوءِ پنڌ پنجي. هي آها
وڻن واري واٽ وٺي هليو ته وڻن وچان ڪو ماڻهو
نظر آيس. سگهو ئي اهو شخص پنهنجي ڀل - ڀلوڙ گهوڙي
کي هڪ چوٽ سر- ميدان ڏيئيندو، هن ڏي
ڪاهيندو آيو. سندس پٺڪي، ڍڳهي ڀالي ۽ هوا ۾
اڏامندڙ سائيءَ چادر مان معلوم ٿيو ته هي هڪ جوڌو
ترڪ آهي. چوٽي آهي: "وهران ۽ ملن ويري"،
يعني سج ۽ جيڪو ڳڏيو سو اڪثر سچو نه هوندو.
اما ڳالهه ڳٽي، هن يوروپي جنگي جوان زين سان ڀالو
ڪڍيو، ۽ هن سان سامهون ٿيڻ لاءِ سنبريو.

ترڪ پنهنجي گهوڙي کي واڇوڙي وانگر اڏائيندو آيو.
ساڄي هٿ ۾ هڪ ترار سنئين ڪري جهلي هئائين،
جا پنهنجي مٿي جي چوڌاري ڦيرايائين. جيئن هو
ڳوڙهو ترڪ ويو اوڏو پوندو، تيئن هن ڪرستان پهلوان
پاڻ ڪري هڪ هنڌ جهليو، جو چاتائين ته جي
دشمن ڏوڙي مون سان اچي لهڪندو ته منهنجي
زنجير بند زره ۽ هٿيارن سان لڳڻ ڪري، ايذاءُ
وري ئي گيس ايندو.

سگهو ئي هنن ٻن پهلوانن جي وچ ۾ موتمار
جنگ لڳي جا ڪا مهل پئي هلي. ڪنهن وقت
ترڪ جي هٿ مان ترار کسڪي ويئي، ويتر ٻئي
مان تير ڪپي ويس، تنهنڪري لاچار صلح جي خواهش
ڪيائين. پوءِ ڪرستان جي ويجهو وڃي، هن کي هٿ
هٿ ۾ ڏيئي، مرڪندي منهن سان چيائين: "تنهنجي ۽
منهنجي وچ ۾ هن وقت ويڙهه بند آهي، تنهنڪري
اچ ته پاڻ ئي ڪو وقت ساز سلوڪ ۾ گڏ گذاريون."
سنل چيتي وارو جوان ورائي ڏني: "بلاشڪ، پر
مون کي ڪيئن پڪ ٿئي ته تون سچ پچ مون سان
سيٺ محبت ۾ گذاريندين؟" هو ترڪ، جو هڪ امير
ٿي ڏٺو، تنهن ڪنپيرائيءَ سان چيس: "نبي سڳوري جو
جيڪو سچو امتي هوندو، سو ڪڏهن به وعدي شڪني
نه ڪندو. آءٌ پاڻ جيڪر توکان ضامن گهران، پر
مون کي خاطري آهي ته جيڪي سچا سورما هوندا آهن،
تن وٽ دغا جو نالو به نه هوندو آهي! اتي هو

عيسائيءَ کي ويساهه آيو. پنهنجي ترار تي هٿ رکي
چيائين: ”اي سڳوري صليب جو سنهن کڻي چوان ٿو
ته جيسين قسمت اسان کي هڪٻئي سان گڏ رهائيندي
تيسين اي تنهنجو وفادار دوست ٿي رهندس.“ هو ترڪ،
جو ڪجهه اڳي سندس ويري ٿي بيٺو هو، تنهن جواب
۾ چيس: ”ڏاڍي سڳوري ۽ رسول ڪريم جو مون کي
قسم آهي جي منهنجي ڪا توڏي ٻري نظر هوندي—
هاڻ هل ته هن تلاءَ ڏي هلون، جو هيءُ آرام ڪرڻ
جي مهل آهي. مون به اڃا ڇڙن تائين پاڻي آندو،
ته توکي ٻريان ايندو ڏسي، مون کي خواهه مخواهه به
تو سان ساڻهون ٿيڻ لاءِ وڏي اڇڻو ٿيو، جو تون
مخالف ڌر جو آدمي آهين. پر، هاڻ پاڻ سنگتي
آهيون.“ هو ٻئي دلين سان غير ڪيئي، دوستن وانگر
هڪٻئي سان گڏجي، ڪجهه ڏي روانا ٿيا. وڻن جي
ڇانوَ وٽ هڪ چشمو هو، جنهن جو پاڻي آئيني کان
به اوجل هو— اتي لهي پيا، ۽ ٿورو گهڻو کائي، پاڻ
کي تازو ڪيائون. پنهنجن وهٽن کي به تازو گاهه
کارائي، پاڻي پياري، چڪ چڙهي ڏنائون، ۽ انهن
پرواري چراگاهه ۾ پاڻمرادو ڀٽي چرنو.

هنن ٻن جوانن جي بت ۽ شڪل جي وچ ۾ زمين
آسمان جو تفاوت هو: يوروپي جانٺو هو، ۽ پوُ ريڙا
وار هئس، جي ٿوڻيءَ اتي کان پوءِ گهاٽا ۽ نهٻيدار
معلوم ٿي ٿيا. سندس سهڻي ڳچيءَ ۽ پريل نيلين اکين
مان ظاهر هو ته هو اصل نهايت حسين هو، پر هاڻ

## دسمن سان ٿري سچ

اهڙلدي وارن ملڪن جي گرميءَ سبب شڪل جيڪي سو ڪڻڪ رنگي ٿي پانيس. سندس ٻول-چال مان پڌرو هو ته دل جو سچو ۽ نهايت دلير هو. ٻن-ٽن مڙسن ۾ ته اڪ به ڪانه ٿي پڏيس: سندس ڪلها ڪُتل هئا ۽ گهڻو آزمودگار هو. سندس ڳالهائڻ جو لهونو به تابعدارن جهڙو آهي، پر حاڪمانو هو، ۽ نهايت فضيلت جهڙو انسان ٿي ڏٺو.

ترڪ امير ان کان بلڪل ٻئي ڍول جو هو. هو قداور مڙس هو، تنهن هوندي به پنهنجي يوروپي سنگتيءَ کان فوٽ ڪن ڇوٽو هو، سو ڪيٽن جو يوروپي تمام لنبو هو. سندس بدن نازڪ ۽ ناهوڪو هو. منهن پورو هوس، ڪاري ڏکي ۽ گهنڊيدار ڏاڙهي هيس. نڪ سنهو ۽ سهڻو، اکيون آهوءَ جهڙيون پر ڪجهه قدر پيٽليون، ۽ ڏند عاج جهڙا اڇا هئس. هيءُ امير جوانيءَ جي ڏوهه ۾ هو. جيڪر ڏاڍو سهڻو ۽ سوڊولڪي ها، پر ڇا جو نرڙ سوڙهو هوس ۽ بت جو به بلڪل سوڪير هو. هو ڪنهن بيماريءَ سبب ٿڪلو ڏسڻ ۾ ٿي آيو، پر هن جي اصل هانءِ امڙي هئي.

يوروپي نائيٽ (جوڌو) ۽ امير ٻوءِ هڪٻئي کي خبرون چارون ڏيڻ لڳا. ڪروسيڊرن (ديني لڙائي ڪندڙ عيسائين) ۽ ترڪن جي وچ ۾ ويڙهه بند ٿيڻ کان پوءِ جيڪي ٿيو ٿيو هو، سو سماچار ٻئي هڪٻئي کي ڏنائون. ڳالهين ڪندي نائيٽ چيو: "بهادر ترڪ،

جيڪڏهن آءٌ حضرت عيسيٰ جي روضي مبارڪ جي زيارت لاءِ وڃڻو نہ هجان ها، تہ جيڪر توکي سلامتيءَ جي پڪ ڏيئي، انگلنڊ جي بادشاھ رچرڊ جي ڇانوڻيءَ ڏي وٺي هلان ها. هن وٽ پهلوانن جو ڏاڍو قدر آهي - اڪيلو همت ڀريو سو هجي، پوءِ ڀلي سندس دشمن ئي هجي، تہ بہ هو هن کي مان ڏيڻ وارو آهي. حال تہ آءٌ زيارت جي مراد سان ۽ ڀائي نڪتو آهيان: اِج ٿيوڊرڪ نالي هڪڙي ڪامل درويش سان ساري رات ڌڻيءَ جي بندگيءَ ۽ گناهن لاءِ پڇتاءَ لاءِ گذارڻي اٿم. اهو درويش اينگاڊيءَ طرف هڪ غار ۾ ڌڻيءَ جي عبادت ۾ گذاري ٿو." ترڪ چيس: "توکي اوستائين سلامت پهچائڻ لاءِ آءٌ توسان گڏجو ٿو هلان. مون کي پڪ آهي تہ مون کان سواءِ، تون پنهنجي سر اتي مشڪل پهچي سگهندين." هن يوروپي جوڌي سندس ڀلمانسائيءَ لاءِ ٿورا مڃيا. پوءِ تہ ٻيئي گهوڙن تي چڙهي روانا ٿيا.

واريءَ جي پٽ مان ٻيٽ ويندي، ترڪ پنهنجي سنگتيءَ کان سندس نالو پڇيو. يوروپيءَ ورائي ڏنيس: "اڄا پنهنجي نالي ظاهر ڪرڻ جو ضرور نٿو سمجهان، پر تڏهن بہ پڌ: ڪروسيڊرن منجهہ "ستل چيتي وارو ڪينيٿ" سڏجان ٿو، پنهنجي ملڪ ۾ مون کي ٻيا لقب ملئل آهن، پر اهي اوهان کي اچارڻ ئي ڏکيا لڳندا." تون هاڻ ڀليان، مون کي پنهنجو نالو ٻڌاءِ؟"

ترڪ: اي چيتي وارا جوڌا، منهنجو نالو شيرڪوه آهي. آءٌ ڪردستان جو ويٺل آهيان، ۽ سلجوق ناليِ گهراڻي مان آهيان. اسان جي گهراڻي ڪان وڏيڪ مانُ وارو هتي ٻيو ڪو به گهراڻو ڪونه ليکبو آهي.

ڪينيٿ: هائو، مون ٻڌو آهي ته اوهان جو سلطان انهيءَ ناليري خاندان مان آهي.

ترڪ: انگلنڊ جي بادشاهه رچرڊ جي اسين گهڻي ناموس پيا ٻڌون. اوهين هن جي رعيت آهيو ڪيئن؟

ڪينيٿ: هن مذهبي ويڙهه ۾ آءٌ سندس طرفدار آهيان، ۽ مون کي آبروءَ وارو درجو آهي. آءٌ رهندڙ به انهيءَ ملڪ جو آهيان، جنهن ۾ هو راڄ ڪري ٿو، پر اصل ڪان آءٌ هن جي رعيت نہ آهيان.

ترڪ: انهيءَ جي معنيٰ ڇا؟ اوهان جي هڪڙي ملڪ ۾ ٻہ بادشاهه آهن ڪيئن؟

يوروپي: رچرڊ انگلنڊ جو بادشاهه آهي، ۽ آءٌ سڪاٽلنڊ جو ويٺل آهيان. اهي ٻہ جدا ملڪ آهن. انهن ٻنهي ملڪن جا رهاڪو وقتي پاڻ ۾ اٽڪندا آهن، پر هن مذهبي ويڙهه ۾ ٻئي هڪجيترو چاهه وٺندڙ آهن، جيئن توهان پاڻ اکين سان ڏٺو هوندو.

اهڙيءَ طرح ڳالهيون ڪندا، پاسو پاسي سان لائي، هي ڏگ مڙس رڻ مان رمندا رهيا. سچ لاڙائو ٿيو ته يوروپي جوڌي ڏٺو ته هن اوجهڙ پاسي اسين فقط ٻہ ڄڻا نہ آهيون، پر ڪو ٽيون به اسان جي ڪيڏ ۾ پيو اچي - اهو ٽيون ڄڻو ڏکو ۽ ٻنلو هو ۽ ٻڪريءَ جي کل سان ٻت ڍڪيل هوس. يوروپيءَ ٻهرپائين

سمجهيو ته هيءَ عجيب ۽ جهنگلي صورت، جا لشڪرين
تان ۽ ولين وچان حيرت جهڙيون نڙيون ڪائيندي ۽
تکو ٽهندي پئي اچي، سا ڪو جن ڀوت آهي! هن
امالڪ پنهنجي ڀالي ۽ هٿ وڌو ته ايتري ۾ هو
الله لوڪ اچي پهتو ۽ ترت لغام جهلي چيائين: ”آءٌ
اينڪا ڏيءَ جي مٺ وارو سنياسي آهيان. منهنجو نالو
ٽيوڊرڪ آهي- شينهن ۽ چيتا پلي منهنجا سنگتي ٿين
۽ منهنجي ڪڏڙيءَ ۾ پناه وٺن، پر هيءَ ٻڪري انهن
جي ڏاڍن پر نه ڏجندي.“ اتي ترڪ هن يوروپي جوڙي
کي چيو: ”هن جيڪي چيو سو تو نه سمجهيو هوندو،
۽ آءٌ هن جو مطلب پوريءَ طرح سمجهي سگهان ٿو.
هن جي چوڻ جو مطلب هيءُ آهي ته اسين هلي،
سندس غار ۾ آرامي ٿيون، حقيقتؤن هن جي غار ڪان
سواءِ ٻي ڪا جاءِ هتي آهي ئي ڪانه، جتي اسين سڄي
رات مٿو لڪائي سگهون. تنهنجي ڍال تي چيتي جي
شڪل آهي، تنهنڪري توکي چيتو ٿو ڪوٺي، منهنجو
نالو شيرڪوهه آهي، تنهنڪري مون کي شينهن ٿو
ڪوٺي ۽ سندس ٻت ٻڪريءَ جي کل مان ڍڪيل
آهي، تنهنڪري پاڻ کي ٻڪري ٿو سڏي. توکي
جنهن وٽ اڄ رات رهڻو هو، سو توکي سولائيءَ سان
پاڻمرادو ڳڏجي ويو، هاڻ بهتر ٿيندو ته اسين سندس
پٺ وٺي هلون، پر سڀ وقت لظر ۾ رکندا هلونس،
جو هيءُ واچوڙي وانگر تکو پيو وڃي.“
يوروپي جوان اها ڳالهه قبول ڪئي، ۽ هي
پئي ڄڻا هن جي پٺ وٺي آئي هليا.

# باب پهريون

## غار ۾ اسرار

اهنڪاڍيءَ جي مڙهيءَ وارو سنياسي هن رڻ جي واٽن جو چڱيءَ ۾ واقف هو. هو تمام ڦڙت ۽ چالاڪ هو، سو ٻهن پيچرن تان، توڙي سوڙهين سگهڙن مان، هن سوارن جي سونهپ ڪندو هليو. ترڪ جيوٽيڪ هلڪي بارسان هو ۽ سندس گهوڙو اوکين لاهين چاڙهين جو هيراڪ هو تہ بہ هتان سواريءَ ڪندي هن کي گهڻي ڏکيائي پئي ٿي. هو يوروپي، جنهن مٿان لوهي زره جو بار هو، ۽ جنهن جي گهوڙي تي بوجهہ گهڻو هو، تنهن کي اٽانگن چاڙهين تان چڙهندي، توڙي لاهين تان لهندي، پل پل اهو ڊپ پئي ٿيو تہ اجهو ٿي اونڌو ٿي ٿو ڪِريان - نيٺ اهو جوکائتو پنڌ سک سان پورو ٿيو، ۽ هي هڪ غار جي منهن وٽ اچي پهتا اتي سنياسي هٿ ۾ ڏياٽي کڻي اچي اڳيان بيٺن. هينئر يوروپيءَ کي دلجاءِ ٿي. هُو انهيءَ ساعت گهوڙي تان ٽپ ڏيئي لٿو، ۽ غار ۾ اندر گهڙيو.

اها غار ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل هئي: ٻاهرئين ڀاڱي ۾ ٻنهي سوارن پنهنجا وهٽ هڪ ڪنڊ ۾ ٻڌا. انهيءَ وچ ۾ فقير اندرئين ڀاڱي کي تالو کوليو، ۽ پوءِ هي پئي ڪيس اندر وٺي مليا. غار جي ٻاهرئين ڀاڱي مان هڪڙي ڪوٺيءَ ڏانهن لنگهه دروازي پرسان هو.

اها ڪولي ڪشادي هئي ۽ سنياسيءَ جي سمهڻ جي جاءِ هئي. اتي ٻه موم ٻتيون رکيل هيون، جي درويش ٻاريون. غار ۾ هڪ ميز جي اڳيان ٻه ڪرسيون رکيل هيون، تن تي ٻنهي مهمانن کي ويهاريائين. درويش پوءِ اُهيءَ ميز تي ڪجهه ڀاڄي، دال، ڪڪل گوشت ۽ روٽيون انهن لاءِ آڻي رکيون. جڏهن هو کاڌو کائي رهيا، تڏهن باقي جيڪا جوٺ اُٿ بچي، سا درويش ميز تان کڻي ويو. پوءِ هنن جي اڳيان شربت جا پيالا آڻي رکيائين، ۽ چيائين: "بچا ڏئيءَ جو نالو ياد ڪري، هيءَ پيي وڃو." اهي ئي پهريان لفظ هئا، جي سنياسيءَ غار ۾ هنن سان ڳالهايا. ايترو چئي، هاڻ غار جي ٻاهرئين پاڳي ڏي ويو، جتي سندس عبادت جي جاءِ هئي، شايد اتي وڃي بندگيءَ ۾ مشغول ٿيو. انهيءَ وچ ۾ سرڪينيٿ پنهنجي سنگتيءَ شيرڪوهه کان ڪيترائي سوال هن درويش بنسبت پڇيا. هن چيس: "اهو سنياسي هڪ ڪرستان آهي. هو اصل هڪ وڏو جنگي سردار هو، پر هاڻ سڀ دنيوي لاڳاپا لاهي، پنهنجي حياتيءَ جا باقي ڏهاڙا جيروسلم ۾ گذارڻ لاءِ آيو آهي." انهيءَ گفتگو هلندي هنن پيرن جي هلڻ جي آهٽ پڌي. تنهن تي ترڪ پنهنجي سنگتيءَ کي اشارو ڏيئي چيو: "ماٺ ڪرا هيءَ سائين لوڪ اسان کڻي چوڻ اچي ٿو ته هاڻي ننڊ ڪريو، مون کي سندس دستور جي مڏ آهي- هن کي اها ڳالهه نه وڻندي آهي ته ڪيس ڪو بندگي ڪندو ڏسي. جلد ئي سنياسي اندر آيو، ۽ گنڀير آواز سان چيائين: "سڀورو نالو

آهي الهي ڏليءَ جو، جنهن ڏينهن جي ڪشالن پٺيان
آرام لاءِ رات ٺهرائي آهي، جنهن ۾ ٿڪل ات کي
تازي ڪرڻ لاءِ ننڊ خلقي اٿس.“ ٻنهي جوڏن چيو
”آمين!“ هو پوءِ ميز وٽان اٿيا ته درويش اشاري
سان بسترا ڏيکارين. هي بسترن تي وڃي ليٽيا ته
درويش رمندو رهيو. هي ٻئي پهلوان ٿڪل هئا،
تنهنڪري سنت ئي ننڊ ڪٽي وين.

ڪينيٿ ڪچ تائين اوڙهي ننڊ ڪئي. ڪنهن
وقت اهو سنياسي هن جي هنڌ وٽ آيو. هن کي
هڪڙي هٿ ۾ چانديءَ جي بتي هئي، تنهنڪري
ٻئي هٿ سان هن جي ڇاتيءَ تي زور ڏنئي، هن کي
جاڳايائين. هو ڀاسو وراڻي، وائڙو ٿي نهارڻ لڳو.
سنياسيءَ چهن ۾ چيس: ”ڪچ ڪين، مون کي توسان
ڪا خلاصي ڳالهه ڪرڻي آهي، اٿ! اٿي چوغو پائي،
هوريان هوريان منهنجي پٺيان اچ.“ ڪينيٿ ڀاڻ ترار تي
ڪنئي ته سنياسيءَ ڪن ۾ چيس: ”جيڏي اسين هلون
ٿا، اوڏي روحاني ترار گهرجي، ۽ اتي رڪ جي هٿيار
جي ضرورت ڪانهي.“ هن دلير مڙس يڪدم پنهنجي
اها ترار هنڌ هيٺان رکي ڇڏي، باقي هڪ پالو، جو
چيله سان ٻڌل هوس، سو ٻڌوئي پيو هوس، پوءِ
هن حيرت جهڙي سنياسيءَ جي پٺيان ويو. هي ٻئي
اهڙو هوريان هوريان لڪري ٻاهر ٿيا، جو امير جي
اک نه کلي، ۽ هو آتي ئي ستو پيو هو. غار جي
ٻاهرئين ڀاڱي ۾ عبادت جي جاءِ هئي، ۽ اتي ڏيئو
ٻئي ٽمڪيو. سنياسيءَ اتي اچي، اهڙي سچانيءَ ۽

ڀرپر مان عبادت ڪئي، جو هيءُ پوروهي جوان هن
کي پنهنجي دل ۾ ڪاملن جي قطار ۾ ليکڻ لڳو.
ڪجهه وقت عبادت ڪرڻ کان پوءِ، سنياسيءَ پڇيس
"تون انگلنڊ جي بادشاهه رچرڊ جا مون ڏي سلام
کڻي آيو آهين ڪيئن؟" جوڌي جواب ڏنو: "انگلنڊ
جو بادشاهه بيمار هو، تنهنڪري ونئس مون کي
ڪوبه حڪم ڪونه مليو. آءٌ ڪرستان شهزادن جي
منڊليءَ مان ٿو اچان." سنياسيءَ پڇيس: "ڀلا، ڪا
نشاني؟" ڪينيٿ ورائي ڏني: "مون کي چيائون ته
توکان جي نشاني پڇي ته تون هي لفظ چئجانءِ: "بادشاهن
هڪ فقير کان پنيو." هن چيس: "اها نشاني مون کي
دل سان لڳي آئي. سچ ڪري پڇين ته، آءٌ توکي
ڀليءَ پٽ سڃاڻان ٿو، پر تڏهن به دستور آهي ته،
جيڪو سپاهي پهري تي بيٺل هوندو آهي، سو دشمن
توڙي دوست کان ڀريان ٿي هڪل ڪري پڇندو
آهي ته ڪير آهين؟ مون کي به انهيءَ ڪري توکان
پڇڻو پيو، جو منهنجي جوابداري رواجي پهريدار کان
وڌيڪ نازڪ آهي. ائين چئي، هن پهلوان کي
پنهنجي پٺيان اچڻ لاءِ اشارو ڏنائين. پوءِ هڪ
ٻل-استان يا قربانگاهه جي پٺيان وڃي، هڪڙو اشڪنجو
ڦيرايائين ته غار جي ڪنڊ وٽان هڪ دروازو کلي
پيو، ۽ انهيءَ وٽ هڪ ڏاڪڻ ڏسڻ ۾ آئي. سنياسيءَ
ڏيئو هڻ جوڌي جي اڳيان ڪيو، ۽ ٻئي ڄڻا
چڙهيءَ تان چڙهي، هڪ اونداهي ڪوٺيءَ ۾ ويا.
اتان وري هڪ ٻي ڏاڪڻ مٿي ٿي ويئي، مٿي هڪ

ڪنڌ ۽ دروازو هو، جنهن جي پاهران ڪيترين ڪليون ڪتل هيون. درويش انهيءَ دروازي ڏي وڌيو، ۽ پنهنجي سنگتيءَ کي چيائين: "هيءُ در نٿي پيرا ڪڙڪاءِ." هن اچا ڪڙڪايو ته دروازو پاڻيهي کلي پيو، ۽ هڪ مندر جهڙي جاءِ ڏسڻ ۾ آئي. غار ۾ پين هنڌ ڪو ڪاريگريءَ جو ڪم ڏسڻ ۾ ڪونه ٿي آيو، پر هتي ڪاريگر حد ڪري چڪا هئا. اها عبادت جي جاءِ ٽڪرٽاڪي جوڙي هئائون، ۽ ان کي اهڙو سهڻو ۽ سوڙو بنايو هئائون، جو ان جي ڏٺي دل پئي خوش ٿي. درويش پاڻ پاسي ٿي بيٺو ۽ ڪينيٿ قربانگاهه اڳيان مٿو ٽيڪيو. پوءِ اتي چوڌاري ائي نهار پائين ته اوچتو هڪ پرڻاٽون در پاڻمرادو کلي پيو، ۽ هڪڙو ڪاٺ جو وڏو ٽڪر نظر چڙهيس - جنهن تي ڪي اکر اڪريل هئا، جي پهڪيا پئي. آهي لاٽن پوليءَ جا لفظ هئا، ۽ انهن جو مطلب هو*

---

* "سچو صليب" يعني اهو ساڳيو صليب، جنهن تي حضرت عيسيٰ کي ڦاهيءَ چاڙهيو هئائون. ساڻس گڏ ٻن چورن کي به ساڳي سزا ملي هئي. جيروسلم جو ڪالويري ٽڪر، جتي تنهي کي صليب تي چاڙهيو هئائون، اتي ٽيئي صليب رومن بادشاهن جي قاعدي موجب پوريا ويا هئا. شهنشاهه قسطنطين، جنهن جي نالي پٺيان قسطنطنيه شهر سڏجي ٿو، تنهن جي ماءُ سينٽ هيلينا، عيسوي چوٿين صديءَ ۾ اهو هنڌ کوٽارايو ته ٽيئي صليب لڌا، پر سڃاڻپ لاءِ ته ڪرسٽ وارو صليب ڪهڙو. پوءِ اهڙو نشان مليو، جنهن مان سچي صليب جي سڃاڻپ پئي.

"سچو صليب." ماڳئي وقت ڳاني جو آواز ٻڌڻ ۾
آيس: اُئين سمجهيائين ته ڪي زالون گڏجي ٻچن
پيون ڳائين. ٻچن پورو ٿيو ته پڙڻائين دروازي واري
جاءِ موڙي پاڻيهي بند ٿي. سرڪينيٿ مانت ڪري،
اتي ڏٺيءَ جي بندگي پيئي ڪئي، تان جو ڪڪڙن فجر
جي ٻانگ ڏني. انهيءَ صبح جي سوير مهل هڪ
لنئي روهي گهنڊ جو آواز هن جي ڪن پيو، پر سڏ
ڪانءِ ٿي پيس ته اهو آواز اچي ڪٿان ٿو- هن ڪي
وري به اڪيون صليب ظاهر ڏسڻ ۾ آيو. جيئن هن،
اُن جي اکيان گوڏا کوڙي، بندگي ٿي ڪئي، تيئن
وري به زالن جا مٺيءَ لات وارا گيت ٻڌڻ ۾ آيس:
اهي آواز جيئن پوءِ تيئن ويجها پوندا آيا. سکهوئي
هڪ ڳجهو دروازو کلي پيو، جو هيستائين ڪينيٿ کي
ڏسڻ ۾ نه آيو هو. هن گنبذ دار ڪوٺيءَ ۾ هاڻ وڏي
پرلاءِ مان ڳاني جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو- هيءَ وڏي وسمي
۾ پئجي ويو، تازي کليل دروازي ۾ ڪري اکيون
کپايائين. اتان هڪ وڏي جماعت اندر ايندي ڏٺائين؛
جن مان چار سهڻا ڇوڪر برف جهڙن اڇن چوغن ۾
ڍڪيل، ٻه-ٻه ٿي اندر گهڙيا. پهريائين ٻه ڇوڪر
واسوڙا لوڏيندا، واس ڌوپ ڪندا آيا، ۽ پويان ٻه
وري گلن جي ورکا ڪندا مندر ۾ گهڙيا. انهن جي پٺيان
پهريائين هڪڙيون ڇهه ۽ پوءِ پيون ڇهه زالون اندر
آيون. پهرين ڇهن جنين کي اڇي پوشاڪ، مٿان ڪارا
برقعا هئا، جن مان ظاهر هو ته هو ٻڪڙيون سنهون

هيون، جن حق بخشيءَ، سچي چمار گرشي نشينيءَ ۽
عبادت ڪرڻ جو پڪو پرڻ ڪيو هو. ٻوين ڇهن کي
اڇا برقعا هئا، جن مان معلوم ٿي ٿيو ته جوڳ جي
مارڳ ۾ هؤ اڇا لٽولَ هيون؛ ۽ سچي چمار حق بخشيءَ
ويهن جو پرڻ ڪونہ ڪيو هئائون، پر رڳو اتفاق
مان ٻين ستين جي سنگ ۾، مندر ۾ اچي عبادت
ڪنديون هيون. ٻهر ٻن ڇهن ڄڻين کي هٿن ۾ وڏيون
تسبيحون يا مالهائون هيون، ۽ ٻوين ڇهن کي ڳاٽ ۾
۽ اڇن گلن جا هار هٿن ۾ هئا. اهي سڀ ڳيت
ڳائينديون قربانگاهہ جي چوڌاري طواف ڪرڻ
(پرڪرما ڏيڻ) لڳيون. ڦيرن ڏينديءَ سندن ڪپڙن
جا پلوَ ڪيترا پيرا ڪينيٿ کي ٿورو ٿورو پئي لڳا،
پر هن ڏانهنس اک کڻي بہ ڪين نهاريو. ڪينيٿ
سمجهي رهيو هو ته هن وقت آءٌ پنهنجي عيسائي مذهب
جي اهڙي مت ۾ آهيان، جنهن ۾ ڪيتريون زالون
۽ مرد دنيا ترڪ ڪري، پنهنجي سچي چمار ڌڻيءَ
جي عبادت ڪرڻ ۾ گذاريندا آهن. هن زالن جنهن
مهل ٻهريون ڦيرو پئي ڏنو، تنهن مهل ڪينيٿ
پنهنجي دل ۾ ائين پئي سمجهيو ته هي رواجي دنيوي
زالون نہ آهن، پر انهن جو درجو مٿي آهي، جو هي
سڀ دنيوي تعلق ٽوڙي ڪري، انهيءَ جي عبادت
ٿيون ڪن، جنهن جي ٿي عبادت ڪرڻ جڳائي. جڏهن
ٻيو پيرو هنن ڦيرو ڏنو، تڏهن هو وري اتان لنگهيون
جتي هيءُ جوڌو گوڏا کوڙيو ويٺو هو. انهيءَ گهمري

اچن ٻرقعن وارين زالن مان هڪڙيءَ هن وٽان
لنگهندي، پنهنجي هار مان هڪ گل ڇنو، جو سندس
هٿن مان ڪري ڪينيٿ جي پير تي وڃي پيو. هن
پهلوان چرڪ ڀريو، پر ڪجهائين ڪين، جو ڀاليائين
ته شايد اتفاق سان گل پاڻهي ڇڄي ڪريو هوندو.
تنهن هوندي به ٽئين ڦيري ڏينهن مهل هن سورهيه جو
سمورو ڌيان انهيءَ گل ڪيرائيندڙ عورت ۾ وڃي کتو.
هن جو ويس وڳو ۽ هلڻ چلڻ ٻين پنجن زالن جهڙو
پئي لڳو، تنهنڪري هن کي سڃاڻڻ ڏکيو هو، ته به
هن دلاور جي دل هن جي ديدار لاءِ ائين تڙپڻ
لڳي، جيئن ڪو ٻڪي ڪوڙڪيءَ ۾ تڙپندو آهي.
ٽئين ڦيري ڏينهن ۾ هنن زالن کي ٿورو وقت لڳو،
پر هن جوان لاءِ هرهڪ گهڙي وڏي ورهيه ٿي پيئي.
نيٺ جنهن سندريءَ لاءِ هن هيڏي اڪير مان پئي
واجهايو، سا ويجهي ٿي. جڏهن ٽيون ڀيرو هن وٽان
لنگهي، تڏهن پنهنجو نازڪو هٿ رٿي جي پلوَ مان
ٻاهر ڪڍيائين، ۽ وري هڪ گل جي مکڙي ڪيرايائين،
جا هن جوڌي جي پيرن تي اچي پيئي! ائين ڪٿي
ڇنجي ته پهريون گل اتفاق سان ڪريو هوندو، پر
اها ساڳي ڳالهه ٻيو ڀيرو اتفاق سان بلڪل نه ٿي
هوندي. وڏي ڳالهه ته جنهن سهڻي ۽ نازڪ هٿ مان
گل ڪريو، سو جيتوڻيڪ رٿي مان اڌ وگهرو ٻاهر
نڪتل هو، ته به سڃاتائين ته اهو هٿ منهنجي
من موهنيءَ جو آهي. انهيءَ ڳالهه لاءِ جهڪڏهن ڪا

ٿاڻي ڪڍندي هيس تہ اها هيري جي منڊيءَ مان ٿي
ملبس، جا هن اپڇرا جي آڱر ۾ پيل هئي. هيءَ
سون ورني سندري، جنهن جي وار جي هڪ هڪ تار
هن جي اندر لاءِ ڪنار هئي، سا هتي ڪيئن آئي!
هينئر دنيا ترڪ ڪري جوڳڻ بڻي آهي ڇا؟ انهن
خيالن ڪينيٿ کي ٻهر ياتين منجهائي پريشان ڪري
ڇڏيو، پر پوءِ پاڻياٿين تہ هيءَ سڀ سپنو يا دل جو
ڦرلو هوندو. ڪينيٿ اڃا انهن ويچارن ۾ هو تہ ٻهر پون
ڇهہ ڪارن برقعن وارين ڪماريون هڪيئي پٺيان ڪليل
دروازي مان لنگهي، موٽي ٻاهر ويون. آخر جنهن
هيم ورلي هن کي پہ پيرا اشارا ڏنا هئا، سا ٻاهر نڪتي.
ٻاهر وڃڻ وقت هن ڪنڌ ورائي ڏانهنس نهاريو، ۽
زور سان پنهنجي برقعي جو پاڙ لوڏيائين جو هن جوڏي
ڏٺو. پوءِ تہ دروازو لڪاءَ سان موٽي بند ٿيو، شبدن
جو آواز بس ٿي ويو، ڪوليءَ ۾ اوندهہ ٿي، ۽ سر
ڪينيٿ اوندهہ ۾ اڪيلو رهجي ويو. جڏهن اها
مهڻي صورت موهڻي مورت هن جي اکين کان غائب
ٿي ويئي، تڏهن هيءَ مڙس سندس خيالن ۾ اتي ٿي
اڙود ڇمي ويو، جو ڇڻ ڪنهن جادو ڪيو هوس.

سکهوني هڪ ٿهري مان پہ ڇامڙا نڪري، انهيءَ
ڪوليءَ ۾ آيا تہ هن مڙس جا خيال ٽٽي ويا. ڇامڙن
مان هڪ زال هئي ۽ ٻيو مرد هو. ٻنهي نفرن وانگر
اچي ڪوليءَ کي ٻهاري ڏني. جڏهن ٻئي هن پهلوان
جي ويجهو آيا تڏهن ٻهاري هاڻي بند ڪري، هن جي

سامهون ڏٺو جهليائون، جنهنڪري هن کي سندن
سڱوٽ جهڙين شڪلين جاچڻ جو وجهه مليو. هنن
۾ ڪيس ڏسي، ولي ٺهڪڙو مچايو. سندن اهڙي حالت
تي سرڪينيٽ کي ملٺان لڳي ۽ پڇيائين: "اوهين
ڪير آهيو، ۽ ڇو هن پاڪ مڪان ۾ مسخري لاءِ
ويا آهيو؟" مرد ڇهري ڪان وڏيڪ ڪوري آواز سان
وراڻي ڏني: "اسين چاڙو نيڪٽينس آهيان." زال ڏاڍي
جهڙي سنهيءَ ڪيڪ ۾ چيو: "مان هن جي ٻران پياري
ڪنيئوارا آهيان." سرڪينيٽ وچڻ لاءِ ڇيئن ٻير
هو هوڏ ٻڌي بيهي رهيا. ايتري ۾ جنهن پاسي کان
ڪينيٽ هن عبادتگاهه ۾ آيو هو، تنهن پاسي کان
آواز آيو: "مات ڪريو، بيوقوف! توهان جو ڪم
لٿو، هاڻ روانا ٿيو." حڪم ٻڌي ٻئي چاڙا هليا ويا.
ترت ئي سنياسيءَ اچي، پنهنجي مهمان کي هيٺ غار
ڏي موٽائي نيو. آتي سرڪينيٽ اچي، سچي صدق
سان ڪجهه مهل مالها ڦيري، ۽ پوءِ بستري تي ليٽي
پيو. سکهوڻي ڪوڙهي ننڊ ڪٽي ويس. صبح جو جاڳيو
ته ڪن ضروري ڳالهين بابت سنياسيءَ سان گفتگو ڪيائين.
هن ڪو ڪم ڏسيس، تنهنڪري ٻه ڏينهن پيا ٻه هن غار
۾ گذارڻ جو ٺهراءُ ڪيائين. اهي ٻئي ڏينهن هن پنهنجي
دستور پٽاندر عبادت ڪئي، ۽ جنهن ڪوڙيءَ ۾ پنهنجي
محبوب جو ديدار ماڻيو هئائين، تنهن ۾ وڃڻ ڪونه مليس.

# باب ٽيون

## دشمن وٽان دوا ۽ دعا

جارڊن نديءَ جي پرئارو ٽڪرائتو برپٽ جنهن جو
مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، سو هيڏي هاڻ انگلنڊ
جي بادشاهه رچرڊ جو احوال ڏجي ٿو. رچرڊ جي ڇانولي
انهيءَ وقت عڪر ۽ عسقلان جي وچ ۾ هئي.
سائس نه رڳو پنهنجو، پر يورپ جي ٻين بادشاهن جو
لشڪر به ججهوئي هو. سوري ڪنگ جو پاڻ سردار
هو ۽ ڏاڍي اميد هيس ته الهيءَ فوج جي وسيلي فتحمند
ٿي، جيروسلم ۾ پنهنجي اختياري ڄمائيندس. سندس اٽچو
پئون پارهن ٿي ها، پر ڇا جو گهر ڦٽل هون. سائس
ٻيا جيڪي يورپي شاهزادا هن ڪم ۾ حامي هئا،
تن جو هتي اچڻ کان پوءِ ساڻ وچان ميلاپ ٿي پيو
هو، جنهنڪري سڀ ڪنهن جو آسرو خيرڪو هو.

صفا صبح جي مهل هئي. رچرڊ بيماريءَ سبب
بستري داخل هو. سندس روشن اکيون ڪي تپ جي
ٻٽ ۽ ڪي من جي ڪٺيءَ ڪري ٻريون پئي. سندس
منهن مان معلوم پئي ٿيو ته هي شينهن جهڙو مڙس
بيماريءَ سبب ڪري ويو هو. اکهائيءَ ڪري حجامت
نه لهرائي هئائين ۽ ڪاڏيءَ ۽ ڇڻن تي وار گهڻا منجهيا
پيا هئس. سندس بستري سان لڳولڳ سرڳامي ديوا

ٿالي هڪ جاڻو جوان ٻيٺو هو، جو سندس ويجهو ماڻٽ ۽ وفادار خدمتگار هو. هن کي جو بيمار بادشاهه جي سنڀال لهڻي هئي، سو ٽي راتيون ماندهه اک ٻه کين لاتي هئائين. تنبوءَ جي هڪ ٻي ڪوٺيءَ ۾ بادشاهه جا ڪي گهرو عملدار ويٺا هئا. هنن کي اها ڳڻتي هئي ته اسان جو خاوند ڪيئن ڇٽندو، ۽ خدا ائين نه ڪري، جي مري ويندو ته اسان جا الائجي ڪهڙا حال ٿيندا!

ڪيتري مهل بادشاهه تپ وچان نستو ٿيو پيو هو. آخر پاسو ورائي سرٿامس کي چيائين: ارمان آهي جو تون اسان کي ملڪ راڄ جي ڪا سٺي خبر چار ڪونه ٿو سڻائين؟ افسوس! اسان جا جنگي جوان هينئر زالن جهڙا ٿي پيا آهن ۽ اسان جون زالون مندر ۽ مڙهيون پيٺنديون وتن! هينئر اهڙي ڪا ٻهرٿي ڪانهي جا مڙسي ڪري، اسان جي پهلوانيءَ جو ڏاڪو وجهي. سرٿامس ورالي ڏني، قبلا، حال جنگ بند آهي. پوءِ وڙهڻ جو ڪم اسين ڪهڙو ڪريون؟ مهارائي، شهزادي ۽ پيون وڏ گهرائيون اينگاڊيءَ جي مٽ جي زيارت لاءِ ۽ سائينجن جي هن اگهائيءَ ڇٽڻ لاءِ سکائون سکڻ وييون آهن. ڏاڍي اوهان جي بيماري لاهي ته اسان لڪ ڪڍيا! رچرڊ بادشاهه بيماريءَ جي چتائيءَ مان چيو: تڏهن شاهي گهرائي جون عورتون ۽ ٻيائيون اهڙن جوکائتن هنڌن ڏي وييون آهن؟ اتي ته اهڙا بدمعاش پيا هڏبن، جن کي نڪو هيلمن

واٽ جو نڪو نشان پيو. ٿامس وراڻي ڏني:
"سلطان صلاح الدين خاطري ڏني آهي ته واٽ تي
منهن وار جو به نالو ڪونه ڪندو." رچرڊ چيو:
"برابر انهيءَ موجب سلطان ۾ اسان اجايا گمانا نيان آهن،
جنهنڪري هن کي اسان کان ان جو حساب وٺڻ گهرجي.
ڏٺي ڪري اسين ٻيرين سيرين ٿيون ته پوءِ هن سان
ائين لڙبو، جو ڪرستان توڙي مسلمان پيڙهي بيٺا ڏسندا."
ائين چئي تپ جي جوش وچان هن پنهنجي ساڄي ٻانهن
بستري مان ٻاهر ڪڍي، اهڙي تيزيءَ سان لوڏي
جو چڻ ته ڪا ترار يا تير هٿ ۾ هئيس، جنهن سان
سلطان جي جوهردار هڪ ڏارو ڌڪ ٿي هنيائين.
سر ٿامس آمالڪ بستري تي ٿاهي سنڀاريس، ۽ جيئن
ڪا ماءُ پنهنجي ٻار کي پرچائي بس ڪرائيندي آهي.
تيئن بس ڪرايائينس، ۽ چيائينس: "قبلا، ٿورو ٿرو.
ٿڌو نس ۾ مون کي تپ نه ڏٺو آهي. توهان کي ٿوري
ڪشش آهي، سا لهي ته پوءِ ڀلي جنگ جي ميدان ۾
هلي لڙجو." رچرڊ چتائيءَ سان چيو: ڪشش! چڱو ڀلا
اسان کي ته ڪشش ٿي آهي، پر ٻين عيسائي شهزادن
کي ڪهڙي بري ورتو آهي: ڇا ٿيو آهي فرانس جي
فلپ کي؟ ڪهڙي اگهائيءَ آسٽريا جي بزدل بادشاهه
۽ ٻين ڪالٽر راجڪمارن کي اچي ورايو آهي؟ اسان
کان پيچ ته اسين ٻڌايونس. سستي ويڙهي ويئي اٿن.
نستائيءَ ۽ سستائيءَ ورايو اٿن. اهڙي ڪنهن مرض ۾
مبتلا به آهن جو چلڻ چڪي ويا اٿن ۽ ڪاهلائي ڇڏي نٿا سگهن.

اندر ۾ اهڙو ڪو هانءُ واهي ويٺو آهن، جو جيڪي منجهن ساهه ۽ سڌ ۾ آهن تن جو ۾ هنيانءِ ڪاچي ويو آهي. پنهنجن وڏن جو ننگ ناموس ٻوڙيو ائن ۽ ڏٺيءَ ڪان نااميد ٿي ويٺا آهن." سر ٿامس چيو: "ڏٺيءَ جي ليکي، اهو جوش ۽ غصو چڙهيو. ابلا، مدارالمهام او هين آهيو. ٿورو ٿي ويچار ڪريو ته اوهان جي سڳهلائيءَ سبب ٻين کي ڇا اچهندو هوندو؟" رچرڊ چيو، هاڻ چٽ ٿو ٻڌيم، پر اهي ڇئون ڪهڙي ڪم جون؟ يورپ جا هيترا سورهيه سپاهي هتي اچي ڪٺا ٿيا آهن ۽ رڳو هڪ ڇٽي جي ناچڱائيءَ ڪري پانهون ٻڌي ويٺا آهن!" اج ته ڪٿي رچرڊ بيمار آهي، پر سپاٽي جي مري پوي، ته پوءِ هي ٿيهه هزار جوڌا جنگ جوئن جي بدران عذر واري ويهندا ڇا؟ اسان جي اگهائيءَ سبب پاڻ مان ڪو پيو اڳواڻ چو نٿا چونڊين؟" سر ٿامس چيس: "هو اڳيئي اهڙيءَ صلاح مشورت ڪري رهيا آهن. اتي رچرڊ بادشاهه ڳانهه ڪي ورٽ ٿي آلٿو ڏنو ۽ چيائين: هان! تڏهن اسان جا طرفدار اسان کي جيئري ٿي مٿن گڏ ليکي ويٺا آهن؟ وري ڪا غيرت آيس، سو چيائين: نه، نه. اهو چڱو ڪم ٿا ڪن. ڪنهن کي ٿا مقرر ڪن؟ سر ٿامس چيو: عهدي ۽ اقبال کي ڏسي، فرانس جي بادشاهه کي پنهنجو مهندار ڪن ته عجب ڪونهي. اتي رچرڊ خارن مان چيو: اڌو ٻه ڏاٺو ته اڌي ٻه ڏاٺي! فرانس جو بادشاهه جيڪا ڪوڏر هڻندو، سا ڏيهه ٻه ڏسندو.

اسين پنهنجي دل ڪري ائين ٿا سمجهون ته هو اسان
کي جيروسلم تي ڪاهڻ بدران هو مرڪوني اسان کي
پڙس ڏي موٽائي وٺي هلندو. انهيءَ گفتگو هلندي
بادشاهه کي آواز پڌو. سرٿامس کي چيائين: پڌ ته
سهي، هي ڇا جو آواز پريان پڌڻ ۾ ٿو اچي؟
سرٿامس چيو: آءٌ ڄاڻيان ٿو ته فلپ بادشاهه جو لشڪر
نگريون ۽ توتاڙا ٿو وڄائي. رچرڊ چيس: تون ته
ڪو ڪنن کان گهرو ٿو ڏسجين. ڪرستان قوم
ڪڏهن به اهڙو شور نه مچائيندي آهي. هيءَ ته
ترڪن جو آواز پيو پائنجي. سگهو وڃي پتو ڪڍي
اچ ته ڪهڙا بيگانا آدمي اسان جي ڇانوڻيءَ تي ڪاهي
آيا آهن.

سرٿامس حڪم مڃي، تنبوءَ کان ٻاهر ويو. وڃڻ
وقت ڪيترن سردارن کي ٻارت ڪيائين ته جيستائين
آءٌ موٽي اچان تيستائين بادشاهه جي ڀوريءَ طرح
سنڀال پيا ڪجو.

سرٿامس بادشاهه جي تنبوءَ کان اچا ۾ وکون مس
ڀري ويو ته ڏٺائين ته ترڪن جون تريون، توتاڙيون،
شرنايون ۽ نقارا پيا وڄن ۽ انهن تي چڙهيل ڪيترا
ترڪ رچرڊ بادشاهه جي لشڪر جي تنبن وٽ اچي
پهتا آهن. يوروپي ڪروسيڊرن جي وچ ۾ پنڪن
سان مسلمان ڏسي، هيءُ وائڙو ٿي ويو. هيڏي هوڏي
نهاريائين ته ڪا ڀهر ڪڏجيم، جنهن کان هن عجيب
ڳالهه ٻاڦت پڇا ڪريان. منهن ۾ سرڪينيٿ گڏيس

جنهن سلام ڪيس ۽ چيائينس: مون کي اوهان سان ڪجھ ڳالهائڻو آهي. سرٿامس انگريز امير هو ۽ سڪاٽلنڊ وارا ڏاڍا ڪين وڻندا هئس. هن کي اهڙي ڪا ڏيکاري نه ڏيڻي، چيائين: آءٌ تڪڙو آهيان، جو پادشاهه سلامت جي ڪنهن ڪم لاءِ وڃان ٿو. سرڪينيٿ چيس: مون کي جيڪا ڳالهه ڪرڻي آهي، سا خود پادشاهه جي ڀلي لاءِ آهي. مون پاڻ سان هڪڙو مور ذات جو مسلمان حڪيم آندو آهي، سو چئي ٿو ته آءٌ رچرڊ پادشاهه کي چڱو ڪندس. سرٿامس چيو: مسلمان حڪيم تي ڪهڙو اعتبار! دوا بدران مرڪو زهر آندو هجيس، ته پوءِ ان لاءِ جوابدار ڪير ٿيندو؟ سرڪينيٿ وراڻي ڏني: هو پنهنجو سرضامن ڏئي ٿو، جي حرڪت ڪندو ته اسين به جيئرو ڪين ڇڏينداسونس. سرٿامس چيس: آءٌ اهڙا ڍورو گهڻي ئي ڏسجاڻان، جي ڪنهن بدڪم لاءِ ڪمر ڪشين ته پوءِ پنهنجي سر جو سانگو به ڪونه ڪن. اهي سوريءَ تي به اهڙا سرها ٿي چڙهن جو چڻ ته سوريءَ چاڙهيندڙ سان راند ڪيڏڻ ٿا وڃن. سرڪينيٿ چيس: ائين هوندو، پر سلطان صلاح الدين جو اهو وڙ نه آهي. هو جيتوڻيڪ اسان جو مخالف آهي، ته به منڊس ڀلمانسائي ۽ سچائيءَ پر سندن دشمن به گمان نٿي ڪين سگهندا. سلطان وٽ انهيءَ حڪيم جو ڏاڍو مانُ ۽ قدر آهي. سندس مرتبي پٽاندڙ پنهنجا ڪِچ سوار ۽ خدمتڪار ڏنا اٿس. جي هن کي وڏيءَ ڏام ڏوم سان

هتي ولي آيا آهن. ٻي ڳالهه، ته سلطان خاص رچرڊ
بادشاهه لاءِ ڪجهه شيون ۽ ميوو سوکڙيءَ طور موڪليو
آهي. ۽ دعا سلام ڪهڻا چيا اٿس. اوهين بادشاهه
سلامت جا خاص خدمتگار آهيو، تنهنڪري اهو آئون
تي لڏيل مال ٻاڻ وٽ رکايو، ۽ سپاهي ويچ جي
ٽڪائڻ لاءِ ڪو جوڳو بندوبست ڪريو. سرٿامس ٽهڪ ٽهڪ
ڪندي چيو: هيءَ نهايت عجيب ڳالهه آهي، پر مون
کي ٻڌايو ته اوهان جو هن قصي ۾ واسطو ڪيئن ٿيو؟
سرڪينيٿ چيو: آءٌ اينگاڊيءَ جي زيارت لاءِ نڪتو
هوس، اتي جي سنياسيءَ لاءِ ڪو پيغام مليو هوم،
سو واٽ ويندي پهچائڻو هوم. سرٿامس چيس: ڪهڙو
نياپو پهچائڻ ويا هئو ۽ ان جي ڪهڙي ورندي آندي
اٿوَ؟ سرڪينيٿ چيو: مون کي معاف ڪريو، اهي
ڳالهيون ٻڌائڻ جون نه آهن. سرٿامس شوخيءَ سان
چيس: توهان کي خبر نه آهي ته آءٌ انگلنڊ جي بادشاهه
جي مخفي صلاحڪارن مان آهيان؟ ڪينيٿ چوٽ سان
چيس: آءٌ اوهان جي بادشاهه جو تابعدار آهيان ڪيئن؟
مون ته رڳو پنهنجي خوشيءَ سان انگلنڊ جي بادشاهه جو
هن جنگ ۾ ٻانهن ٻيلي ٿيڻ قبوليو آهي. مون کي
پوءِ بادشاهن ۽ شهزادن جي منڊليءَ موڪليو هو،
۽ آءٌ نياپو به انهن منڊلي وارن کي پهچائيندس.
ٿامس ڏيوا وڏو امير هو ۽ پنهنجي هٺ ۾ پيو
ڇڇندو هو، پر سرڪينيٿ جي هن جواب هن جون
وايون بطال ڪري ڇڏيون. وري به پنهنجو غرور

ڪين ڇڏيائين. ڪينيٿ کي چيائين: توهين بادشاهن
۽ شهزادن جا ڏاڍا سنيها آڻيندڙ ـ نيندڙ هوندؤ، پر
ياد رکجو ته ڪنهن ٻه ويڄ کي مجال نه آهي، جو
مون گلسلنڊ جي سردار جي اجازت ڌاران رچرڊ بادشاهه
جي بستري جي ويجهو وڃي سگهي. هو ٻوءِ شوڪجي
ڦوڪجي هليو ٿي ويو، ته سر ڪينيٿ بلڪل شان
سان هن جي ويجهو ويو ۽ ٺهر سان چيائينس گلسلنڊ جو
سردار ايترو ته سمجهندو هوندو ته آءٌ ايماندار ۽ سچار
جنگي جوان آهيان. ٿامس ڊيوا ٻهر يائين طعني طور
چيو: سڀ سڪاٽ سچار آهيو ۽ اها اوهان جي ڪال
جي آڏ وڏائي آهي! اتي ئي سمجهيائين، ته مون کي اٿين
چوڻ نه کپندو هو، ويتر جو ڏٺائين ته سر ڪينيٿ
تي ڪاڙهو ٿي ويو آهي، سو اتي ئي گنهگارائيءَ سان
چيائين: مون پنهنجي اکين سان ڏٺو آهي ته اوهين
پنهنجا فرض ايمانداريءَ ۽ همت سان ڀلا آڻيندا آهيو،
تنهنڪري اوهان جي سچائي ۽ وفاداريءَ ۾ گمان آڻڻ
مون لاءِ وڏو گناهه ٿيندو. هن سڪاٽ جوڌي جڏهن
ڏٺو ته هاڻ منهنجي سچائي پڌري پٽ قبول ڪئي
اٿس، تڏهن چيائين: اي گلسلنڊ جا سردار، صليب جو
نشان جو منهنجي ڪلهي تي لڳل آهي تنهن جو توڙي
پنهنجي سرداريءَ جو آءٌ قسم کڻي ٿو چوان، ته آءٌ
جو سفارش ٿو ڪريان ته هيءُ مسلمان حڪيم بادشاهه
جي دوا ڪري، تنهن ۾ منهنجي مراد فقط ايتري آهي
ته رچرڊ بادشاهه جلد چڱو ٿئي. جنهن سچائيءَ ۽ ڀلمانسيءَ

وچان سڪاٽ ڳالهايو، تنهن ٽامس ديوا جي دل تي
گهڻو اثر ڪيو. هن سوچيو نهايت مٺي نموني چيو:
سرڪينيٿ! آءٌ قبول ٿو ڪريان ته اوهان کي پنهنجي سر
خاطري هوندي، پر هن ملڪ ۾ زهر ڏيڻ عام ڳالهه
آهي. اسان جو بادشاهه، جو سڄي عيسائي لشڪر جو
سرڪردو آهي، تنهن جي جان هڪ مسلمان حڪيم
جي حوالي ڪرڻ لاءِ اوهين مون کي ڪيئن ٿا صلاح
ڏيو؟ سرڪينيٿ چيس: سائين منهنجا، توهين دلجاءِ
ڪريو. منهنجي هڪ جنگي سردار کي اهڙو تپ ٿيو
هو، جنهن کي ڏينهن ڪاٽ وچڙي ڏنو هو. هن حڪيم
جي فقط ٻه ڪلاڪ دوا ڪئي اٿس ته هيئنر ٿي آرام
اچي ويو اٿس. انهيءَ ۾ شڪ ٿي ڪونهي ته هيءُ
قابل حڪيم آهي، ويتر سلطان جهڙي پليمانس موڪليو
اٿس، سو هو ضرور هتي چڱيءَ نيت سان آيو هوندو.
سرٽامس سمجهيو ته هيءُ حڪيم جي بادشاهه کي
چڱائي ته عجب ڪونهي! پر وري به دل ۾ شڪ
پئي ٿيس، تنهنڪري پڇي پڏيو تريو. آخر سرڪينيٿ
کي چيائين: جنهن جنگي سردار جي هن حڪيم دوا
ڪئي آهي، سو مون کي ڏيکاريندا؟ هن چيس:
بيشڪ، مون سان گڏجي هلو ته ڏيکاريانوَ، پر اسان
جي غريبائي جاءِ ڏسي ڪلڇو ٿا. اسان جي اسڪاٽلنڊ
جا پهلوان هتي موجن ماڻڻ لاءِ ڪونه آيا آهن،
تنهنڪري هتي نڪي فرش فروش ۽ گلم غاليچا، نڪي
آڇا سٺا سامان ۽ ڪومل بسترا اٿئون. سرٽامس چيو:

هئڻ ۽ انهن گهرجي. جيڪي هتي دنيا لڙائيءَ لاءِ آيا آهن ۽ پوءِ ڊ دليوي نعمتن ۽ باهرين لُٽ کي ڇا ڪڙهن، تن تي ٻاڻ ارمان ڪاڻ گهرجي. هتي عيش عشرتون وساري، سور ۽ سختيون برسر ڪرڻ گهرجن. اهڙيءَ طرح ڳالهيون ڪندا، هو آخر سرڪينيٽ جي جاءِ وٽ اچي پهتا.

سرڪينيٽ جتي منزل انداز هو، تتي تنبو لڳل هئا ۽ ڪن سردارن لاءِ ڪچيون لانديون ٺهيل هيون. سرڏامس جهڙي سردار لاءِ اهڙين لانڍين ۾ وڃڻ ٺهي اچ جهڙي ڳالهه هئي، پر هن وقت هو موريءَ گهٽ ڪري، اندر گهڙيو. لانڍيءَ ۾ اهو جنگي سردار ستل هو جنهن جي سرڪينٽ ڳالهه ڪئي هيس. بيمار جي پرسان هڪ مسلمان حڪيم ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي، ڏاڍيءَ فلڪ سان ويٺو هو. بيمار سردار جي نار سوڏي پئي هلي ۽ مٿي ننڊ هيس، جنهن مان صاف معلوم ٿي ٿيو ته گهٽو فائدو ٿيو اٿس. سرڏامس پوءِ سرڪينيٽ کي پاسيرو ولي، ڪجهه وقت ساڻس ڳالهايو. موڪلائڻ وقت سرڪينيٽ وري ۽ تاڪيد ڪيس ته حڪيم کي ضرور گهرائجو.

---

# باب چوٿون

## حڪيم ڪي ڪوٽ

سر ٿامس موٽي بادشاهه وٽ ويو ۽ سڄي ڳالهه پيرائتي ڪري ٻڌايائين. بادشاهه چيس: ”ڳالهه ته ڏاڍي عجيب ٻڌائي اٿيئي، پر توکي پڪ آهي ته اهو اسڪاٽلنڊ جو جوان برابر ليک نيت آهي؟“ هن وراڻي ڏني: ”آءٌ اسڪاٽن جو اڻ ٻه سڃاڻان، منجهن ڪي رڃ چڱا ماڻهو آهن ته ڪي جنسي لڪما، پر هيءُ اسڪاٽ جهڙو لائق انسان جنجي تهڙو آهي. مان پاڻيان ئو ته هن جيتي واري پهلوان جي مردانگي سائينجن پاڻ جنگ جي ميدان ۾ ڏٺي آهي.“

بادشاهه: ”هائو، اسان برابر هن کي پهلوانيءَ سان لڙندو ڏٺو آهي. ماڻهو الموٽ آهي، پر البت ڪنڌ ۾ ڪلي اٿس، نه ته هن ڪان اڳي اسان جي ماڻس گهڻي مهرباني ڪئي هئي، پر تو هن مسلمان حڪيم بابت چيو ته هن کي رڻ ۾ ڪڍيو؟“

ٿامس: ”نه، قبلا. ڳالهه هيئن آهي. اينگاڊيءَ جو سنياسي، جنهن جي هيڏي هاڪ آهي، تنهن ڏي هن اسڪاٽ کي موڪليو هئائون...“

بادشاهه: ”(چرڪ ماري) ڪنهن اوڏي موڪليس؟ چو اوڏي ويو؟ جنهن وقت اسان جي راڻي اسان جي

چڱيلائيءَ ڪاڻ اوڏي سڪاٽون سڪڻ ويٺي آهي، تنهن وقت ڪنهن ڪان اهڙي ناداني ٿي جو هن کي اوڏي موڪليائين؟"

ٿامس: "قبلا، ڪروسيڊرن جي منڊليءَ هن کي روانو ڪيو هو، ۽ ڪهڙي مطلب لاءِ سو مون کي ٻ ڪونہ ٻڌايائين!" اوهين مهاراڻي جو خيال نہ ڪريو. هن جي رواني ٿيڻ جي خبر هن ڇانوڻيءَ ۾ ڪنهن انهي اشر کي بہ ڪانهي.

بادشاهہ: "خير، انهيءَ ڳالھ کي ڇڏي ڏيو. هاڻ تڏهن چئبو تہ هن سڪاٽ ايلچيءَ کي ڪو رولو حڪيم اينگاڊيءَ جي غار ۾ گڏيو؟

ٿامس: "نہ حضور، جيڪا ڳالھ ڪيائين، تنهن مان ائين سمجهڻ ۾ ٿي آيو تہ کيس هڪ ترڪ امير واٽ تي گڏيو، جو کيس سامهون ٿيو. پوءِ جڏهن انهيءَ امير هن کي پاڻ جهڙو پهلوان ڏٺو، تڏهن ٻنهي پاڻ ۾ ائين ڪير ڪنڊ ڪي ويا، جيئن جوڌن کي ٺيڪ ڄڃائي. انهيءَ ترڪ امير سائينجن جي ناچڱائيءَ جي خبر ٻڌي، سلطان صلاح الدين واري حڪيم وٽي ڏيڻ جو اقرار ڪيو. سڪاٽلنڊ جو نائيٽ انهيءَ ڪري مڙهيءَ ۾ سندس لاءِ ترسيو. جڏهن حڪيم آيو، تڏهن پاڻ سان وٺي آيس. حڪيم صاحب اهڙي ترڪ ۽ تومان سان آيو آهي، جو ڄڻ تہ ڪو شاهي خاندان مان آهي. اڪيٺو جو تڱريون ۽ توتاڙيون ٻڌڻ ۾ ٿي آيون، سي سندس ساٿين ٺهي وڄايون. انهي حڪيم جي هٿان سلطان صلاح الدين

سائينجن ڏي هڪ خط موڪليو آهي، جنهن جو ترجمو انگريزيءَ ۾ ڪرايو ويو آهي."

هن پوءِ، اهو ترجمو پيش ڪيو، جو بادشاهه پڙهيو. خط ۾ گهڻن سلامن ۽ دعائن بعد هن طرح لکيل هو: "اسان کي معلوم ٿيو آهي ته اوهين گهڻو بيمزي آهيو، ۽ اوهان جي دوا درمل اهي ڪرستان ۽ يهودي حڪيم ڪن ٿا، جن تي ڏاڍيءَ سگهوري توڙي پاڪ رسول جي برڪت ڪانهي. انهيءَ سبب اسين پنهنجو هڪ حاذق حڪيم اوهان ڏي موڪليون ٿا، جنهن جي هٿ ۾ ڏاڍيءَ اهڙي شفا ڏني آهي، جو جنهن بيمار جي ڪمري ۾ پير پائي ٿو، اتان خود عزرائيل به ٽري ڪري آڏامي وڃي ٿو، اهڙو سنو پرو ماڻهو پيو اوهان کي ملڻ ٿي مشڪل آهي، تنهنڪري اوهين مهرباني ڪري، هن کي هڪواريءَ ضرور آزمائجو. اسين پنهنجيءَ دل ڪري ائين ٿا سمجهون ته اسان جي حد ۾ اچي، اوهين ڪنهن مرض جو شڪار ٿيو، ۽ اسين اوهان جو ڪو تدارڪ نه ڪريون، ته انهيءَ ۾ اسان جي تمام گهٽي گهٽتائي ٿيندي. اسان جي دلي مراد اها آهي ته ڀلي اوهين اڳي ڪان اڳرا ٿيو، جنگ جي ميدان ۾ اسان سان اچي مقابلو ڪريو، ته هڪٻئي جي پهلوانيءَ جي پروڙ پوي. جيڪڏهن هڪٻئي سان پڇي ڳاڇوسين ته ڪٿي شاناٿو صلح ڪنداسين، پر جي مرض وگهي اوهين رحلت ڪري ويندا، ته اسان جي دل ۾ نهايت گهڻو ارمان رهجي

ويندو، مرض وڪهي مرڻ بدران ميدان ۾ مرڻ وڌيڪ شاناٿتو آهي! تنهنڪري ڌڻيءَ جي درگاهه ۾ اسان جي اها استدعا آهي، ته اوهين شل سگهوئي شفاياب ٿي، جنگ جي ميدان ۾ اچي، اسان کي پنهنجو مبارڪ منهن ڏيکاريو."

هن خط رچرڊ بادشاهه ۾ نئون ساهه ڦوڪيو. سرٿامس کي چيائين: "ڀلي ته اهو حڪيم اسان جي اچي دوا ڪري. سلطان صلاح الدين جيڪا مهرباني اسان تي ڪئي آهي، تنهن جو عيوض هن کي جنگ جي ميدان ۾ سُنهن مقابل ڏينداسين: هو جڏهن لڙائيءَ لاءِ خوان آهي، تڏهن اسين به ڪڏ ڪائي ڪين ويهنداسين. پهرين ست هن کي اهڙو ڏڪ وجائينداسين، جو پاڻ به قبول ڪندو ته ڪو مڙس ڪڏيو هوم. اسان کي اميد آهي ته اسان جي صليب جي هٿئي واري ترار هڪ ڏڪ سان هن جو پيڙو پار ڪندي، ۽ رت سان گڏ هن کي پچاڙيءَ جي موڪلائي ڏيندي. هاڻ وقت نه وڃايو، اهو حڪيم هڪدم اسان جي حضور ۾ حاضر ٿيڻ گهرجي."

سرٿامس سمجهيو ته بادشاهه تپ جي جوش وچان ٿو ڳالهائي، سو باادب چيائين: "حضور! پاڪ مڪان ۾ اچي ناپاڪ حڪيم جي دوا ڪيئن وٺندا؟ هي ڳالهه به ويچارڻ گهرجي ته هيءُ حڪيم الهيءَ سلطان وٽان آيو آهي، جو اسان جو جاني دشمن آهي." بادشاهه چيس: "تو ڳالهه کي سمجهوئي ڪينهي، سلطان اسان

جو دشمن نٿي، تنهنڪري ٿي هن کي اسان سان پاڻ
ڀَلائڻو آهي، ته متان خسيس تپ جي ڪري اسان پڻ
حاڪمن جي وچ ۾ شروع ٿيل معاملو فيصل ٿيڻ ڏاران
رهجي وڃي. اسان کي يقين آهي ته هو سچيءَ دل سان
اسان جي چڱيڀلائيءَ چاهي ٿو. مردن کي ٿي مردن جو
قدر پوندو آهي، ۽ انهن لاءِ عزت ۽ قرب ڏاريندا
آهن. اهي جي هڪٻئي جا مخالفتي هولدا آهن ته ٻه
سندن هڪٻئي لاءِ قرب گهٽجي ڪونه ويندو آهي.
سلطان اسان جهڙو ٿي پهلوان ۽ هرطرح لائق انسان
آهي، ۽ هن جي نيڪ نيتيءَ ۾ گمان آڻڻ اسين گناهه
ٿا سمجهون."

سر ٿامس چيو: "انهيءَ حڪيم سڪاٽلنڊ جي هڪ
سردار جي دوا ڪئي آهي. انهي کي ڪو فائدو ٿيو،
ته پوءِ حضورجن به ڪئي هن جي دوا آزمائين. حال
اسان کي ترسڻ گهرجي. هن غلام جي جيئڻ جو
مدار حضورجن جي حياتيءَ تي آهي، تنهنڪري هن
ٻندي جي مرضي نه آهي ته اپهروٿي ڪو قدم کڻجي."
پادشاهه چيس: "جيڪڏهن توکي ساهه تي ايڏو آهو
آهي ته ٻلي وڃي خاطري ڪري اچ تہ سڪاٽلنڊ جي
سردار کي حڪيم جي دوا سان ڪهڙيقدر فائدو ٿيو
آهي. اسين تہ پنهنجي دل ڪري ائين ٿا چاهيون
ٻلي هن جي دوا اسان کي چاڙهي يا ماري، ته
اسان لاءِ ڪا هڪڙي واهه ٿئي- استري تي
سهي بيزار ٿي پيا آهيون. ٻاهر گهوڙا پيا دڙا هڻن

۽ جنگي ترين ۽ توتارن جا رسيلا آواز پيا اچن، ۽
اسين موٽن وارڪر گھر ۾ پيا هجون، سا ڳالهه اسان
کي لڳي سيبائي. پلي ته حڪيم اچي اسان جي دوا
ڪري، پوءِ جيڪا جوڙي شاهه، بادشاهه جي اهڙي
مرضي ڏسي، سر ٿامس امالڪ حڪيم کي ڪوٺي ويو.
منهن ۾ ڏاڙهي جو پادري ڳڌيس. هن کان پڇيائين:
جيڪڏهن ڪو مسلمان حڪيم اسان جي بادشاهه جي
دوا سٽي ڪري ته انهيءَ ۾ ڪو ديني اعتراض ته
ڪونهي؟ پادريءَ چيس: دوا ۾ ڪهڙو اعتراض
ٿي سگهندو. هن وقت جيڪي بادشاهه سلامت جي
دوا درمل ڪن ٿا، سي وري عيسائي مذهب جا
آهن ڇا؟ اهي ته يهودي آهن. يهودين ۽ مسلمانن
کي ورهايو آهي ڪيئن؟ اهڙا منسا دل تي آڻڻ
اجايا آهن، جنهن مان ڪو فائدو ٿئي، تنهن جي دوا ڪجي
پوءِ اڳلو پلي ته ڪهڙي به مذهب جو هجي. خود
جيڪي ڪارائتيون دوائون آهن، تن مان ڪيتريون
گندين بوٽين مان نهيل آهن، پوءِ اهي ڳالهيون
ويهي ڳڻيون ڇا. جيڪا ڳالهه ڳڻڻ جوڳي آهي، سا
هي آهي ته اوهين اول تسلي ڪريو ته جنهن بيمار
جي دوا انهيءَ حڪيم ڪئي آهي، تنهن کي ڪو
فائدو ٿيو آهي يا نه. سر ٿامس چيس، اهو ته مون
کي اڳيئي خيال آهي. هو پوءِ پادريءَ کان
موڪلائي، حڪيم کي ڪوٺي ويو سر ٿامس مونڻ
۾ دير ڪئي ته بادشاهه کي اچي اٽڻ لڳي، هو

وڏيڪ صبر سهي ڪين سگهيو، سو هڪدم سرڪينيٿ ڏي ماڻهو ڊوڙائي هن کي گهرائي ورتائين. هن کي اول اها خبر ڪڍڻي هئي ته حڪيم ڪيس ڪٿي ڪيئن ڪڍيو.

بادشاهه جي سڏ تي سڪاٽ سردار انهيءَ دم وٽس وڃي حاضر ٿيو. بادشاهه گهڻو واقف ڪين هو، تنهنڪري پڇيائينس: "اوهان جو نالو چيتي وارو ڪينيٿ آهي؟"

ڪينيٿ: هائو، قبلا!

بادشاهه: اوهان کي نائيٽ جو لقب ڪنهن ڏنو؟

ڪينيٿ: سڪاٽلنڊ جي شيردل بادشاهه وليم پنهنجي شاهاڻيءَ ترار سان ڇهي، مون کي نائيٽ ڪيو.

بادشاهه: تحقيق، اوهين انهيءَ آبروءَ جا لائق آهيو. اسان ٻڌو اوهان کي جو ڪانئتن وقتن تي جنگ جي ميدان ۾ سورهيائيءَ سان اڙلدو ڏٺو آهي. هاڻ اسان کي ٻڌايو ته ڪهڙي ڪم لاءِ ڪنهن جي چوڻ تي ڊبڊسي (مثل سمنڊ) جي ويران پٽن طرف اهڙي وارڪ مڙهيءَ ۾ ويا هئا؟

ڪينيٿ: حضور، شهزادن جي منڊليءَ جي حڪم سان آءٌ اوڏانهن ويو هوس.

بادشاهه: پر اهڙي جرات ڪنهن کي ٿي، جنهن اسان جي اکيوٺ منظوريءَ ولن ڏاران اوهان کي حڪم ڏنو؟

ڪينيٽ: اهو تہ انھن کان پڇڻ گهرجي، جن اهڙو حڪم صادر ڪيو. سڳوري صايب جو نشان جنهن وقت مون پنهنجي ٻدن تي لڳايو، تنهن وقت کان پنهنجي دين ڀائن جي خدمت ڪرڻ منهنجو فرض ٿي چڪو- حضرت عيسيٰ جو روضو مبارڪ اسان کي ڪيئن نہ ترڪن جي هٿن مان ڇڏائي پنهنجي قبضي ڪرلو آهي. انهيءَ ٻاري ۾ جيڪو حڪم ملندو، سو ڪنهن بہ چون ۽ چرا کان سواءِ مون کي تابعدارن والڪر مڃڻو آهي. حضور جن جي ناتوانائيءَ سبب جن کي هيئنر چرخو هلائڻو آهي، تن جو حڪم اکين تي رکڻ ٻدران، جي آءٌ سائن قيل مقال ويهي ڪريان ها تہ پڻ عيسائين لاءِ خراب مثال وجهان ها، تنهنڪري مون بيلڙڪ بجاوري ڪئي.

بادشاهہ: آفرين! اوهان تي برابر ڪاٻہ ميار ڪانهي- ٻاقي جن تي ميار آهي، تن سان اسين تڏهن ليکو لاهينداسين، جڏهن هن نئين کٽيءَ ٻيماريءَ مان ڇٽنداسين. ڀلا، انهيءَ نيائي جو ڪجهہ مطلب اسان کي سمجهايو؟

ڪينيٽ: قبلا، اها ڳالهہ ليائي ڏيندڙن کان پڇڻ گهرجي.

بادشاهہ: (ڪاوڙجي) سرڪاٽ پنهنجو خم کهرو تہ اسان سان اها کيڏ ٻازي نہ هلو. سڌو جواب ڏيو.

ڪينيٽ: قبلا، جنهن مهل مون پنهنجي وطن جا وڻ ڇڏيا، تنهن مهل ٿي پنهنجو سر ترڙيءَ تي کنيو هوم. سڀڪنهن کي پنهنجو ايمان ڪم ايندو- سو

ايٺ وڃنو آهي، جهڙو اڄ تهڙو سڀان. دهن جي خيال وچان مون کي هن خاڪي جسم جو ڪوبہ خيال ڪونهي!

بادشاھ: شاباش آهي اوهان جي همت کي! مڙس تہ اوهان جهڙا! سچ اوهين بانڪا بيپرواھ آهيو، ڪنهن تي ڏڙڪ نٿا آڻيو، پر اوهان کي اسان جو ڪجهہ احاظ ضرور ڌارڻ گهرجي. ڪو ڪنڊ و ڪڙ ندو آهي تہ آن جو ڪم مجبو آهي. اوهان اسڪاٽلنڊ جي ماڻهن جو اسان سدائين خير گهريو آهي- جيڪي ڀلايون اوهان جي ملڪ سان ڪيون اٿون، سي اوهان کي وسارڻ نہ گهرجن: اوهان جا قلعا اسان وٽ گهہ ڀيا هئا، سي پنهنجا ڏوڪڙ خرچي، وري اوهان کي ٺاهي جوڙي ڏنا اٿون. اوهان جو ملڪ اڳي اسان جي تابينيءَ ۾ هو، پر اسان اوهان کي تابعداريءَ کان ڇڏائي، خودمختاري ڏني آهي. هڪڙو تہ ايتريون ڀلايون اوهان سان ڪيون اٿوڻ، ٻيو تہ هتي سڀي عيسائي لشڪر جا اسين سرڪردا آهيون، تنهنڪري اوهان کي ڄڳائي تہ اسان کي ستايو تہ اسان جا رفيق کهڙيون لکپڙھون ڀيا ڪن؟

ڪينيٿ: قبلا، جڏهن اوهين مون کي ائين شرمايو ٿا، تڏهن ٻڌو تہ ٻڌايانوَ. آءٌ هن مطلب لاءِ ويس تہ اينگلنڊ جي سنياسيءَ جي معرفت، هميشہ لاءِ صلح جو بندوبست ڪري، سورو لشڪر وٺي، پنهنجي ملڪ ڏي موٽي هلجي.

بادشاهه: (ارمان وچان) اسان کي شهزادن جا ٽيهه اکيئي ماريا پيا هئا، پر اسان نٿي ڄاڻيو تہ هو اصل ڪاناڻي ڏوري لنگهي ويندا. اول اوهين ٻڌايو تہ اهڙي ليا ڪي پهچائڻ تي اوهان جي دل ڪيئن وري؟

ڪينيٿ: قبلا، آءٌ گهڻي خوشيءَ سان ويس، ڇو جو اسان ڏٺو تہ اسان جو لا ڪيٽو مهندار، جنهن جي مهنداري هيٺ اسين سوپ ڪٿي سگهنداسين، سو نا ڄڱو ٿي پيو آهي، ۽ پيو ڪو اهڙو مڙس آهي ئي ڪونہ، جنهن جي جهنڊي هيٺ لڙي، اسين فتحمند ٿيون.

هيءُ جواب ٻڌي، بادشاهه کي نهايت ارمان ٿيو. ڏک وچان ڇڻ هنيائين ڏي قانس، پر پنهنجو درد لڪائي، وڏيڪ سماچار پڇڻ لڳو.

بادشاهه: اهو صلح ڪهڙن شرطن تي ٿيو آهي؟

ڪينيٿ: شرطن جي مون کي سڌ ڪانهي، مون کي بند ٿيل لفافو مليو هو، جو مون سنياسيءَ کي هٿون هٿ پهچايو.

بادشاهه: انهيءَ سنياسيءَ بابت اوهين ڇا ٿا سمجهو؟ ارزق فقير آهي، مستالو آهي يا سچو پچو سنتُ آهي؟

ڪينيٿ: هن ملڪ جا ماڻهو مستانن کي ولي ڪري ليکيندا آهن، تنهنڪري هيءُ ظاهري اهڙي ڏيکاري ڏيندو آهي، جو ڄڻ تہ مست قلندر آهي، باقي عبادت بلڪل سچيءَ دل سان ڪندو آهي. هن جهڙو عابد ۽ زاهد ڪو ڇڏو هوندو. اهڙي ساک آءٌ بہ پرينداس.

بادشاهه: ڀلا، هن جهاد بنسبت سندس ڪهڙا
خيال آهن؟

ڪينيٿ: هو چوي ٿو ته غيب جي خبر خاوند کي،
باقي جنهن صورت ۾ رچرڊ بادشاهه بيمار ٿي پيو آهي،
تنهن صورت ۾ اهڙي آس رکڻ اجائي آهي. ته پيو
ڪو حاڪم همت ڪري، ترڪن کي آڻ مڃائيندو،
۽ فلسطائين ۾ عيسائين جو ڏکو چڙهائيندو.

بادشاهه: او هيءُ اسان کي پڙايو ٿا، پر اسين هش
تي خوش ٿي، مات ڪري ڪين ويهنداسين. توهان
کان اسان کي اجا گهڻيون حقيقتون پڇڻيون آهن. اول
هيءَ ڳالهه پڌايو ته اينگلاڊيءَ جي مڙهيءَ ۾ اوهان اسان
جي راڻي ڏٺي؟

ڪينيٿ: مون کي لڳو سمجهي ته مون ڏٺي.

بادشاهه: (ڏسرجي) اسان جو سوال هي آهي ته مڙهيءَ
۾ جتي جوڳيون رهن ٿيون، آئي توهين اندر ويا
هئا يا نه؟ انگلنڊ جي راڻي، جا اتي ننهنجي سهيلين
سميت زيارت لاءِ ويئي آهي، سا توهان ڏٺي يا نه؟

ڪينيٿ: حضور، ڪوڙ ڳالهائڻ منهنجو شيوو نه
آهي. جيڪا سچي ڳالهه آهي، سا ٻڌو: سنياسي مون
کي برابر غار الدر عباد تڪاهه ۾ وٺي هليو هو. اتي
ڪي نيون سنياسڻيون آرتي ڪنديون، ۽ ڦيري ڏينديون
مون کي ڏسڻ ۾ آيون، پر سندن منهن ڍڪيل هئا،
تنهنڪري چئي لڳو سگهان ته انهن ۾ انگلنڊ جي راڻي
هئي يا نه.

بادشاھ: ڀلا، اموي ڪا مٽي ھئي، جنھن کي اوھين سڃاڻو؟

اتي سرڪينيٽ منجھي بيھي رھيو، جنھن پنھنجي ڀاريءَ جي ڳالھ ڪرڻي ڪانھ ھيس، خصوصاً ھن سبب، جو ھوءَ رچرڊ بادشاھ جي سؤٽ ھئي. بادشاھ ٿورو بيستري تان اٿي چيو: "جي نائيٽ ۽ ڀلامانس آھيو، ته اوھان جي نائيٽ ۽ ڀلامانسيءَ جي پروڙ ھيئنر اوھان جي جواب سان ٿيندي. توھين چئلي چئو ته توھان انھن مان ڪا سڃاتي يا نه؟" سرڪينيٽ ڪنگ-لڙڪيو ڳالھائڻ لڳو. چيو، "ڪانھي، پر پانھنجي لسو ته..." بادشاھ ڏڙھي ڏيئي چيس: "پانھنجي لو، ڀانئجي لو ته ڪريو! سنڌ چيتي وارا سردار، شينھن کي ھاڻ تي نه ڇيڙيوا"

انھيءَ وقت ٻاھران ھل ھلاچو پڌڻ ۾ آيو. بادشاھ يڪدم پنھنجو رخ ڦيرائي مالو ڪيو. سرڪينيٽ کي چيائين: "حال ٿيو، اوھين ھينئر وڃو، ۽ يڪدم مرٿامس کي حڪيم سوڌو اسان ڏي موڪليو."

سرڪينيٽ ٻاھر نڪتو، ته ھڪ خدمتگار بادشاھ کي وڃي خبر ڏني ته شھزادن جي منڊليءَ مان ٻه، ٽيئي حضورجن جي عيادت ڪرڻ آيا آھن: ھڪڙو ٽيمپلر سردارن جو سرڪردو، ٻيو مانسٽيريٽ جو مارڪئس.

بادشاھ ٻنھي کي اندر سڏايو. ھڪيئي ڪان خوش خير عافيت پڇڻ پڄاڻا مانسٽيريٽ جي مارڪئس رچرڊ

کي چيو: سڀني بادشاهن ۽ شهزادن اوهان کي گهڻو ڪري پڇيو آهي ۽ چيو اٿن ته جنهن صورت ۾ مسلمان اسان عيسائين جا دشمن آهن، تنهن صورت ۾ توهين عيسائي لشڪر جا سرڪردا ٿي، مسلمان حڪيم جي دوا هرگز نه ڪجو، متان هڪڙيءَ مان ٻي ڪري وجهي. بادشاه چيو: اسان کي خبر آهي ته يورپ جا سڀ بادشاه ۽ شهزادا اسان جا گهڻگهرا آهن. توهين ڀائيهي ڏسندا ته اسين ڪيئن ٿا سنڌين صلاح جي پيروي ڪريون. حال اوهين مهرباني ڪري هن پرواري تنبوءَ ۾ وڃي ويهو.

هي ٻيئي ڄڻا ٻوءِ ٻاهرئين تنبوءَ ۾ وڃي ويٺا. سکهوٽي سرٿامس، سرڪينيٿ ۽ حڪيم آيا. بادشاه جي تنبوءَ ۾ گهڙڻ کان اڳ مسلمان حڪيم، مارڪئس ۽ ڊيمپلرن جي گرئنڊ ماسٽر (سرڪردي) کي سلام ڪيو. گرئنڊ ماسٽر گهنڊ ڀانئي چيس: توکي ايتري جرات ڪيئن ٿي آهي، جو عيسائي مذهب جي سرڪردي وٽ پنهنجي هوشياري ڏيکارڻ آيو آهين؟ هن جواب ڏنو: "سائينءَ جو خلقيل سج، جهڙو سوجهرو ڪرستان کي تهڙو مسلمان کي ڏئي ٿو. جهڙيءَ طرح سج ڪو تفاوت نٿو رکي، تهڙيءَ طرح مون ڏٺيءَ جي ٻندي کي ۽ حڪمت جي هنر هلائڻ مهل ويچار رکيو نه آهي. منهنجي نظر ۾ سڀني مذهبن جا ماڻهو هڪجهڙا آهن. ٻلي ته ڪنهن جو ٻلو ٿئي. گرئنڊ ماسٽر چيس: ياد رکجانءِ ته جي بادشاه سلامت کي تنهنجي دوا

مان کو نقصان پهتو ته توکي گهوڙن جي لتن هيٺان
لتاڙائي، پرزا پرزا ڪرائيندس. حڪيم وراڻي ڏني ته
اوهان جي اها بي انصافي ڇٽي. ٻندو فقط اپاءُ ڪندو،
باقي شفا ته ڌڻيءَ جي هٿ ۾ آهي. اتي مارڪئس،
حڪيم کي چيو: اسين سمجهون ٿا ته اوهين قابل ويڄ
آهيو، ۽ پنهنجي وسان ڪين گهٽائيندا، پر اسان کي
پنهنجيون به ڳالهيون ڪڍيون آهن. اوهين بادشاهن ۽
شهزادن جي منڊليءَ اڳيان هلي، اسان جي ڊاڪٽرن
کي ٻڌايو ته اوهين بادشاه سلامت جي چڱائي لاءِ
ڪهڙيون دوائون ڏيندا، ۽ هن کي ڪهڙي پرهيز
ڪرڻي پوندي. جيڪڏهن اسان جي ڊاڪٽرن کي
اوهان جون دوائون ۽ رٿون پسند آيون، ته پوءِ
اوهين جوابداريءَ کان ڇٽا. پوءِ اوهان جي وار جو به
ڪو ڳاٽو نه ولندو. حڪيم چيو: مون اوهان جي ڳالهه
سمجهي. هاڻ مهرباني ڪري منهنجي به ڳالهه ٻڌو.
آءٌ سلطان صلاح الدين جي حڪم پٽاندر هتي اوهان
جي بادشاه جي دوا درمل ڪرڻ لاءِ آيو آهيان.
پنهنجي سلطان جي حڪم جي مون کي بجاآوري ڪرڻي
آهي. آءٌ اوهان جي ڊاڪٽرن سان بحث مباحثي ڪرڻ
لاءِ نه آيو آهيان. مون کي اميد آهي ته ڌڻيءَ
سچوري ۽ رسول ڪريم جي برڪت سان آءٌ اوهان
جي بادشاه کي نئون نو ڪندس. جيڪڏهن مون هن
کي اڳي کان اڳرو نه ڪيو ته پوءِ اوهان جون
ترارون، جي مون مومن جي خون جون پياسي آهن،

سي ٻلي مون تي ھلائجو. ھاڻ اوھين مون کي وڌيڪ
دير نہ ڪرايو. حڪيم جا اھي لفظ ٻڌي سرٽامس
الھيءَ دم اٿي آيو، ۽ پڇيائين: ڪير ٿو دير ڪرائي؟
اڪيلي ٽوري دير ٿي آھي ڇا؟ ائين چئي ھو ا، تہ
ويھندي، حڪيم کي بادشاھ جي تنبوءَ ۾ وٺي ويو.
پٺيانئس سرڪينوٿ سان گڏ گرنڊ ماسٽر ۽ مارڪئس بہ
ويا. انھن ٻنھي کي ڏسي بادشاھ چيو: ٻلي آيا! اوھين
ڏسو آيا آھيو تہ رچرڊ ڇاٽي واٽي ڪيئن ٿو ڪوھ، ۾
ٽپو ڏئي! سرٽامس! اسين سڀون ڪي ٻچون، تہ ٻہ
تنھنجي مھربانيءَ لاءِ ڪيڏو احسانمند آھيون. سرڪينيٿ،
اوھان جو ٽورو اسان کي نہ وسرندو، جو اسان کي
ھيءَ حڪيم آڻي ڏنو اٿوَ. ھاڻ حڪيم صاحب سگھو
اچي اسان جو علاج ڪريو.

---

# باب پنجون

## جھنڊي تان جھڳڙو

حڪيم اڪيئي ٻادشاھہ جي بيماريءَ جي ارڪانن ٻابت پڌو ھو، تنھن ھوندي بہ ھيئر ڪجھ مھل تائين سنديس نار جاچڻ لڳو. پوءِ صفا پاڻيءَ جو پيالو ڀري ڪيسي مان ھڪ ڪارڙھي دوا ڪڍي، ان ۾ وڌائين. جڏھن ڏٺائين تہ دوا ڪري پاڻيءَ سان ملي ويئي آھي، تڏھن ٻادشاھہ کي پيئڻ لاءِ ڏنائين. ٻادشاھہ سندس ھٿ جھلي چيو، ٿورو ترسو. توھين حڪيم آھيو تہ اسين بہ طب ڄاڻون. توھان اسان جي نبض ڏٺي آھي، ھاڻ اسين اوھان جي نبض تپاسينداسون. حڪيم اھيءَ ساعت پنھنجي ٻانھن ٻادشاھہ جي ھٿ ۾ ڏني، جنھن ھاڪ تائين جاچي چيو: ھن جي رڳن جو رت معصومن جي رت وانگي آھي. جيڪي حاڪمن کي زھر ڏيڻ چاھيندا آھن، تن جي نبض اھڙي سوڌي نہ ھلندي آھي. مرڻامس! ھاڻ اسين مرون خواھہ بچون، تہ بہ حڪيم صاحب کي انعامن اڪرامن سان سلامت روانو ڪجو. ھيئر جي سچ پچ اجل اچي وڃي تہ بہ جيڪر سلطان صلاح الدين جي ايڪ ايتيءَ ۾ شڪ ڪونہ ليون. جيڪڏھن قسمت ياري ڪئي، ۽ جيئرا اڀاسون تہ سلطان جي منھن مقابل ڄڄھي شڪرگذاري ڪنداسون، جو دشمن ٿي اسان جي علاج جو بندوبست ڪيو اٿس.

بادشاھ پوءِ سڄوئي پيالو ھڪڙي ئي ڍُڪ مان
پي ويو، ۽ بستري تي ليٽي پيو. اک ڇنڀ ۾ ننڊ
کڻي ويس. پوءِ سڀ تنبوءَ مان نڪري ٻاھر ويا،
باقي حڪيم ۽ سرٿامس بادشاھ وٽ رھيا. تنبوءَ جي
چوڌاري ڪيترا سپاھي ترارين ۽ نيزا کڻي پھري تي
بيھي ويا. ھيترو لشڪر تنبوءَ جي چوڌاري ھئي ڦريو
ته به پُون پٽڪو ڪونه ٿي ٿيو. سڀني جا منھن ڦڪا
ھئا، ۽ اھڙي سُنّ کڻي اختيار ڪئي ھئائون، جو ڄڻ
ته ماتم ۾ ھئا. مارڪئس ۽ گرئنڊ ماسٽر جنھن وقت
بادشاھ جي تنبوءَ مان ٻاھر نڪتا، تنھن وقت پھريدارن
کين عزت ڏيڻ لاءِ پنھنجا ھٿيار ھيٺ ڪيا، پر سندين
اھا ئي حالت ھلي آئي.

مارڪئس، اٽليءَ طرف مانسيريٽ نالي ھڪ ڏيھي
رياست جو والي ھو. سندس نالو ڪانريڊ ھو. ٽين
ڌرمي جنگ پيري انگريزن ۽ فرينچن جي اچڻ کان
اڳ، ڪروسيڊرن سندس موھنداريءَ ھيٺ ٽائر نالي
ھڪ شھر، ترڪن جي ڪاھڻ کان بچائي ورتو ھو،
تنھنڪري ھي ٽائر جو شھزادو به سڏبو ھو. ھينئر
ڪروسيڊرن جو سرڪردو رچرڊ بادشاھ ھو. مارڪئس
چاھيو ٿي ته اسين جيڪڏھين ترڪن کان کٽينداسين،
ته به نالو رچرڊ جو نڪرندو. پوءِ اسان کي ڪھڙي
ڪتي پئي آھي، جو پنھنجو لشڪر ويھي مارايون؟
ٽيمپلرن جو گرئنڊ ماسٽر فرانس جو ويٺل ھو. ھو
به مارڪئس جھڙو طمعي ھو. ھن ويڙھ ۾ ٿيڻي رچرڊ

کي پنهنجو سرڪردو ڪيو هو ته هو (رچرڊ) وري هنن ميڙني کي پنهنجو پوئلڳ ڪري سمجهندو هو. رچرڊ جي اهڙي هالت کنهن کي به نئي وڻي. هيٺر هي سڀ هتي اچي ڦاٿا هئا، ۽ سلطان سان صلح ڪرڻ لاءِ آتا هئا.

مارڪئس ۽ گرئنڊ ماسٽر، جو رچرڊ بادشاهه کي ڇڏي ويا هئا، سو رڳو ٻاهريون پنو رکيو هئائون. دل ڪري ائين پئي چاهيائون ته رچرڊ اڄ مري ته سڀان پيون ڏينهن نئي. هيٺر هي پيئي چٽا ڪنهن خلاصي هنڌ ويهي، پاڻ ۾ پهه ڇائڻ لڳا ته آئيندي ڪهڙو قدم کڻجي. ڳالهين ڪندي گرئنڊ ماسٽر چيس: هڪ ڳالهه مون اجا نه سمجهي آهي. سچي منڊلي، جو سٽل چيتي واري سردار تي صلح جي پيغام پهچائڻ جو ڪم رکيو، سو ڪهڙي سبب؟ مارڪئس چيس: انهيءَ ۾ معنيٰ هئي. سلطان جو چوڻ هو ته صلح تڏهن ڪبو جڏهن رچرڊ بادشاهه پاڻ اها ڳالهه چوريندو. منڊليءَ وارن جو مطلب هو ته رچرڊ کي پڏائڻ کان سواءِ اهو ڪم ڪجي. جڏهن ڪم ٿهي راس ٿئي، تڏهن رڳو ڪن تي پرلاءِ وجهجيس. هنن چاتو ٿي ته سرڪينيٽ کي جيڪڏهن صلح جي پيغام پهچائڻ لاءِ موڪلبو ته سلطان هن جي اچي چمڙي ڏسي، ضرور ائين سمجهندو ته رچرڊ موڪليو اٿس. شهزادن کي اها به خاطري هئي ته سرڪينيٽ کي رچرڊ وٽ وجهڻ جو ڪوبه وجهه ڪونه ملندو، جو انگلنڊ وارن کي سڪاٽلنڊ

وارا ڏاڍا ڪين وڻن. اهي ڳالهيون ڪٿي هنن مرڪينٽ
تي اهو ڪم رکيو هو.

گرئنڊ ماسٽر چيو: مارا ڏاڍي حرفت ڀڪيڙي هنائون.

مارڪئس چيس: "پر ڏسو ته ٿي ڇا پيو! پيغام
پهچائڻ جي جهڻ تسي پڳ رکي سون، سو موٽندي
هڪ حڪيم پاڻ سان وٺي آيو آهي ته رچرڊ چڱو ڀلو
ٿي، امان سيڻي جو لئين سر رت پيئي، پر رڪو ڏٺيءَ
تي. حڪيم جيسين هن کي چتائي ٿي چتائي، تيسين آءٌ
رنڊٽي ۽ رولو وجهي ٿو ڏيانس. آسٽريا جي ڊيوڪ
کي اهڙو چيڙي ٿو ٻيهاريان، جو رچرڊ کي بسٽري
تان اٿي سان اول پنهنجي گهر ٺاهڻ جي لڳندي، ۽
ڪروسيڊرن کي جنگ جي ميدان ۾ ولي هلڻ جو ٽيڻ
صفا ڊاهڻو پوندس. هنن ٻنهي ڪنڌ ڪوٽيندڙن ٺهراءُ
ڪيو ته اهي ٻ گهر (انگلنڊ ۽ آسٽريا) پارجن.

آسٽريا جي گرئنڊ ڊيوڪ جو نالو ليوپولڊ هو.
اول هن جو پاڻ اهو مطلب هو ته رچرڊ سان دوستيءَ
جو ناتو وڌائجي. اهيءَ مراد سان هن هتي اچي،
ماڻس گهڻي لڙهه وڙ رکي، پر "آڻان مينهان دا ڪيها
ميلا؟" رچرڊ پنهنجي نارمن گهراڻي وارن وانگر
شراب خاني خراب کي ڇهندو به ڪين هو ۽ آسٽريا
جي ڊيوڪ کي پيالي پٽيءَ کان سواءِ سرندي ڪين
هئي. رچرڊ کان جرات ۾ به گهڻو گهٽ هو، تنهنڪري
هن گهڻو ڳهاڻل مائل ٿيڻ ته ڪونه ڏنس، پر پاڻ
سندس لاءِ دل ۾ حقارت ڏارڻ لڳو، جا وقتي ظاهر

۾ ڪندو هو. رچرڊ جي اهڙيءَ حالت ڪري ليوپولڊ
۽ ٻوءِ ڪيس ڏڪارڻ لڳو. هنن ٻنهي جي وچ ۾
فرانس جي بادشاهه فلپ هيڪاري نفاق وڌايو. فرانس
۽ انگلنڊ اڳيئي پاڻ ۾ چالاڪيا مکيس هئا. هتي
اچڻ کان ٻوءِ فلپ کي دل ۾ آيو ته آءٌ رچرڊ کان
وڏو ليکجڻ ۾ اچان، تنهنڪري هن پنهنجي پاريءَ
کي زور وٺائڻ ۽ رچرڊ جي پاريءَ جي زور گهٽائڻ
لاءِ، سڀني شهزادن کي انهن ٻنهي ذهن نشين ڪرايو،
ته رچرڊ رکيو انگلنڊ جي ناماچار ڪڍڻ لاءِ ڪروسيڊرن
جو سرڪردو ٿيو آهي. اسين سندس زبردست آهيون
ڪيئن، جو سندس جهنڊي هيٺ لڙون؟ انهي چيڙچاڙ
ڪري ڪروسيڊرن جي ڇانوڻيءَ ۾ ڏاڍير جا آثار
اڳيئي ڏسڻ ۾ ٿي آيا.

مارڪئس جنهن وقت انگلنڊ ۽ آسٽريا جي وچ ۾
ناسازي پيدا ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو، تنهن وقت
شهزادن جون دليون اڳيئي حسد وچان اٿيل هيون،
جنهنڪري آسرو هوس ته سولائيءَ سان مچ مچائي سگهبو.
هن ٻوءِ اماڻ وجهي آسٽريا جي ڊيوڪ جو رچرڊ
جي جهنڊي ڏي ڌيان ڇڪايو ۽ چيائينس: "رچرڊ
اڳيئي اهڙيو وتي، وڌيڪ هن کي پنهنجو جهنڊو
پڻ سڀني جهنڊن کان مٿي هڻو ڏنو آئو ته هن
جون اکيون هيڪاري وڃونءَ وانگر ڪاهار ۾ ٿيون
آهن. هاڻ ڪنهن جي ٻه نئو پڏي. اوهان جهڙن
خانداني حاڪمن کي ٻه ڪاريون ڏيندي ڪو خيال

نٿو ٿئيس. اوهان جي هيئن پيو لاهڻي لاهي ته اسان
جا ڪجهه ٻيا ڪرن، پر توهين هن جون سڀ ڳالهيون
ڪنن پليان ڪري، سردار ڪري پيا سمجهوس! توهان
تي هٿ ساهي ڏنا اٿس ته هاڻ اسان کي ڪڇو ڪانهن
پيو اچي. پر انهنجي قسمت کي ڇئون. اوهان جهڙا
بهادر اڌا لڪر تي ويٺا آهن ته پوءِ اسان غريبن
کي ڪيهڙو، هن لاءِ ڇو ڪين آسان ٿيندو!

مارڪئس اهڙيءَ طرح ڇيڙيس ته هن جو رت
ٽهڪڻ لڳو. آسٽريا جي ڊيوڪ پوءِ پڪو ارادو
ڪيو ته يا رچرڊ جو جهنڊو صفا لاهي ڦٽو ڪجي يا
پنهنجو جهنڊو بہ ايتروئي مٿي کوڙجي ته سڀڪو
سمجهي ته اسين ڪانئس گهٽ ڪونه آهيون. هو پوءِ
پنهنجا ماڻهو سنبرائي جهنڊيءَ واري جاءِ ڏي ويو.
مارڪئس سمجهيو ته هاڻ ڇڻ ته سوسڙي دکي، سو
کوڙ سان تکي پڄي ويو، جو هاڻ ڏلو ڪراڻو
نه هوس.

رچرڊ بادشاهه اڃا پنهنجي تنبوءَ ۾ سُتو پيو هو.
جنهن وقت حڪيم سمجهيو ته هن کي ننڊ مان جاڳائڻ
۾ ڪا حرڪت ڪانه ٿيندي، تنهن وقت هڪ ڪکر
پيچائي، بادشاهه جي منهن تي گهمايائين ۽ سندس
نبض ڏسي چيائين: هاڻ تپ صفا لٿي ويو آهي. اتي
بادشاهه اکيون کوليون ۽ چيائين: برابر، هاڻي بخار
ڪونهي. پوءِ سرڪاس کي حڪم ڏنائين ته اسان جي
خزاني مان ڏهه هزار مهرون ڪڍي، حڪيم صاحب

کي ڏي، جيڪڏهن ايتريون ٻهرون هڪيون حاضر
نہ هجن تہ جيڪي ڪُنن تن جي عيوض جواهرات
ڏينس. حڪيم پنهنجو شان رکي چيو: قبلا، ڌڻيءَ جي
بخشيل حڪمت هي بندو ناڻي تي نہ وڪڻندو آهي
هن بندي لاءِ اهائي خوشي بس آهي، جو ڌڻيءَ جي
فضل سان سائينجن جهڙو وڏو حاڪم سندس هٿان
چڱو آهي. حضور جن وري بستري تي ليٽي ٿورو
آرام ڪن. بادشاهہ چيس: اوهان جو چوڻ تہ ضرور
ٻجيو، پر پڌو تہ سهي تہ ٻاهر ڪيڏو نہ گوڙ گهمسان
متو آهي! سرٿامس تون يڪدم خبر ڪيري اچ تہ
چانوٽيءَ ۾ باجا ڇالاءِ ٿا وڄن؟ بادشاهہ جو حڪم
ٻڌي، سرٿامس ٻاهر ويو ۽ اتي ئي موٽي اچي چيائين تہ
قبلا، آسٽريا جو حاڪم ليوپولڊ پنهنجي ٻالي-ٻاين
جو ميڙ وٺيو ڪنهن ڪيل لاءِ پيو وڃي. رچرڊ
ڪاوڙجي چيو: الهيءَ شرابيءَ بيوقوف کي اچ نٿي
اچي. اهي لشا لشا پنهنجي تنبوءَ اندر اٿو ڪري.
ٻيٺي عيسائين جي وچ ۾ پنهنجا وکا ٿو پڌرا ڪري.
پڌڻ ويو آهي وسري لنڊڻ آيو آهي ياد! اوڏيءَ
مهل مانٽيريٽ جو مارڪئس ڪانريڊ پاڻ کي
سرخرو ڪرڻ خاطر بادشاهہ وٽ ڪرڙڪ ڏين لاءِ
آيو. بادشاهہ پڇيس: آسٽريا جو حاڪم پاڻ کي
هيٺن بدنام ڇو ڪري سا ڳالهہ ٿوي ٿي؟ ڪانريڊ
اول بادشاهہ جي تندرستيءَ جو ذڪر ڪندي چيو
تہ ڏاڍو خوش ٿيو آهيان، جو حضور جن، ڪن جو ڪن ۾

ايتريقدر شفاياب ٿيا آهن. وري آسٽريا جي حاڪم
جي ڳالهه ڪري چيائين: آرچ ڊيوڪ ليوپولڊ جي
ڪنهن نه ڪنهن کي ڪو ايڪي ڪونه ٿو، مگر هي
اهڙو خراب ڪم ڪيو اٿس، جنهن ۾ جيڪر ڪڏهن
به ساڻس شامل نه ٿجي. حضور جن کي شايد خبر ڪانهي
ته هو چالو ڪري. هو انگلنڊ جو ڪٽل جهنڊو
لاهي، پنهنجو جهنڊو ٿو کوڙي. مارڪئس جي هيءَ
ڳالهه ٻڌي بادشاهه شينهن وانگر گجڻ لڳو. مارڪئس
چيس: قبلا، اوهين پنهنجو من نه تپايو. بيوقوفن کان
ڪم مڙيئي بيوقوفيءَ جا ٿيندا.

رچرڊ هڪدم اچانڪ ماري بستري تان اٿيو ۽
اڪيچن ۾ ڪپڙا ڍڪيائين. مارڪئس کي چيائين:
اسين اوهان کي حڪم ٿا ڏيون ته اوهين هاڻ اسان کي
ڪجهه به نه چئجو. هيئنر اسان سان جيڪو هڪڙو اکر
ڳالهائيندو، تنهن کي اسين پنهنجو دشمن ڪري
سمجهنداسين. حڪيم صاحب، اوهين به مٿان کي
هيئنر ڪڇو. ائين چئي بادشاهه تنبوءَ جي سرخ مان
تسرار ڇوڙي، تڙتڪڙ ۾ ٻاهر نڪتو. بادشاهه جي
اهڙيءَ حالت تان مارڪئس اهڙي ڏيکاري ڏني، جو
چڻ ته ڏاڍو عجب لڳو هوس. هو ٻوءِ وڏي سرٿامس
جي ويجهو ويو، پر هن رخ به ڪونه ڏنس. سرٿامس
هاڻ به لهڙ ٽپ تنبوءَ کان ٻاهر لڪتو ۽ هڪ گهوڙيسوار
کي حڪم ڏنائين: يڪدم لارڊ سلسبريءَ ڏي آذام ۽
وڃي چئينس ته ڪجهه لشڪر ولي سنت ٿي سينٽ جارج جهنڊ

تي امان جي هٿيان اچي. پڌانجانس ته بادشاه جي لڳن مان تپ لهي ويو آهي ۽ هينئر ڪاهار وڃي ورتو اٿس.

سرڏامس هيئن قاصد ڊوڙايا ۽ لشڪر ڪٺا ڪيا ته چانوٽيءَ ۾ قسمين قسمين هل پوڻ لڳا. اها ڏرتيءَ جي مهل هئي. سٺي اوڏيءَ مهل اڪ ئي لاتي، پر هينئر جو گوڙ مٿو سو خلقون اچي مڙيون. ڪن اهو هٿل هلايو ته ترڪ ڪاهي آيا آهن. ڪن هل هلايو ته بادشاه کي مارڻ جو منصوبو ٿيو آهي. ڪن وري اهو هٿلايو ته بادشاه جو تپ وکهي چالاڪو ٿيو آهي. ۽ ڪن الهن کي رد ڏيئي هيئن چيو ته آسٽريا جي ڊيوڪ رچرڊ بادشاه جو خون ڪيو آهي! مطلب ته جيترا ماڻهو تيتريون ڳالهيون. خود ڪيترن اميرن کي ڳالهه جو پورو پتو ڪونه ٿي پيو. هو جون ته اسين ڳالهه سمجهون ته پوءِ پنهنجي لشڪر کي ان موجب هدايت ڪريون، انهين نه ٿي جو مرڳو اڳتو قدم کڻي، پاڻ کي اڏو اچون. انهيءَ وچ ۾ انگريزي لشڪر جي سپه سالار توتاڙا وڄائي، پنهنجون پلٽڻيون ڪٺيون ڪيون. سڀ سپاهي ڍالون، ڀالا، تير، ڪمان ۽ تراريون کڻي تيار ٿي آيا. بادشاه ڪنهن به آواز تي ڏيان ڏيڻ ڏران زوم مان سينٽ جارج جبل ڏانهن سنئيندو ويو. ساڻس ڪڏ فقط سرڏامس ۽ ٻه خانگي نوڪر هئا. چيتي واري سردار جو پريان پنهنجي تنبوءَ وٽان بادشاه کي هيئن جوهه مان ويندو ڏلو، سو يڪدم ترار ڀري، ڊوڙي وڃي سرڏامس سان مليو. چوڏاري آسٽريا جو

ڪنهن ۾ ٻين قومن جو ميڙ مڙيو پيلو هو، انهن سڀني
جي وچان واٽ ڪري، رچرڊ جبل جي چوٽيءَ تي
چڙهي ويو. انگلنڊ جو جهنڊو اڳا کتو پيئو هو، ۽ ٻر
ان جي پرسان آسٽريا جو جهنڊو به کپي ويو هو.
جهنڊن وٽ آسٽريا جو ڊيوڪ پنهنجن سنگتين ۽ خدمتگارن
سان گڏ اهڙو سرهو منهن ڪيو پيئو هو، جو ڄڻ ته
ڪا وڏي کيپ ڪئي هئائين. رچرڊ اشڪر وچان واٽ
ڪري، وڃي سامهون پيئس. هڪدم آسٽريا جي جهنڊي
۾ هٿ وجهي، شينهن جهڙي ڪچڪوڙ ڪري چيائين:
اهڙي جرات ڪنهن کي ٿي آهي، جو انگلنڊ جي
شاهاڻي جهنڊي جي پرسان هيءَ ٽڪڙي کڙي ڪئي اٿس؟
ليوپولڊ، ڪو رڍ جهڙو ماڻس نه هو. هو ڏنڊين
ڏاند هو، تنهنڪري هيسجي ڪين ويو. هن کي اهائي
حيراني لڳي ته، هيءُ جو هڙو مرڻينگ حالت ۾
پيو هو، سو ايتري وقت ۾ اهڙو ٻاڻ ڪنهو اٿس جو هيڏي
چاڙهي چڙهي، مون سان هٿ اٽڪائڻ آيو آهي!
اني رچرڊ ٻيو ٻيرو زور سان ساڳيو سوال پڇو. ليوپولڊ
هن جي هڙي آڪڙ ڏسي، سندس روڪڻ لاءِ چيو:
اهو جهنڊو مون آسٽريا جي ليوپولڊ کڙو ڪيو آهي.
رچرڊ چوڻ مان چيس: آسٽريا جي ليوپولڊ کي هن
کهڙيءَ پتو پوندو ته سندس جهنڊي ۾ سندس سرداريءَ
جو انگلنڊ جي رچرڊ وٽ ڪيترو ملهه آهي.
ائين چئي زور سان زمين مان اشان پٽي ڪڍيائين
۽ پيرق ڦڙي چيهون ڪيائين، ۽ جهنڊي ۽ڏاڻ

ٻئي لٽون رکي چيائين: آسٽريا جي جهنڊي جو اسان
وٽ اڄهو اهو مانُ آهي. هاڻ ڏسون ته اوهان ۾
ڪهڙي ٻولي آهي جا اسان کي ساهون ٿي ٿئي؟
رچرڊ هيئن للڪاريو ته آسٽريا جي سردارن مان هرهڪ
واکو ڪري چيو: آءٌ_آءٌ_آءٌ.

خود آسٽريا جي ڊيوڪ به چيو: آءٌ تنهنجي خبر
وٺندس. هنگريءَ جي هڪ جوڌي جوان پنهنجي
ديس-ڀاين کي ٻڪاري چيو: پيارا ڀائرو، اسان جي ملڪ
جي آبرو هيئن لتاڙجي ۽ اوهين ٻوٽ ٻڌي
ائين رهو، سا ارمان جي ڳالهه آهي. هينئر رک-رکاءُ
ڪرڻ اجائي آهي. ڀاڻ مرندي ڪهڙا سين؟ اسان
جي ڳنر تي جڏهن لت آئي آهي تڏهن اسان کي هٿن
جي صفائي ڏيکارڻ گهرجي ۽ انگلنڊ جي آبروءَ کي
خاڪ سان ملائڻ گهرجي. ائين چئي، هن پنهنجو خنجر
مياڻ مان ڪڍي، رچرڊ کي ڪلهي وارو ڌڪ ٿي
هنيو، ته ستل چيتي واري سردار مڙسي ڪري اهو
ڌڪ پنهنجيءَ ڍال تي جهلي ورتو، جنهنڪري
بادشاهه بچي ويو.

رچرڊ چيو: اسان قسم کنيو آهي ته جنهن جي
ڪلهي تي صليب جو نشان هوندو، تنهن تي ڪڏهن
به هٿيار نه هلائيندا سين، تنهنڪري اي هنگريءَ جا
جوان، ڀلي جي ۽ جيڪو دم جئين، سو انگلنڊ جي
رچرڊ جا ڳڻ ٻهو ڳائجان. ائين چئي، رچرڊ وڃي
ٻڪ وڌس ۽ ڀاڪر ۾ ڀري، وٺي جو ڪئي اڇلايائينس

ته هو ٽڪريءَ تان ڦيرائيون کائيندو اچي هيٺ ڪِري پوا
رچرڊ جو هوڙ ۽ پهلوانيءَ جو ڪم ڏسي مخالف ڊر
جون واڳون ولهايون ٿي ويون. ڪنهن کي به اهڙي
جرات نه ٿي جو هن سان سينو ساهي سگهي. آسٽريا
جي فوج مان جيڪي سپاهي پريان بيٺا هئا، تن گهٽيءَ
وات سات ڪيا. جي: هن انگلنڊ جي ڪتي کي ڪهڙي
ڳتڙا ڳتڙا ڪرڻ گهرجي. جيڪي ويجهو بيٺا هئا تن
پڪاريو: سانت! سانت! مگوري صليب جي صدقي
سانت ڪريو! پاڪ ڪليسا جي نيت مات ۾ رهو.
ايتري ۾ لارڊ سئاسبري پنهنجي لشڪر سوڌو ويجهو
پهندو ڏسڻ ۾ آيو. ساڳي وقت فرانس جو بادشاهه
فلپ به پهچي سردار پاڻ سان وٺي دريافت ڪرڻ آيو
ته هيءُ هل هنگامو ڇا لاءِ ٿيو آهي. هن جو ڏاو ته
رچرڊ بيماريءَ مان اٿيو آهي ۽ آسٽريا جي ڊيوڪ
سان بي آبروئيءَ جي هلت ڪري رهيو آهي، سو حيران
ٿي ويو. رچرڊ کي چيائين: جيڪي پاڪ صليب جي
صدقي هتي جنگ جوڻ آيا آهن، سي پاڻ ۾ وڙهي
ڊانگا ٿين، سا ڳالهه اسان جي منهن تي ٺٺي پئي.
هيئن هڪٻئي جو رت ڇٽڻ ٺيڪ نٿو ٿئي. رچرڊ جو ڏاو
ته هي مون کي آسٽريا جي ڊيوڪ جوڙو سمجهي، لائون
لو ڳالهائي، تنهن ڪاوڙجي چيس: اهو پنهنجو سمجهائڻ
بند رکو. هي ڊيوڪ آهي يا شهزادو آهي يا ڪير
به آهي، پر جنهن صورت ۾ اسان جي بي ادبي ڪئي
اٿس، تنهن صورت ۾ اسان کيس سيکت ڏيڻي آهي،

لہ، ڪنهن جي ڪتي کي هٿ لائجي، نہ پنهنجو پٽ
ڦاڙائجي. اتي ڊيوڪ وڏي فرانس جي بادشاھہ جي
سامهون ٿيو ۽ چيائينس: آءٌ اوهان کي توڙي سڀني
حاضر شهزادن کي وينتي ٿو ڪريان تہ اوهين هن
ڳالھہ جو نياءُ ڪريو. هن انگلنڊ جي بادشاھہ منهنجو
ڪتل جهنڊو ٽنگي ڦاڙيو آهي، ۽ ان کي لتون هنيون
اٿس. ۽ ائين ڪرڻ ڪري منهنجي گهڻي آبرو ورتي
اٿس. رچرڊ چيو: برابر، پر هن سبب، جو هن بي ادبي
ڪري، اهو اسان جي جهنڊي جي پر ۾ کوڙيو، اسان
سان هي برابري ڪندو تہ سندس جهنڊي جا بيشڪ
اهڙا حال ڪنداسين. فلپ چيس: پيارا انگلنڊ وارا
ڀاءُ، اوهين ٿوري سات ڪريو تہ آءٌ ڊيوڪ کي سندس
چُڪَ سمجهايان. هن پوءِ آسٽريا جي ڊيوڪ کي
چيو: اوهين ائين نہ سمجهو تہ انگلنڊ جي بادشاھہ
کي پنهنجي چانوڻيءَ ۾ سڀني کان مٿي جهنڊي هڻڻ
جي موڪل ڏني اٿون، تنهنڪري اسين سندس
ٻچ-لڳو ٿي پياسين. اسين خود مختيار آهيون، انگلنڊ
جي ايل ڪولہ پيا آهيون. پر جنهن صورت ۾ هتي
سڳوري صليب خاطر سپاهي ٿي لڙڻ آيا آهيون ۽ رچرڊ
کي سنديس سورمائيءَ سبب عزت آبرو ڏيئي، پنهنجو
سرڪردو بنايو اٿون، تنهن صورت ۾ اوهان کي هن
سان هتي ڪاهو هٿڙ نہ ڪرڻدو هو. هاڻ اوهين جڏهن
پنهنجي اهڙيءَ هلت لاءِ افسوس ظاهر ڪندا، تڏهن
جيڪا بي عزتي انگلنڊ جي بادشاھہ اوهان جي ڪئي

آهي، تنهن جو بدلو اوهان کي وٺي ڏيو. ڊيوڪ
ڪاوڙ مان چيو: صليب وارن سڀني سردارن جو سيڙ
ڪوٺائي، اهو معاملو پڙيءَ سڀا ۾ انيربو. اها ڳالهه
ڦاٽ ڪري ٻه ٿي. رچرڊ ۽ ڊيوڪ کي چيائين: حال
پائرن والکر پاکر پائي هڪٻئي کان موڪلايو.
منڙيا مي جڙيا - هڪڙو ڇڏي ٻيو ٻيجي، تنهن جو ٻو رهيو
ڏٺي لا ٻچي، ڊيوڪ اندر ۾ ڪهڙو نئي ٻهو سر ٻيو، ٻر ظاهري
ڪجهه ڪڇڻ واجب نه سمجهيائين، انهيو وڌي، رچرڊ
جي ويجهو ٿيو. رچرڊ بپرواهيءَ سان چيو: اسان کي نڪو
بيوقوفن جو، نڪي سندن بيوقوفيءَ جو خيال ڪرڻو
آهي. اتي ڊيوڪ خار ڪائي، ٻوڙتي هنيو. رچرڊ چيو:
ڪن ماڻهن کي ڪڙ ڪهڙي واري همت ٿيندي آهي، جا
رات جو ڏسڻ ۾ ايندي آهي. اسين هاڻ هيءُ پنهنجو
جهنڊو پهري ڏاران نه ڇڏينداسون. ڏينهن جو ته ڪو
مريان شينهن جي اک مٿس هڻي ڪري ڪو ويجهو
نه ويندس، پر رات جو ڪو راکو هٿي ضرور بيهارڻ
کپي. پوءِ سرڪينيٿ کي چيائين: جيتي وارا بهادر!
اوهان جي اڳيئي اسان تي مهرباني آهي، جنهن جو
جوڳو عيوض اوهان کي اوس ڏبو. هي انگلنڊ جو
جهنڊو هاڻ اوهان جي سنڀال هيٺ اٿو. سڄي رات
اوڀاڳو ڪري، هن تي پهرو ڏجو. هتان ٿن والن
کان پري هرگز نه چرجو. جيڪڏهن جهنڊي جو
ڪو نقصان يا بي عزتي ڪرڻ اچي، ته سر جي ست
ڏيئي به ان جو بچاءُ ڪجو. اوهين پڻ مڙسن جا مٺ

# باب ڇهون

## ڪلهي مان ڏِل

اڄ رات جي مهل هئي. چوڏهينءَ جو چنڊ اهڙي
سهائي لائي بيٺو هو جو ڌرتيءَ تي چڻ ته رُپو پلٽجي
ويو هو. اهڙي وقت سڪاٽلنڊ جو سر ڪينيٿ ٻڪي سر
انگلنڊ جي جهنڊي جو راکو ٿيو بيٺو هو. ساڻس فقط
روسوال نالي هڪ قداور ۽ سڙ وڙ شڪاري ڪتو
هو، جو هن اڪيلي ميدان ۾ هن جو وڏو مددگار
هو. چانوڻيءَ جي پهريدارن رکي رکي پئي پڪاريو،
ته ڪتي اهڙي ٻُونڪار ٿي ڪئي جو چڻ ته هنن
کي جواب ۾ چيائين ٿي ته، آءٌ به پنهنجي مالڪ سان
ڪڏ هوشيار آهيان ۽ پهري تي خبردار آهيان. ڪنهن
وقت سر ڪينيٿ هڪ هنڌ سٽڪ ٿي بيهي رهيو ته
ڪتو اهڙيءَ طرح پيچ اوڏيندو هئن کي پئي چنبڙيس،
جو چڻ ته پهري تي هوشيار رهڻ جو تاڪيد
ٿي ڪيائينس.

نشان جي نزديڪيءَ ۾ بسار ڪندي سر ڪينيٿ
کي اها سهڻي صورت ياد آئي، جنهن جو مشاهدو
اينگاڊيءَ واريءَ مڙهيءَ ۾ ماڻيو هئائين. اها ڏڄ سچ
جهڙي ٻالهن، رچرڊ بادشاهه جي سوٽ هئي. هيءُ
عاشق زار انهيءَ دل-گهرڻي دلدار جي سار سببان
بيقرار ٿيو، پر ڪيڏانهن هن صاحبزاديءَ جو مانُ مرتبو،

آهيو، تنهنڪري جيڪڏهن تي چڙهيا يا وڏيڪ اوهان تي حملو ڪن، ته يڪدم پنهنجو ٻوٽاڙو وڄائجو، ته اسين به انهيءَ دم اوهان جي واهر لاءِ ڊوڙي ايندا سين. ڪيئن، جهنڊي بچائڻ جي جوابداري پاڻ تي ڪٿو ٿا؟ ڪپتان چيو: گهڻيءَ خوشيءَ سان. انهيءَ ڪئپتان ته منهنجي سڀ لٺي، ڏڙ ڪان ڏار ڪجو. مون کي رکو ٿوري ساعت اجازت ڏيو ته آءٌ هٿيار پنوهار ڀري اچان. هو پوءِ انهيءَ دم زره ڍڪي ۽ هٿيار ڀري، جهنڊي جو واهي ٿي اچي بيٺو. رچرڊ ۽ فاپ پوءِ هڪٻئي کان موڪلائي هليا ويا، ۽ وڃي پنهنجي پنهنجي ماڻهن سڏ کي ٿيا. مارڪئس هيئنئر ڪڇيون هڻڻ لڳو، جو ڏٺائين ته سندس حرفت هٿي وڃي هٿ ڪيو هو.

۽ ڪهڙانهن هن جنگي جوان جو درجو؟ ظاهري اها
ڳالهه ناممڪن پئي ڀانئجي، ته اها حسن جي ڪاڻ
ڪنهن به ولت هٿيالو پڙي، هن سان لائون لهندي.
هيترا ڏينهن نااميديءَ جو ڪڪر هن جي دل تي
غبار لايو بيٺو هو، ته به محبت جو مچ دٻيل باهه
جيان، سندس دل ۾ پئي دکيو ۽ هن وقت هن اڪيلي
پٽ ۾ درد جا دونهان هن جي اندر مان اٿڻ
لڳا. هينئر هڪ آلت دل کي هوس. هيترن جنگي
جوڌن مان رچرڊ هن کي شرف ڏئي، پنهنجي جهنڊي
جو پهريدار بنايو هو، سا هڪ وڏي ڳالهه هئي.
انهيءَ زماني ۾ جن سورمن کي اهڙو جوابداريءَ جو
ڪم سپرد ٿيندو هو، سي ائين سمجهندا هئا ته
بادشاهه اسان تي وڏي نوازش ڪئي آهي، ۽ اسان
کي پنهنجو هذرت ڪري ٿو سمجهي. هيءَ به دل
۾ ائين سمجهڻ لڳو ته بادشاهه جو مون تي هيڏو
ڇٽ رکيو آهي، سو جي پنهنجي سوٽ ڪنهن وقت
مون سان پرڻائي، ته عجب ڪونهي. وري پنهنجي
پهري جي ڳالهه ڳڻيندي چوڻ لڳو ته پنهنجي مراد
حاصل ڪرڻ کان اڳ جي هن ماڳ تي مارجي
ويندس، ته انگلنڊ جو بادشاهه، جنهن مون کي هن
ڪم تي مقرر ڪيو آهي، سو اٿچو منهنجي خون جو
بدلو وٺندو، ۽ شاهي گهراڻي واريون مون لاءِ ڳوڙها
ڳاڙينديون، بلڪ ساري لوڪ ۾ منهنجو ناماچارو
ٿيندو. اها ڪا ٿوري ڳالهه نه آهي!

انهن وٺندڙ ويچارن ۾ هن جا ڪي ڪلاڪ سک-
سان ابري ويا. ڪنهن وقت سندس ڪتو ڪنڌي
کهور ڪري اٿيو ۽ پريان هڪ ٻاڇي ڏي ائر ڪري،
اها وٺي اچانڪ ڏناٺين، جو سر ڪينيٽ جا خيال
ٽٽي ويا. هن پاڻ ۾ ٻاڇو ڏٺو. امالڪ پنهنجو پالو
سنئون ڪري، هڪل ڪري پڇيائين: اڙي، ڪهڙو
آهين؟ پريان ڪنهن ڳيڙکي آواز سان چيو: اهو
چوپيرو شيطان جهلي قابو ڪر، نه ته اسان جو تو
تائين اچڻ نه ٿيندو. سر ڪينيٽ پڇيس: تون آهين
ڪير، جو منهنجي حد اندر پير پائي سگهندين؟ هتي
آيو نه آهين، ته مئو نه آهين. وراڻي مليس: جي
اهو ڪتو قابو نه ڪندين ته تيرڪمان ۾ وجهي
اهڙو چٽيندوسانس، جو سگهوئي دوزخ جا در
ڏيکاريندوسانس. اتي زهه جي ٽڪ پڌڻ ۾ آئي. سر ڪينيٽ
ڏمڪيءَ سان چيس: اها سيگ جا منبرائي اليٺي، ما
پاڻ وٽ سوگهي رک، ۽ يڪدم چانڊوڪيءَ ۾ نڪري
نروار ٿيءُ، ته آءُ ڏسان ته تون ڪير آهين. نه ته
هن پالي سان آفت ماري وجهندوسانءِ.

هو شخص جبل جي اوٽ ڇڏي، چانڊوڪيءَ ۾
سنئو ٿي بيٺو ته هن يڪدم سڃاتو ته هيءُ اينگيڊيءَ
جي مڙهيءَ وارو چامڙو آهي. سر ڪينيٽ پنهنجي ڪتي
کي ماٺ ڪرڻ لاءِ ٻچڪار ڏني. ڪتو پنهنجي مالڪ
جي سام سمجهي، ماٺ ڪري، جهنڊي جي پرسان

وڃي ليٽيو. چامڙي جڏهن سمجهيو ته مون کي سڃاتو
اٿس ۽ هاڻ ڪتو مون کي ڪين ڇوندو، تڏهن
سهڪي سهڪي، ڇاڙهيءَ تي چڙهيو. سرڪينٽ هڪ
ٿلهي تي ويٺل هو، تنهن جي ويجهو اچي، ڪمان
ڦيرائي ڏاڻي هٿ ۾ جهليائين ۽ پنهنجو ماٿو هٿ هن
کي هٿ ۾ ڏيڻ لاءِ ڏکو ڪيائين. سرڪينيٽ هٿ
هٿ ۾ ڏنس. اتي چامڙي خارن مان چيس: چوڪيدارا
توکي اسان جو مرتبو وسري ويو آهي ڇا، جو هٿ
هٿ ۾ نه ڏيئي، اسان جي آبرو ٿو وٺين. جيڪي
سچا عاشق هوندا آهن، سي پنهنجي قريب جي قاصد
جا پير به چمندا آهن. پر ٺهيو، تو شايد هاڻ هتان
کي پنهنجي دل تان لاهي ڇڏيو آهي. اتي هيءُ
عاشق پلڪڙو ٿيو، پر وري به پنهنجي نوڪريءَ جو
ارنو ڏاري لتوليءَ طور چيائينس: سائين، اوهان جو
مرتبو ڪنهن کي وسرندوا پر، معاف ڪجو، آءٌ
هتان ٿي ڪنڌ نوڙائي اوهان صاحبن جي قدمبوسي
ڪريان ٿوا اتي چامڙي جي تتل هنيانءَ تي چنڊو
پيو، چيائين: ٺهيو، هاڻ جن اسان کي توڏي موڪليو
آهي، تن جي حضوريءَ ۾ هڪدم هلي حاضر ٿيءُ.
نائيٽ نماڻائيءَ سان چيس: غريب نواز، آءٌ معافي
طلب آهيان. مون کي صبح تائين هن جهنڊي وٽ
پهري ڏيڻ جو حڪم مليل آهي، تنهنڪري مون کي
هتان چرڻو ڪينهي. ائين چئي هو ٿلهي تي پسار
ڪرڻ لڳو. اتي چاڙو وڌي هن جي اکيان ٿيو،

۽ هن کي پسار ڪرڻ کان روڪي چيائين: "جي
اسان جي حڪم مڃڻ کان انڪار ٿو ڪرين ته انهيءَ
جو فرمان ٻڌائيندا سونهءِ، جنهن جي حسن تي ديو ۽
پريون مستان آهن، ۽ جنهن جي تابعداريءَ ۾ رهڻ
لاءِ خود فرشتا حيران آهن. اتي هن عاشق کي شڪ
پيو ته منهنجي محبوب هن غلام کي مون ڏي موڪليو
آهي. وري اتي ئي غيرت آيس ته منهنجي مٺار منهنجي
لاءِ ههڙي بدوءِ بدڪار کي ڪيئن قاصد بنايو هوندو!
هن پوءِ سندس مٿنجهه ڪلڻ لاءِ کانئس ڪي سوال
پڇيا. جاسڙي جڏهن ڏٺو ته هن کي منهنجي ڳالهه
تي ڀروسو نٿو اچي، تڏهن هڪ هيري جي منڊي
ڪڍي ظاهر ڪيائين، ۽ چيائين: هيءَ نشاني جي
سڃاڻين ته پوءِ جنهن جي هيءَ منڊي آهي، تنهن جو
حڪم مڃي، اسان سان گڏجي هل، نه ته جيڪا توکي
چڱي لڳي، سا ڪر.

چنڊ جي روشنيءَ تي، هن عاشق پنهنجي معشوق
جي منڊي سڃاتي. اجا به جيڪڏهن ڪو شڪ هوس
ته منڊيءَ کي جيڪا گلابي رنگ ٻڌل هئي، تنهن
جي ڏسڻ سان اهو شڪ صفا لهي ويس. يقين ٿيس ته هيءَ
برابر انهيءَ دلربا جي نشاني آهي، جنهن تان آءٌ
جيڪر پنهنجو سر به صدقي ڪريان.

منڊيءَ ۽ رنگ ڏسڻ سان سرڪينيٽ کي هريندي
ته سٺن ولي ويئي، پر پوءِ قسم وجهي چيائينس: سچ
چؤ ته هيءَ نشاني توکي ڪنهن ڏني آهي، ۽ تون

هتي ڪهڙي ڪم آيو آهين؟ شهزاديءَ کي سڌ آهي
ته اڄ رات مان ڪٿي آهيان ۽ ڪهڙو جوابداريءَ
جو ڪم پاڻ تي کنيو اٿم؟ سڌ اٿس ته منهنجي جان
... ايترو چئي، ڏوڪا ڪيائين ۽ چيائين: منهنجي جند جان
منهنجي سڄڻ تان قربان! ساهه جو مون کي سانگو
ڪونهي، پر ايتري سڌ اٿس ته سڄ اڀرڻ کان اڳ
جي آءٌ پهرو ڇڏي ٻئي ڪنهن پاسي ويندس، ۽ پليان
ڪا خرابي ٿيندي ته منهنجي آبرو خاڪ ٿي ويندي.
سندس اهڙي مرضي آهي ڇا ته آءٌ سڀڪجهه سهسائي
سندس سلام تي هينئر هلان؟ نه نه، مون کي اها
دعا دل سان ٿي نٿي لڳي. آءٌ ته پانيان ٿو ته
شهزاديءَ رڳو هن غلام سان ڇرچو ڪري، تو جهڙي
قاصد کي هيڏانهن موڪليو آهي. اتي چانڊو اچي
کاٺو ۽ شوڪجي ڦوڪجي چيائين: تون جي عاشق
سچو هوندين ته اسان ڇا، جي ڪوڙو هوندين ته اسان
ڪوهه؟ اسان جي هاڻ الله واهي! ائين چئي، چانڊو
مٿنهن منهن تي چاڙهي هليو ٿي ويو، ته ستل چيتي
واري جوان ليلائي چيس: ترس، ترس! مون تي
ٿورو لاهه. مون کي پلا رڳو هن سوال جو جواب ڏي
ته منهنجي دل گهري دلدار هتان ويجهي آهي يا پري؟
چانڊي چيس: پنڌ جو ٿو پڇين؟ اهڙيون پڇائون
مزور ڪندا آهن، جن کي پنڌ پٽاندڙ مزوري ملندي
آهي. سڌ پنڌ هجي، ميل هجي، ڪوهه هجي، ڪي
جوجن هجي، ته به سچا عاشق اهڙا ڳالهه تي ابرابر به نه

آئي، اڪيون ڀوني اڏامندا ويندا آهن، ۽ جنهن صورت ۾ تنهنجي دل کي گمان ڪاڻي ويو آهي، تنهن صورت ۾ توکي ٻڌايون ٿا ته جنهن لائق شهزاديءَ اسان کي تو جهڙي نالائق ذي موڪليو آهي، سا هتان ايترو پنڌ ٻري آهي، جو اسين هتان تير آڇلايون ته اتي وڃي لڳاهه ڪري.

سر ڪينيٿ مان ڀيو ڪو هيئن ڳالهائي ها ته جيڪر ڏينهن جا تارا ڏيکاريس ها، پر هيءَ سندس پرينءَ جي پارڪان آيو هو، تنهنڪري هن تي ڪوسو نه ٿيو. هو وري به چڱيءَ طرح منڊي چٽائي ڏسڻ لڳو، جڻ ته پوري خاطري ڪرڻي هيس ته مون سان ڪو فريب ته ڪونه ٿو ٿئي. جڏهن پڪ ٿيس ته نشاني ڪوڙي ڪانهي، تڏهن چامڙي کان پڇيائين: مون کي اتي ڪهڙو وقت ترسڻو پوندو چا؟ چامڙي چيو: وقت! خبر نه آهي ته، تون وقت چا کي ٿو چوين؟ حقيقتون پهلوانن جو وقت سندن پهلوانيءَ جي ڪمن پٺاندر ڪٽيو آهي. سر ڪينيٿ چيس: اها ڳالهه پوري ڪئي اٿيئي، پر ٻڌاءِ ته هينئر سندس واسطي ڪو بهادريءَ جو ڪم ڪرڻو اٿم چا؟ اهو ڪم اهڙو ضروري آهي ڪيئن، جو رات جون هي ٻئي ڪهڙيون مهمل ڪري ڪين سگهبيون؟ چامڙي چيس: اسان کي چيو اٿس ته هن ڪهڙيءَ ولي اچوس، ۽ هيءَ نيايو ڏجوس: جنهن هٿ ڪل ڪمرايا هئا، سو هٿ ڪجهيءَ ۾ هار به وجهي سگهي ٿو.

چاڙي جي انهن لفظن تي سڪاٽ سردار ٽري ٻڳ ٿي ويو. هن کي اها ڳالهه دل سان لڳي آئي ته اينڪاڊيءَ جي مڙهيءَ ۾ هن برابر گل ڪيرايا هئا. هينئر هو يقين سمجهي رهيو هو ته قاصد ڪوڙو ڪينهي. چاڙي کي چيائين: هاڻ ايترو ڪو پڌاءِ ته مون کي هتان ڪيتري پنڌ تي ولي هلڻو اٿئي؟ هن هٿ کڻي چيس: اجهو هو تنبو ڏس، جنهن جو ڪلٽ ڏيل بوٽن چاندڪيءَ ۾ پيو چمڪي.

سر ڪينيٿ کان هينئر پيون سڀ ڳالهيون وسري ويون، جنهن دلدار جي ديدار لاءِ سڪيو ٿي، تنهن وصل جي واڌائي موڪليس، ته اهو به ويچار ڪو نه ڪيائين ته ٻئيان ڪي ٿي پوندو ته پوءِ رچرڊ بادشاهه جي اڳيان ڪنڌ ڪيئن کڻي سگهندس. پنهنجي دل ڪري ائين ٿي ڀانيائين ته جهنڊي جي ويجهو ڪو ويندو ته ڪونه، پر جي ڪو ويو ته ڪتو ضرور ڀؤنڪندو، هن جي ڀوڙ تنبوءَ وٽ منهنجي ڪن تي اچو پوندي، ۽ آءٌ الهيءَ دم ڊوڙي، هتي وقت سر اچي سهڙندس. اهڙو آٿت دل کي ڏيئي، پهري جو ڪم ڪتي جي حوالي ڇڏيائين، ۽ پنهنجي زره لاهي جهنڊي جي ويجهو ٽنگيائين، ۽ پاڻ چاڙي سان گڏجي، شهزاديءَ جي تنبوءَ ڏي سٽيندو ويو.

سر ڪينيٿ اهڙو ٿي تڪڙو ڊوڙيو جو پير پٽ سان نه ٿي لڳس، پر چاڙو چائي وائي شاهاڻي ٽور هلڻ لڳو. ڪينيٿ ڪاڙي کڻڻ لاءِ چيس، ته هيڪاري

وک کڻائي، ۽ سندس ٻنهيان پير پير ۾ پاڻي پئي ويو.
هن کي چيائين: تو اسان جو چوڻ ڇڏيو هو ڇا، جو اسين
تنهنجو چوڻ مڃون؟ ڪينيٿ ڏٺو ته هيءَ ته ڏاڍي
جٽ ٿي، هاڻ هن کي باز ڪيئن آڻجي؟ نڪي ٻئو
ساڻ هوس، جو ڪجهه خرچي ڏيئي راضي ڪريس، لڪي
وقت هوس، جو هن سان ويهي مٺو ٿئي. پوءِ ته،
پاڪر ۾ پري، ڪنهن کي ٿي ويس: چاڙي کهڻيئي اچڙيون
لوڪيون، پر هاڻ ڪٿي ٻلي ڪان قابو هو. سرڪينيٿ
ڇپر تان ڇالون ماريندو هيٺ لٿو ۽ وڃي شهزاديءَ
جي تنبوءَ جي ويجهو ٿيو. پريان پهريدار اهل ڏسي،
هيءُ هٻڪيو. چاڙي کي لاهي، پٽ تي ڪيائين ۽
چيائينس: هاڻ اهڙي ڪا وات ڏس، جو اسان کي
ڪو ڏسي نه، وٺي؟ چاڙو پهريائين ڪولٽاٽ ڪرڻ
لڳو، پر پوءِ هڪ ڪجهيءَ وات ڪان وٺي ويس ۽
تنبوءَ جي پاهرئين پردي جو پلؤ مٿي ڪٽي چيائينس:
سرڪي اندر ٿيءُ. هو پردي اندر ٿيو ته چاڙو هن
کي اتي پهاري، پاڻ تنبوءَ ۾ کهڙي ويو. هن کي
چيائين ۽ جيسين اسين توکي نه سڏيون، تيسين اتي
ويلو رهج.

ويچاري ڪينيٿ سان ڊوهه ٿيو هو. رڇرڊ جي
سؤٽ، جنهن جو نالو ايڊٿ هو، تنهن جي ملائڪن
کي ، سڏ ڪانه هئي ته ڪو منهنجي ناليءَ هڪ سردار
کي پنيلائي، هن کي هيڏيءَ مهل وڏي جواهداريءَ
واري نوڪريءَ تان ڪهرائي ورتو الن. رڇرڊ جي

جي راڻي، جنهن جو نالو بيرنگيريا هو، تنهن کي اڪيلي ڇڏيندي هئي ته هن پنهنجي جي ڀاڻ ۾ محبت آهي. هن رکو آزمودي لهڻ لاءِ، انگل مان ايڊٽ کان منڊي چڏائي، پنهنجي چاڙي غلام هٿان هن سردار ڏي مڪي، ته ڏسون ته ڀيرو چڏي اچي ٿو يا نه.

سرڪينيٿ کا مهل ٻاهر اوندهه ۾ ايٺو هو. هو گهڻي دير مهي نٿي سگهيو، جو پنهنجي اوڪريءَ جو اولو هوس. جيئن دير ٿيندي ويئي، تيئن هو پڇتائڻ لڳو: ڇي، لاحق آيس، هاڻ متي اچي پنهنجي محبوب کي منهن ڏيکارڻ ڏاران موٽي وڃان، سا ڳالهه ته نٿي ٿيي. جڏهن آيو ته آهيان، تڏهن ڀلي ته هڪواريءَ ڏسي ته منڊس لاءِ هوڙي جوکي جهڙي ڪم ڪندي ته ڪين گڏو آهيان. اتي ٿي دل ۾ آيس ته هن ڀيڪاهه وقت، انگلنڊ جي راڻيءَ جي تنبوءَ اندر، هيئن چورن وانگر ايڊل ڪو ڏسندم ته ڳالهه مان ڳالهوڙو ٿي پوندو. اهو به خيال ٿيس ته ٻاهر لڪران ۾ ڪو پهريدار ڏسي وٺيم، ته پوءِ ڪهڙي وهم ويندس؟ انهن خيالن هن مڙس کي منجهائي ڇڏيو. هاڻ سچ پچ اچي ڦاٿو هو، پر نه ترسي ٿي سگهيو، نه ٻاهر نڪري ٿي سگهيو.

ڪنهن مهل تنبوءَ مان سرپر ٻڌڻ ۾ آيس، سگهو ٿي راڻيءَ ۾ سندس مهياين ٺهڪڙو لاتو. چاڙي به ساڻن گڏ ٺهٺهه ڪري ٺٺي ڪليو. تنبوءَ ۾ ٺٺي چاق ٺٺي پري ۾ ان جي دئي تي سندن ٻاچا هن کي ٻاهر ڏسڻ

۽ ٿي آيا. ڪينيٿ ۾ هنن شاهي گهراڻي وارن جي وچ ۾ رڳو هڪ پردو هو، تنهنڪري هن سندن سرڀر ۽ ٿي سمجهي. هن کي يقين ٿيو ته مون سان رڳو مسخري ڪئي اٿن. راڻيءَ ۾ سندس سهيلين اچا ڪليو ٿي تہ هن ڏٺو تہ ايڊٿ ٿي ڪمري مان نڪري وڃي آئي. هن پنهنجي ڪنن سان ٻڌو تہ ايڊٿ مٺن ڏاڍا چوهہ چئي ٿي. هوءَ پوءِ پردو مٿي ڪري ڪينيٿ وٽ آئي، ۽ پنهنجي مانَ مرتبي توڙي لڄ ليهہ جو ڪوبہ سانگو نہ ڪري، هن کي چيائين: توهان کي هتي لڳي ڪري گهرايو اٿن، پر توهين هينئر کي وڌيڪ ڪچو پچو نہ. هينئر ئي ڊوڙي وڃي پنهنجي نوڪريءَ تي چڙهو.

ڪينيٿ ارمان وچان اکيون هيٺ ڪيون.

ايڊٿ: توهان سرپرستي ڪالهہ ٻڌي ٿيئي چا؟

ڪينيٿ: هائو، ٻڌيم. هنڌ ڏسي هاسي ڪيي آهي، پر هاڻ جيڪي ٿيو سو ٿيو. ايترو چوندس تہ اڄ ٻين پهلوانن اڳيان منهنجو ڪنڌ هيٺ ٿيو. پنهنجي بيوقوفيءَ جي ڪم لاءِ ڪڏهن ۾ ڪهڙي سزا ملندي، تنهن ڪالهہ جو مون کي سانگو ڪونهي، پر منهنجي لڪن جي لوڏ لاهي ڇڏيائون، تنهن ڪالهہ جو گهڻو ارمان اٿم. هاڻ منهنجي پرپٺ جي ترڪ جهڙي کي اچي لڳا هوندا تہ سندن ترارين مٿان هاڻ اچلائي پرزا ڪندس، تہ من ائين پنهنجي رت ڏيڻ سان هيءَ بيعزتيءَ جو ٽڪو ڌوپي وڃي!

ايڊٿ: ڏاها ٿيو، اٺين لڳ. جيئن ڏلي ڪندو ته اچا سپ سک هوندو. توهان رکو ڪڙي ڪئو.

ڪينيٿ: آءٌ رکو توکان معافي گهرڻ لاءِ ترسيو آهيان.

ايڊٿ: ڪهڙي خطا ڪئي اٿو جو معافي ٿا گهرو؟

ڪينيٿ: مون کان اها خطا ٿي جو آءٌ اٺين وسهي ويٺس، ته تو حاڪمزاديءَ کي مون جهڙيس خادم جي خدمت جي سچ پچ درڪار ٿي هوندي.

ايڊٿ: وڃو، مون اوهان کي معافي ڏني. هڪڙي ڪري توهين پاڻ مون کي معاف ڪجو، جو منهنجي ڪري توهين ايتري تڪليف وٺي هيڏانهن آيا. پر لهيو، وڃو ترسو نه. آءٌ پاڻ اوهان جو وڏيڪ قدر ڪندس، جي اڄهين منهنجو چوڻ مڃي هيٺر هتان هڪدم ويندا.

ڪينيٿ: (منڊي آڇي) چڱو پلا، هيءَ پنهنجي قيمتي منڊي وٺ، جنهن منهنجي لاءِ هيڏو جنجل پيدا ڪيو آهي.

ايڊٿ: نه نه، اها اوهان ڪسي ڦيي. اها منهنجي قدرشناسيءَ جي نشاني، منهنجي هن وقت جي ارمان جي نشاني، ڀلي اوهان وٽ هجي. پر ڀلائي ڪري چڙچوٽ ڪريو. پنهنجي صدقي نه، ته منهنجي صدقي سگها وڃو.

ايڊٿ جي اهن لفظن هن عاشق جي دل کي ٿاري وڌو. تڪڙي مون لاءِ هيترو تاڪيد ڪيائينس، تنهن مان پڪ ٿيس ته هن جو مون لاءِ سچو پچو هڏ ٿو

ڪڏرڪي. هينئر هن ٻڙس ڪي سندس ٻنڌ جا ڏاڙا ملي
چڪا، بلڪ جيڪا بيعزتي ٿي هيس، انهن جي به
جڻ مجرائي ملي چڪيس. هو پوءِ گوڏا سنوان ڪري
اٿيو ۽ الفت وچان گهڙي ساعت ايڊٿ ڏانهن اکيون
کڻي، پوءِ نمي نياز ڪري، ٻاهر نڪتو. هي سڀ وقت
ايڊٿ ڪي پنهنجي مان شان جي ٻڌ ڪان ٿي پيئي،
جو ڏاڙهي مرد مان هيئن ڇڙواڳ ٿي ڳالهايائين. پوءِ
اچ وچان ڪنڌ هيٺ ڪري ٽنبوءَ ۾ گهڙي ويئي.
سر ڪينيٿ سٽيندو ويو. ايڊٿ نور-وڏيمو ٿيڻ لاءِ
چيو هوس، سو حڪم ڄڻ پنهنجو فرض سمجهي، هيءُ
عاشق آڏامندو ويو. اڃا نورو اکيرو وڌيو ته جبل جي
چوٽيءَ تان ڪي آواز ٻڌڻ ۾ آيس. ٻهريائين ڇتي ۽
ڪاوڙ ڀري ٻولڪار ٻڌائين ۽ پوءِ اتي ئـي اهڙي
ڪيڪاڙَ ڪن پيس جهڙي ڪو ڪتو عذاب سهن
سهل ڪندو آهي. هيءُ هينئر هرڻ ڪان به تکيون
ڇالون ماريندو، الي دوڙيو ۽ هڪساهيءَ جبل جي
چوٽيءَ تي چڙهي ويو. اوڏيءَ مهل چنڊ ڪڪرن
مان نڪري لرزان ٿيو هو. چنڊ جي روشنائيءَ تي ڇا
ڏسي ته انگلنڊ جو جهنڊو نهي ئي ڪولرا جهنڊي جو
ٽنيو پڪو پيو آهي ۽ ان جي پر ۾ وفادار ڪتو مرڻينگ
حالت ۾ پيو آهي.

سر ڪينيٿ سراپجي ويو. هٿن مان ڪـي ڪيري
پيس. هن ڪي اها ئي ڪاڏيءَ واري مٺ ته ايتري ۾ آيو
ڪير جو لانوڙي ڏيئي ويو! هيڏي هوڏي گهٽوئي

اهاريائين پر سگها، پر ڏسي ۽ ڪانه آيس. هو پوءِ وڏي پنهنجي وفادار ڪتي جو حال جاچڻ لڳو. ڪتي کي ڪاري زخم رسيا هئا، ۽ هاڻ هن جو دم درميان هو. هن پنهنجي مرڻينگ ڪتي کي ڀاڪر پاتو ته ڪتو کيس ڏسي اهڙو خوش ٿيو، جو هڪ واري پنهنجو سور وسري ويس. ڪيترن زخمن تي هٿ لاتس ته هن جو سور وڌيو. ڏاڍا ڏيکڙاٽ ڪيائين، پر ته به هولدي هو، پڇ لوڏي هن جا هٿ پئي چٽيائين. ڪتي جي حالت ڏسي، سرڪيٽ پنهنجي حالت تي ويچار ڪرڻ لڳو: چي، هيٺر هڪڙو ته خواري ۽ موت مون کي منهن ڏيئي آيا آهن، ٻيو ته هيءُ منهنجو سچو سنگتي اهڙي وقت مون کان موڪلائي پرلوڪ ٿو پڌارجي، جنهن وقت ٻين سڀني جي تنڪار ۽ لعنت مون تي پيئي پوندي، ۽ مون سان ڪو به همدردي ڪرڻ وارو ڪونه هوندو. انهن ڳالهين هن ماڻس جي اندر کي اهڙي جهوري لاتي، جو رڙ ۽ رڙ ۽ اچي چٽڪيو. ڏک وچان مڏڪا پري ايترو زار زار رنائين، جو ڪنهن کي به جيڪر ماڻس رحم اچي وڃي.

---

# باب ستون

## مڙس جي مڙسي

سر ڪينيٿ اڃا انهيءَ ڏک ڀريءَ حالت ۾ ويٺو
هو ته سندس پرسان ڪنهن ڇڻي ۽ ڳنڀير آواز سان چيو:
ڪمبختي اڻ مڏائتي ميهن وانگر آهي، جو اڪيلو
توڙي ڀاڄاڙو پوي ته ٻوڏ پيدا ڪري، ۽ ماڻهن توڙي
سرن کي اهنج پهچائي. انهيءَ هوندي به انهيءَ موسم
۾ ڦل ڦول، کجور ۽ ڏاڙهون گهڻيئي پيدا ٿين.

هي لفظ ٻڌي، سر ڪينيٿ واڻڙن وانگر ڀڙيان
نهاريو. ڇا ڏسي ته حڪيم سندس ڀڙيان پلٿي ماري
اچي ويٺو آهي، ۽ قياس وچون اهو پرپوڏ پيو ڏئي.
هن جوڏي کي گهڻي لڄ آئي، جو حڪيم رئندو ڏٺس.
هي پوڙها اکهي، وري به پنهنجي مرٽينگ ڪتي ڏي
ڌيان ڏيڻ لڳو. حڪيم اهو حال ڏسي چيو: هنر واري
جو هنر، بي هنر جي جند. اڙي بابا، جيڪا ڪام
تسڪو ساجي، اور ڪري تو لينگا باجي - ڦٽ ڇڏائڻ
جنگي جوڌن جو ڪم نه آهي، ۽ اسان ويڄن جو.
ڪينيٿ چيس: حڪيم سائين، هي ويچارو هاڻ اوهان
جي ڇڏائڻ کان ٻري آهي. وڏي ڳالهه، ته اوهان جي
شريعت موجب ڪتو پليد آهي، پوءِ هن جي دوا
ڪيئن ڪندا؟ حڪيم ورائي ڏني: ڏکن ڀيڻن يا جان

ٻچائڻ جي طاقت جيڪڏهن ڪنهن انسان کي رب بخشي هجي ۽ اهو اها طاقت ڪم نہ آڻي، تہ ڪيس لعنت آهي. پاسي ٿيو تہ ڏٺائين تہ ڪوڙا زخم رسيا اٿس. ڪينيٿ مٿان ڪري پاسي ٿي ويٺو. حڪيم ڪتي جا ڦٽ چڱيءَ طرح جاچي، ستلس ڦٽ مان پاڻي جو ٽڪر ڪڍيو، ۽ زخمن تي ڪجهہ ملم لڳائي. رومال ڦاڙائين تہ رت وهڻ بند ٿيو. ڪينيٿ کي چيائين: هن ڪتي کي پنهنجي تنبوءَ ڏانهن نيڻ جي رخصت ڏيو، ڏٺي ڪندو تہ منهنجي اظر هيٺ چڱي هوندو. ڪينيٿ ورائي ڏني: ٻلاشڪ ليوس. جيڪڏهن ٻچو تہ ملڪيت ٿي توهان جي آهي، ڇو جو هن ڪانءِ موت کي نڪي جنگيون ڪريون آهن، نڪي ڪتن مان شڪار ڪرٿو آهي.

حڪيم وات مان هڪ اڪر پڻ نہ ڪڍيو، پر تاڙي وڄايائين تہ ٻہ حبشي غلام انهيءَ ساعت اچي حاضر ٿيا. حڪيم جي حڪم تي هنن غلامن ڪتي کي هنج ۾ کنيو. ويچاري ڪتي کي ضعف سببان پاڻ ڇڏائڻ جي طاقت ڪانہ هئي تہ بہ ڪنڌ ورائي، پنهنجي مالڪ ڏي نهاريائين. ڪينيٿ ارمان مان چيس: رسوال، الله توهار! منهنجا آرڙ تائين وفادار دوست، هاڻ خدا حافظ! ائين چوندي لڙڪ لڙي پيس. ڳلن تان ڳوڙهن جون ڦلڙون اس نہ ڪن. حبشي ڪتو کڻي ٽورڙ پرتي ويا تہ ڪينيٿ سڏڪو ڀري چيو، افسوس! آءٌ هن ڪتي جهڙو بہ ڪين آهيان! جيڪڏهن

فرض ادائي ڪندي پنهنجي حالت هن مرڻينگ ڪتي
جهڙي ٿئي ته آءٌ پنهنجا بخت سڄهان ها.

حڪيم: توهين انسان ٿي هن لاچيز ڪتي جي
حالت ۾ هئڻ جي چوٽا مڻ ڪريو؟

ڪينٽ: جيڪو ڪتو پنهنجي فرض ادائيءَ ڪندي
مرڻينگ ٿئي، سو انهيءَ انسان کان اُهچو بهتر آهي،
جو پنهنجي فرض ادائيءَ کان گوشو ڪري، ساڳئي هٿ
جڳ ۾ ڪنڌ کڻي گهمي! حڪيم صاحب، ڏٺيءَ جيڪا
حڪمت جي ذات اوهان کي بخشي آهي، تنهن سان
توهين ڪرامت جهڙا ڪم ڪري سگهو ٿا، پر دل
جي درد جو نڪو ويڄ نڪو طبيب، منهنجي درد
جي مون کي مڻ آهي، جنهن تن لڳي، سو تن ڄاڻي.

حڪيم: توهين جي پنهنجي اندر جو سور سليندا
ته ان جو به علاج ٿي سگهندو - هر هڪ بيماريءَ لاءِ
ڪي آهي ئي آهي.

ڪينٽ: پنهنجي اندر جا سور آءٌ ڪهڙا سليان!
رات انگلنڊ جو جهنڊو هن جاءِ تي کتل هو، آءٌ
انهيءَ جي سنڀال لهڻ لاءِ مقرر ڪيل هوس. هينئر جڏهن
رات پاڻ ڪئيو آهي ۽ صبح ٿين ۾ باقي ڪا ٿوري
وير آهي، تڏهن ڏسان ٿو ته جهنڊي جو نشو ئي ڪو پيو
آهي، بيرق ڪر آهي، ۽ آءٌ اجا ڪنڌ کڻي جڳ ۾
ويو جيئان!

حڪيم: مون کي اوهان جي پهلواني جي خبر آهي
مٿي ماراڻي کان سواءِ اوهين جهنڊو هٿان ڇڏڻ وارا

ڪين آهيو، پر هو ئي ڪهڙو سبب جو اوهان جي زره سالم ٿي چڙهي آهي؟ رت جو ڦڙو ته ٺهيو، پر ڪ جو نشان به اوهان جي بدن تي ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي ١٠٠٠ ٺهيو، ٺهيو. توهين شايد پنهنجي نوڪريءَ تان هليا ويا آهيو ۽ اوهان جي پرپٺ هيءَ ماجرا ٿي گذري آهي. پر توهين جو پنهنجي جوابداري وساري، نوڪريءَ تان نڪري ويا هوندا، سو ضرور ڪنهن گلنار جي عشق جي تار توهان جي تن سان لڳل هوندي، پڪ ٿي پڪ اهو ليکو ٿيو آهي. اها ڪا اڄڪلهه جي ڳالهه ڪانهي، اوائل ۾ ڏاڏو آدم به اڻين پنهنجي زال جي هٿان خوار خراب ٿيو هو.

ڪينيٿ: اڻين ئي سمجهو، پر هوءَ ڀلا ان جو ڪو علاج؟

حڪيم: ان جو علاج ٻيو ڪهڙو ٿي سگهندو. رچرڊ بادشاهه جي غضب ڪان جي اڄڻ گهرو ته هلي سلطان صلاح الدين جي سام وٺو. "جتي ٻچڻ لاهي جاءِ، تتي ٻچڻ ڪم ورڻ جو."

ڪينيٿ: انصاف توهان جا نه وڃائيا، جو توهين مون کي اهڙي صلاح ٿا ڏيو! اڪو هوءَ اها صلاح ڇو نٿا ڏيوم ته لوهلو ڦنو ڪري پنڪو پڏان؟ آبرو ته اڳيئي خاڪ ٿي الدرو باقي پنهنجو دين به ٻوڙيان!

حڪيم: مون ته اوهان کي سهڻي صلاح ڏني آهي. سلطان وٽ منهنجي ججهي هلندي آهي، ۽ هن کي

۽ سورمن جو گهڻو قدر آهي. اما ۽ مون کي خبر
آهي ته اوهان جي گهر مان لٽي آهي. اوهان جا
طرفدار اڄ به ته ميان سلطان جي پيش هوندا ۽ صالح
کري وطن ڏي ورندا. صالح جو رقعو اوهين پاڻ
پهچائي آيا آهيو، پوءِ هينئر سلطان وٽ هلڻ ۾ ڇو
ٿا اهم سمجهو؟

ڪينيٿ: صالح جو رقعو مون رسايو ته انهيءَ مان
مون کي ڪهڙو سود، جو ڏسان ٿو ته ورلديءَ
رات پوڻ کان اڳ آءٌ جيئري ئي مٽيءَ جي قطار ۾
ٿيندس، ۽ منهنجي عزت آبرو خاڪ سان ملي ويندي،

حڪيم: منهنجو مطلب ئي اهو آهي ته اوهان جي
آبرو خاڪ نه ٿئي. توهين هلڻ ۾ شڪ ڇو ٿا ڪريو؟
اوهان جي منڊليءَ وارا سلطان سان صالح ڪرڻ جون
اڪيئي ڪون پهچائي رهيا آهن، رڳو رچرڊ جو
ڪن ڪڙو ڪرڻو اٿن. پر ۽ هڪ ڳالهه ٻڌو. اوهان
کي شايد ويسهه به ۽ اچي، پر آءٌ اوهان کي اها
ڳوڙ ڪ اڪيئي ڏيئي ٿو ڇڏيان ته فرنگستان ۽ ايشيا جي
جوڙن جي وچ ۾ جيڪو عهدنامو ٿيڻو آهي، تنهن تي
رواجي ٿوي هٿڻ بدران اسان جو سلطان سگ جي مهر
هڻندو، ۽ رچرڊ بادشاهه جي سوٽ ايڊٿ هن جو
حرم سينگاريندي.

حڪيم جي واتان هي پويان لفظ ٻڌي، سرڪينيٿ
جو سڄو منهن ڳاڙهو ٿي ويو، پر وري ۽ هن جي
ممحوري پيٽ ونڻ لاءِ ڪاوڙ روڪي، هن کان

پڇيائين: اهو ڪهڙو عيسائي آهي جو اهڙي اڻ رهندي
سگ تنهن جي اجازت ڏيندو؟ مون کي پڪ آهي ته
عيسائي مذهب جو نالو پار ، هڙي شهرت جي ڪم
لاءِ نفرت ظاهر ڪندو. حڪيم چيس: سائين، توهين
گهڻو ڀلا آهيو. خود فرانس جي بادشاهه فلپ ۽ رچرڊ
بادشاهه جي ٻين طرفدارن جي اها مرضي آهي ته سگ ڪيڏي،
پڻ ڏريون پاڻ ۾ ڪير ڪنڊ نه وڃن ته وڏيڪ رت چاڻ
نه ٿئي. اها مانڊي لورڻ ڏينهن کان سجهي پئي. ڏاڏر
جي پادري، رچرڊ بادشاهه وٽ انهيءَ مانڊيءَ چورڻ
جو ڪم پاڻ تي کنيو آهي. هاڻ جڏهن ڳالهه اچي
اتي بيٺي آهي، تڏهين توهين سلطان وٽ هلڻ ۾ شڪ
چو ٿا ڪريو؟

هيءَ ڳالهه ٻڌي، سرڪينيٿ کي انهن کان چونيءَ تائين
باهه لڳي ويئي. حڪيم کي چيائين: توهان رچرڊ
بادشاهه کي چئايو ۽ منهنجي هڪ جنگي سردار کي
چگو پلو ڪيو، تنهنڪري آءٌ اوهان جا اهي ڳڻ
ڳڻي، هيئنر غم ڪائي، نري ٿو وڃان. توهان کان
سواءِ ٻيو ڪو اهڙي ڳالهه ڪري ها ته جيڪر جيپ
ڪپي ڪيڏاس ها. توهان جا جڏهن اسان جي پهر
تي احسان آهن، تڏهن آءٌ به اوهان جي احسان ڪري،
اوهان کي صلاح ٿو ڏيان ته اوهان جي پهر مان
جيڪو رچرڊ بادشاهه وٽ اها مانڊي چورڻ وڃي،
تنهن کي چئجو ته ڪو سٺالو زرهه ڍڪي وڃي، جو
رچرڊ جي جنگي تبر جو ڌڪ جهلي سگهي، نه ته پوءِ

هن کي اوهان جهڙي حاذق حڪيم جا ٻه هٿ ٻچي ڪين سگهندا. حڪيم چيس: تڏهن ڇٻو ته اوهان کي سلطان وٽ هلڻ کان عار آهي ۽ اوهين پنهنجي جان بچائڻ جي نتا ڪريو؟ آءٌ وري ٻه اوهان کي چوان ٿو ته پرلديءَ کان پاسو ڪجي، ۽ پاليهي پنهنجي پير تي ڪهاڙو نه هڻجي. سرڪينيٽ چيو: اٿين ڏلي نه ڪندو جو آءٌ پنهنجي پير تي پاڻيهي ڪهاڙو هڻندس، پر اهو ٻه ٻڌائي ٿو ڇڏيانوَ ته ڏوهه ڪري پوءِ سزا کان پاڻ بچائڻ لاءِ ڀڄ ڀائي ڀڄڻ ڪاٿرن جو ڪم آهي. اهو ورياهن جو وڙ ئي نه آهي. مون کي اهوئي ارمان آهي ته توهان جهڙو ساڃهو، جنهن وٽ وفاداريءَ جو قدر اجهو اهو آهي، تنهن وٽ منهنجي وفادار ڪتي جو ڪهڙو قدر ٿيندو؟ حڪيم چيس: جنهن پنهنجي زبان مان اهڙا لفظ ڪڍيا، تنهن ڇٻو ته پنهنجي بخشش موٽائي ورتي، پر اسان حڪيمن جو اهو لائق نه آهي ته ڪنهن بيمار کي ڇڏائڻ ڏاران پاڻ وٽان ڪڍي ڇڏيون. هاڻ يقين ڄاڻجو ته جنهن وقت ڪتو ڇٽو، تنهن وقت توهان جي حوالي ڪندوسانس.

سرڪينيٽ چيس: سچ اٻڙ ۽ منهنجي موت اچڻ ۾ هاڻ ڪا دير ڪانهي. آپ اکين ٻيو ڏسجي، تنهنڪري هينئر پاڙن ۽ شڪاري ڪتن بابت ڳالهين ڪرڻ ۾ وقت وڃائڻو نه اٿم هينئر مون کي ڇڏيو ته ڪا گهڙي پنهنجن گناهن لاءِ پڇتاءُ ڪري پنهنجو پاڻ ڏلي کي ارپيان حڪيم چيس، اوهين پنهنجيءَ

هوڏ تي بيٺا آهيو تنهنڪري اوهان کي ڪي وڌيڪ
چوڻ واجب نٿو سمجهان، باقي توهان جي قيامت
مون کي بلڪل ويجهي پيئي نظر اچي. اُين چئي
حڪيم هليو ويو. سرڪينيٿ وري سموري ڳالهه تي
ويهي ويچار ڪيو ۽ جنهن وقت ايڊٿ جي مائٽيءَ
جي ڳالهه ياد پيس، تنهن وقت پيون سڀ ڳالهيون
وسري ويس ۽ اول هن جو اونو اچي لڳس. هن
پوءِ پنهنجي مٿي مان زره‌داري هول لاهي ڦٽو ڪيو،
۽ ٺڪريءَ تان تڪڙ، تڪڙو هيٺ لهي، بادشاهه
جي تنبوءَ ڏانهن ولا ڏيندو ويو.

صبح جي مهل هئي، رچرڊ بادشاهه اڃا ننڊ ۾ هو
ته ٻاهر آواز ٿيو، جنهن مان سمجهڻ ۾ آيو ته ڪو
هٿيار ٻنڌ هار ڀڙ ٻل جوان تنبوءَ ڏانهن تڪڙو تڪڙو
وڌندو ٿو اچي. سرٽامس اوڏيءَ مهل بادشاهه جي
پر ۾ ستو پيو هو. هن اهو پيرن جو آواز ٻڌي، اڃا
پڪاريو ٿي ته ڪير آهين؟ ته ايتري ۾ مٿل چيتي
وارو سردار ڏاڍو غمگين حالت ۾ تنبوءَ ۾ گهڙي آيو.
هن جو اجازت ڏاران اندر آيو، سا ڳالهه سرٽامس
کي نه وڻي. هن کي چيائين: سرنائيٽ، اوهان کي
اهڙي بيجاءِ حجت ڏارڻ نه کپندي هئي! اتي بادشاهه
جاڳيو ۽ هن جوڏي کي ڏسي، سرٽامس کي چيائين:
سرڪينيٿ ايڪ جنگي جوڌن وانگر پنهنجي ڀريءَ جو
سماچار ٻڌائڻ آيو آهي، تنهنڪري هو جي ٻنان ڊپ ڊاءُ
اندر لنگهي آيو آهي، ته ڀولو ڪونهي. بادشاهه پوءِ

استري تان الٽي ڪڙو ٿيو، ۽ هن جوان ڏي مهڙ ڪري
چيائين: سرسڪاٽ، اوهين پنهنجي ايمان جي سلامتيءَ
سان پهري ڏينهن جي خبر ٻڌائڻ آيا آهيو؟ اسان کي
پنهنجي دل ڪري اڪيئي خاطري آهي ته انگلنڊ
جو جهنڊو رکو هوا ۾ ڦڙڦڙ پيو ڪندو ته دشمن جي
ڏرن پالمرادو پيئي ڏڪندي، ۽ توهان جهڙي جوڌي
مڙس جي پهري ڏاران ٿي سلامت پيلو هوالدو.

ڪينيٿ: اڄ ڪان وٺي مون کي مانجهي مڙسن
جي قطار ۾ ڪو ڪونه ليکيندو. افسوس! منهنجي
پهلوانيءَ جي پڇاڙي ٿي ويئي. مون نڪي خبرداريءَ
سان، نڪي ايمان جي سلامتيءَ سان پهرو ڏنو. انگلنڊ
جو جهنڊو کڄي ويو.

بادشاهه: جهنڊو کڄي ويندو ۽ اوهين جيئرا
جاڳندا اسان تائين اهو سماءُ پهچائڻ ايندا! ائين هرگز
نه هوندو. اوهان جي منهن تي هڪ رهنڊ ۽ ڪانهي
(شوخي) زبان بند چو ڪئي آئو؟ سچ ڳالهايو.
بادشاهن سان مسخريون ڪرڻ واجب نه آهن. اوهان
جي اهڙيءَ بيهوديءَ هلت لاءِ به اسين اوهان کي
معافي ڏينداسين، جي رکو اينرو چولدا ته اوهان اکٿو
ڪوڙ ٿي ڳالهايو.

ڪينيٿ: (زور سان) قبلا، آءٌ ڳالهائيندس ڪوڙ!
پر لهيو، مون کان ٿي آهي، تنهنڪري هينئر مون
کي سيکڻهه، صبر ڪري سهڻ گهرجي. ڪوڙ ڳالهائڻ

ڪمپٽن ۽ ڪالٽرن جو ڪم آهي، تنهنڪري وري
به مان چوان ٿو ته مون سڀ سچ ٻڌايو آهي.
بادشاه: (چڙ مان) ڏٺي ٿو چالي... (ڪاوڙ
روڪي) سرڪاس، اوڄاڻي سبب شايد مغز جاءِ تي
اٿس، باقي سندس پهلوانيءَ ۾ اسان کي شڪ ڪونهي.
اها ته ڏٺي ڳالهه آهي ته هو بهادر جيءَ ايڏي جهنڊو کڄي
ويندو، پر تڏهن به خبر ته ڪانه اٿئي، ها پر ڪنهن
کي موڪل ته سمورو سماءُ آڻي ٻڌائي.
ايتري ۾ بادشاه جو هڪ ٻيو مقرب سر هينري
ڊورنڊو آيو ۽ رچرڊ اڳيان رڙ ڪري چيائين: قبلا،
جهنڊو ڪو ڪٽي ويو آهي ۽ جنهن سردار پهرو ٿي
ڏنو تنهن کي به شايد ڪو ماري ويو آهي! اهو
انومان هن ڳالهه مان ٿو ڪجي، جو جنهن هنڌ
جهنڊي جو ٿلهو کنيو ويو آهي، تنهن هنڌ رت جو ڍُڪ
ڏسڻ ۾ پيو اچي. اتي ڪينيٿ تي نظر پيس ته وائڙو
ٿي چيائين: اڙي، هي هتي ڪنهن کي بيٺل ٿو ڏسان!
رچرڊ بادشاه جوش وچان اٿي پنهنجي جنگي تير
هٿ ۾ ڪيو، ۽ چيائين: اهو دغاباز آهي ۽ هن کي
اٿين قتل ڪبو، جيئن ڪنهن دغاباز کي ڪرڻ جڳائي.
اٿين جهٽ تڪ هڻڻ لاءِ تير مٿي کنيائين. سڪاٽ
سردار مٿي اکاڙو ڪنڌ هيٺ ڪيو، چپ پيڙ پيو،
ٽپ ٽيو بيٺو هو، اندر ۾ عبادت پئي ڪيائين. بادشاه
جيتوڻيڪ تڪ هڻڻ وارو هو، ته به هن جي ههڙي
همت ڏسي هڪ واريءَ هٿيار ڪري هيٺ ڪيائين.

مرهينري ڪان پڇيائين: تو اتي رت ڏٺو؟ وري مڪان سردار ڏي منهن ڪري چيائين: اسان پنهنجي اکين توکي بهادريءَ سان لڙندو ڏٺو آهي. سچ چؤ ته جيڪي ماڻهن جهنڊو چورائڻ آيا، تن مان تو ڪي ماريو، يا هڪڙي کي؟ رڳو ايترو ڪئي چئو ته جهنڊي بچائڻ لاءِ تو ڪنهن کي هڪڙو ئي ڌڪ هنيو، ته پوءِ اسان توکي جان بخشي. پوءِ جيڏانهن وٺي تيڏانهن اهيءَ ننڪاريل حالت ۾ هليو وڃ.

مرڪينيٿ مردانگيءَ سان چيو: قبلا، توهان مون کي ڪوڙو ڪوٺيو آهي، سو توهان مون سان ناحق ڪيو آهي. سچي ڳالهه هيءَ آهي ته جهنڊي جي بچاءَ ۾ فقط هڪ مسڪين شڪاري ڪتي پنهنجو رت ڳاڙيو آهي. ڪتو پنهنجي خاوند کان وڌيڪ خبردار ۽ وفادار هو، ۽ جو ڪم سندس ڌڻي ڪنو ڪري ويو، تنهن تي هو تو ڙ تائين قائم رهيو(١).

اتي بادشاهه ٽهڪ ڏئي ويو. جولان وچان هشيار ڪئي مغز ۾ ڏي هنيائينس ته سرڪاس اچي وچ ۾ پيو، ۽ چيائين: قبلا، هوڙي پاڪ مڪان ۾ پنهنجي مبارڪ هٿن سان اهڙو ڪم نه ڪريو. سائينجن سائي سلي چٽڪ ڪئي. انگلنڊ جي ڌڻي جو ڌارين کي ڪهڙو قدر هوندو؟ هي سڪاٽلنڊ جا ماڻهو رڳو ڏس جا لوم آهن—ڏورانهان ڏاڙهي، اوربان ڪک. زبان

---

(١) ساڏو هيرانڻ جو ڪيل ترجمو هتي پورو ٿيو.

جي اڙاڻ گهڻي هئي چاڻ، پر ڪم ڪرڻ جو منجهن
سوجهرو ڪونهي. بادشاهه چيس: تو برابر سچ ٿي چيو
پر اسان نٿي ڀانيو ته هيءَ ڪو اهڙو ويل هوندو
تحقيق اسان کي اها ڳالهه وسارڻ نه ڏيندي هئي ته
ڪيئن سڪاٽلنڊ جي بادشاهه وليم اسان کي دوکو ڏنو
هو. هو، ڏيڻي لڙائيءَ ۾ لشڪر جي پرتي ڪرڻ جا
دلاسا ڏيئي، پوءِ ڪنڌ کي ونهائو ڏيئي ويهي رهيو،
هن پيڙيءَ چاڙهي ڦرهو ڪئيو؟ هين جا هي حال، جو
انگلنڊ جو اڄ ڪنڌ هيٺ ڪرايو اٿس.

سرڪينيٿ پنهنجي سڪاٽلنڊ جي حاڪم جي ڳلا
ٻڌي چيو: قبلا، سڪاٽلنڊ جي وليم بادشاهه اوهان سان
هرگز دغا نه ڪئي هئي. حالتون اهڙيون اچي بڻيون
جو هو لشڪر جي پرتي ڪري نه سگهيو.

بادشاهه ڪاوڙجي چيس: بيشرم، زبان بند ڪرا
وري ٽامس ڏي منهن ڪري چيائين: اسان کي هن
ملهوءَ جي هلت تان گهڻو عجب ٿو لڳي. هيءَ بزدل
يا دغاباز آهي، ته به جنهن وقت اسان کيس ڏک ٿي
هنيو، تنهن وقت انهن مڙس ٿي ٻيڙو جو چڙهيو ته اسان
کيس سرداريءَ جي پڪ ٿي ڀرائي. جيڪڏهن ڪو
ڄرجيترو پڻ ٿيس ها، يا جي رکو ڪو لڳ اڙڪيس
ها، يا اک اڙڪيس ها ته انهيءَ ساعت سندس مغز
پڃي ڀرزا ڀرزا ڪريون ها. پر جو نڪي ڏجي ٿو،
نڪي پاڻ بچائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، تنهن تي
پنهنجي تير هلائڻ اسان کان به ڪانءِ ٿي ٿئي. هن مڙس

جي مڙسي ڏسي اسين تہ حيران ٿي ويا آهيون. ڪجھہ وقت
ماٺ ٿي ويئي. نيٺ ڪينيٽ زبان چوري چيو: قبلا!

بادشاھ: هان! ليٺ زبان کلي اٿيئي؟ هاڻ جي
معافيءَ جو طلبڪار آهين تہ اها معافي اسان کان نہ،
پر ڏٿيءَ کان گھر. تو پنهنجي قصور ڪري انگلنڊ
جي رسوائي ڪئي آهي. اسين جيڪر اهڙا قصور
پنهنجي سڳي پٽ کي بہ معاف ڪين ڪريون.

ڪينيٽ: مون کي ڪنهن بندي کان معافي گھرڻي
ڪانهي. مون کي سچي سائينءَ کان توهھ طلبڻو آهي.
ڏٿيءَ کان معافي مگڻ جي مهلت بہ جي نہ ڏيندا تہ
اها ڳالهہ هن وقت اوهان جي اختيار آهي. هو پاڄارو
پنهنجي پاڄھہ سان منهنجا ڏوھہ پاليهي مرهيندو. توهين
مون کي هينئر ئي ماريو يا ڪجھہ مهل کان پوءِ قتل
ڪرايو، تہ اها اوهان جي مرضي. پر ڀلائي ڪري
گھڙيءَ پل جي مهلت ڏيو، جو پڇاڙيءَ ۾ ڪا ڳالهہ
چوڻي اٿم.

بادشاھ: چؤ، جيڪي چوڻو اٿيئي؟

ڪينيٽ: مون کي جيڪي چوڻو آهي، تنهن ۾
خود انگلنڊ جي شاهي گھراڻي جو واسطو آهي. اهڙي
ڳالهہ اوهان جي مبارڪ ڪنن ڌاران ٻئي ڪنهن جي
ڪنن تي وجھڻي نہ اٿم.

بادشاھ: (پنهنجن مقربن کي) چڱو، اوهين پاسي ٿيو.
سر هينري حڪم مڃي هليو ويو، پر سر ٿامس
چُريو ئي ڪين.

ڳامس: حضور، ڇوڪريءَ نٿيجانو ٻه ڏاوَ، پوءِ ٻه ڪيئن ٿا مون کي حڪم ڏيو، ته هن ڪتي مڪان وٽ اوهان کي اڪيلو ڇڏي وڃان؟

بادشاهه: (ڪاوڙجي) هيءَ دغاباز ٻڪي سراسان کي ڇا ڪري سگهندو؟

ڳامس: قبلا، توهين ٻي مزي ۽ ڪم هٿيار، هيءَ ڏنو مٿو ۽ زرهه دار، پوءِ هن وٽ آءٌ اوهان کي اڪيلو ڪيئن ڇڏي وڃان؟

ڪينيٿ: (بادشاهه کي) فڪر نه آهي. ٻلي ايئو هجي. هيءَ وري ٻه نيڪ نيت آهي، تنهنڪري هن جي روبرو آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته دغابازيءَ جي چار حضور جن جي چوڌاري وڇائجي ويئي آهي.

بادشاهه: اها امان کي اڪيئي سڌ آهي. تون پنهنجي ڳالهه ڪر.

ڪينيٿ: آءٌ جنهن دغابازيءَ جي ڳالهه ٿو ڪريان، سا اهڙي آهي جو انگلنڊ جا هڪ ٻه جهنڊا ڪجي وڃن، ته ٻه توهان کي انهن جو ايترو ارمان نه ٿئي، جيترو جيڪر انهيءَ ڳالهه جو ٿئي. (هٻڪي) مون شا-شا-شاهزادي ايڊٿ...

بادشاهه: ڇا ڇا، شهزاديءَ بابت ڇا ٿو چوين؟

ڪينيٿ: ڇا چوان! اوهان جي شاهي خاندان جي آبرو خاڪ ڪرڻ جي سٽ سٽجي ويئي آهي. اها رٿ رٿي اٿن ته شاهزادي ايڊٿ جو سڱ سلطان صلاح الدين کي ڏيئي، هن کي سرچائجي ۽ عهدنامي

تي صحيح ڀارائجي. پر آءٌ دلي ٻادلي ٿو چوان ته آهو
عيسائي مذهب وارن تي هڪ وڏو ڪلنڪ لڳندو،
۽ انگلنڊ جي آبرو ننهن ڌوپي ويندي.

مرڪينيٽ ڀانيو ته هيءَ ڦاٽ ڦاڙيندس ته بادشاهه
پنهنجي طرفدارن تي ڏمربو، پر هن ابتو مٿس ڇوهه
ڇنڊيو ۽ چيائين: بيشرم، اها پنهنجي زبان بند رک.
وري جي شاهزاديءَ جو نالو پنهنجي پليد زبان سان
ڳنهندين ته تتل انبورين سان تنهنجي جڀ ڇلرائي
ڇڏينداسين. ڪميڻا، دغاٻازا اسان اڳيئي سمجهيو هو
ته تو پنهنجي ڪنهن وڏيءَ نالائقيءَ ظاهر ڪرڻ لاءِ
اکيون مٿي ڪنيون هيون. تو اسان سان هيڏي دغا
ڪئي، ته ٻ اسان توکي آبروءَ وارو سمجهي، توکي
ڳالهائڻ جو وجهه ڏنو. پنهنجي بدناميءَ جو پاڻيهي
ذڪر ڪندي توکي وات ۾ ڦوڪڻا نڪرڻ گهرندا هئا.
توکي پنهنجي مرم ته ڪونه ماريو، ابتو مٿرڪي،
اسان جي شاهزاديءَ جو نالو ائين ٿو ڳنهين، جو ڄڻ
ته تون سندس روادار آهين، تنهنڪري توکي سندس
هيڏو تاءُ ٿو اچي! اسان جي موٽ سلطان سان ڀرلجي
يا پنهنجي نيات ۾، ته انهيءَ ۾ تنهنجو ڇا؟ اسان جا
شهزادا چوانتيون ڏين يا حرفت جي چار پڪوڙين، ته ٻ
ان ۾ تنهنجي ڪا ربيع ڪو خريف؟

مرڪينيٽ ٻهادريءَ سان چيو: سچ، منهنجو واسطو
ڪونهي. منهنجي لاءِ هيءَ دنيا هاڻ ڪا گهڙي ساعت
مس آهي. سر وڃي ڳالهه پوءِ سچ اچي ته اچي،

لـ نـ لـ ـهي. پر اهڙو جوان ٿو، جو ڪامڻيءَ جي اڏيءَ اکيان ڪنڌ جهڪائيندي ٻـ، اهڙي جوڻ ڪان ڪين گسندس، تہ پنهنجي ساري ڪُل کي ڪڇو لائيندا، جيڪڏهن شاهزادي ايڊٽ جي شادي...

بادشاهہ هن کي ڳالهائڻ جي وچ ۾ روڪي، پنهنجي جنگي تبر هٿ ۾ ڪنئي، ۽ چيائين: خبردار! هن جو نالو نہ کڻهہ. هڪڙو پل بہ هن جو خيال دل تي نہ آڻ. اتي سرڪينيٿ عشق جي آليل وڇان چيو: هن جو نالو نہ کڻهان! ۽ هڪڙو پل بہ هن جو خيال دل تي نہ آڻيان! بادشاهہ سلامت! آءٌ ڏليءَ سڳوري جو سڻهن ڪٿي نو جوان تہ مرڻ گهڙيءَ تائين انهيءَ مڙيءَ جو نالو اچاريندس ۽ سندس سهڻيءَ صورت جو دل تي ڌيان ڌاريندس. توهين پنهنجي جنهن طاقت تي پڌو ٿا، سا پلہ، منهنجي اڳهاڙي پيشانيءَ تي آزمائي ڏسو تہ مون کي ائين ڪرڻ کان روڪي سگهو ٿا؟

اتي بادشاهہ هيڪاري اچي مڇيو، پر هن کي ڌڪ هڻڻ کان پاڻ روڪيائين. سگهو ئي ڪنهن اچي خبر ڪئي تہ راڻي پهتي اچي. بادشاهہ چيو: ترسايوس، ترسايوس، اندر اچڻ نہ ڏيوس. هتي جيڪي وهي واپري پيو، سو زالن جي ڏسڻ پڌڻ وٽان نہ آهي.

بادشاهہ پوءِ سرٿامس کي حڪم ڏنو تہ هن کي پٺي تنبوءَ ۾ وٺي وڃي نظربند رک، جو جلد ئي جلاد جي حوالي ڪبس. پڇاڙيءَ ۾ هن جي آبرو لاءِ ولبي، پلا تہ مرڻ مهل بہ جنگي جوانن واري پوشاڪ

مرتي هجيس. جلاد جي حوالي ڪرڻ کان اڳ ڪو
پادري ته گهرائي ڏجانس ته پوءِ ته هن جي اڳيان
ڏوهه-پاس ڪري.

سرڻاس خوش ٿيو جو بادشاهه سرڪينيٿ جي
خون ۾ پنهنجا هٿ لال رڱيا. هو اهوئي دم هن
بدنصيب عاشق کي پٺي ڪري ۾ وٺي ويو.
سرڪينيٿ سکهوڻي قيدين وانگر زنجيرن ۾ قابو ٿيو.
هن هاڻ دنيا سان ڏاڍي ٽوڙي، پاڻ کي پروردگار
کي ارپيو ۽ رب جي رضا مٿي ڪري پئي مڃيائين.
هن کي هيئن مرڻ لاءِ تيار ڏسي، سرڻاس جي دل
وڪوڙڻ لڳي. هن کي چيائين: جيڪڏهن اوهان جي
مرضي هجي، ته آءٌ اوهان لاءِ ڪجهه ڇڏاءُ ڪريان؟
ڪينيٿ چيس: بلڪل نه. آءٌ نمڪحرامن وانگر نوڪري
تان ڀڄي ويس، تنهنڪري مر ته جوڳي سزا مليم.
هاڻ جڏهن جلاد به تيار آهي. تڏهن سسي ڌڙ کان
ڌار ٿيڻ لاءِ تيار آهي. ڪينيٿ جي انهن لفظن سرڻاس
جي دل هيڪاري پيڄائي. هن حيرت ۾ پئي چيس:
مون کي ته هيءَ سموري ڳالهه هڪ ڪڇهارت وانگر
پئي نظر اچي. اوهين نامڪتيا پهلوان آهيو، تنهنڪري
ائين ڪين چئبو ته ڪو اوهين ڪانئرن وانگر ڀڄي،
نوڪريءَ تان ڀڄي ويا هوندؤ. ائين به ڪين چئبو
ته اوهان کي دل ۾ ڪا دغا هئي. دغابازن
جي شڪل ئي پڌري. ڪوبه دغاباز ماڻهو اوهان
وانگر هيئن مات ميٽ ۾ مرڻ ڪين قبوليندو. هتي

ته ڪو ٻيو رولو ٻيو پانهنجي مٿان! ڪنهن ابلا جي
آه ٻڌي، هن جي مدد لاءِ ويا ۽ ٻنيان جهنڊو کڄي
ويو؟ يا اٿين آهي ڇا ته ڪنهن جي ناز پريل ايڏن
اوهان جي دل ڏُکاري؟ سرڪينيٿ، مون کان شڪ
نه ڪريو. پادريءَ جي اکيان ڏوهه - بيان ڪرڻ
بدران مون سان ڇُٽلو. مون سان سچي ڪريو ته آءٌ
قصور ناهي وجهان. رچرڊ بادشاهه ٽريي کان پوءِ جهڙو
مکڻ، هن کي آءٌ پاڻيهي مڃائيندس. سر ٿامس ساڻس ڏاڍو
مٺو ماريو. لڏيون ڏيئي، ڪوسيون ڏنائينس، پر هن
عاشق پنهنجو راز نه سليو. وصل جي وعدي بدران
هن جي حق ۾ قتل جو وعدو ٿي چڪو ته به هيٺون
نه هاريائين، ۽ اڏيءَ تي اڏ ٿين لاءِ سرسنهرائي ايئو.

---

# باب ائون

## سورمي لاءِ مفارش

رچرڊ جي راڻي وڏ گهراڻي هئي. حسن جي به کاڻ هئي. جهڙي هيس چهڙي صفا، تهڙا هئس روش سلاه. هوءَ ايڪيهن ورهين جي ڄمار جي هئي، پر هاڻي اهڙي هيس جو ڏسڻ ۾ گهٽو ننڍي پئي آئي. سياڻ به اجا پاراڻو هوس. بادشاهه مٿس اکين ڇڪن هوندو هو ۽ سندس سڀ آرا انڪل سهندو هو. راڻي به ڪيس گهٽ ڪين گهرندي هئي. بادشاهه جو پاڻ تي پيار ڏسي، مٿس جججهي حجت هلائيندي هئي، پر سندس شوخ سياڻ جي ڪري وقتي ڪانئس ڪن به هڻندي هئي.

بادشاهه جي سوٽ ايڊٿ به نهايت حسين هئي. سونهن سوڀيا ۾ راڻيءَ جي مٽ هئي ۽ عقل ۾ پاڻ ڪانئس به رتيون سرس هئي، جنهنڪري بادشاهه اڪثر انهيءَ داناٿهن دنداگير سان صلاح مصلحت ڪندو هو. بادشاهه جو هن جي راءِ کي گهڻو وزن ڏيندو هو، تنهن سبب راڻي هن سان ساڙ يا وير نه رکندي هئي. سوڻي ۾ به ڪڏهن ايڊٿ جو مٽو نه گهريائين، پر سياڻ جي چلولي هئي، تنهنڪري ڪاهه بيڪاهه ساڻس چرچو گهڻو ڪري، پنهنجي دل وندرائيندي هئي. سرڪينيٿ جي ايڊٿ سان ماليئي محبت هئي، سا

ڳالهه رائيءَ ۽ سندس سهيلين کان ڳجهي ڪانه هئي.
سرڪينيٿ جي الفت جا اهڃاڻ هو پريان ئي سهي
ڪندو هيو ۽ ايڊٿ اڳيان هن جون ڳالهيون
ڪري، هن کي ورائي ورائي ولنديون هيون. ڪڏهن ته
ايترو ته ڪٺ ڪنديون هيون، جو هوءَ ويچاري ڏکي
ٿي ڪنڌ کڻي هيٺ ڪندي هئي، ۽ بعضي ته خفي
ٿي پوندي هئي. انهيءَ هوندي به رائيءَ جا منجهس
پران هوندا هئا ۽ ڪڏهن به پاڻ کان پاسي نه ڪندي
هيس. جڏهن اينگاڊيءَ جي مٽ ۾ بادشاه جي چوڻ لاءِ
سڏڪا سڏڪڻ ويئي هئي ته ايڊٿ کي به پاڻ سان ايو
هئائين. مڙهيءَ ۾ ڦيرن ڏيندي ڪينيٿ جي پرن
وٽ، ايڊٿ گل ڪيرايا هئا ته اهي رائيءَ جي هڪ
سهيليءَ ڏٺا هئا، ۽ رائيءَ سان اها ڳالهه ڪئي هئائين.
رائيءَ سمجهيو ٿي ته انهن جي وچ کان پوءِ ڪينيٿ
ضرور ايڊٿ بابت خيال پيو ڪندو هوندو، سو هن
جي خيالن ۾ پٺيڪ وجهڻ لاءِ پن چامڙن کي پهاريءَ
پاڻ جي ڀهاني مڙهيءَ ۾ موڪليو هئائين. الهيءَ چرچي
سان پوري ڪانه پيئي هيس، سو هينئر ايڊٿ سان
روانشي ڪرڻ لاءِ سرڪينيٿ ڏي چامڙن هٿان ڪوڙو
نيا پيو موڪليو هئائين، پر هاڻ ڪل سان دل ٿي پيئي.
جنهن رات سرڪينيٿ پهرو ڇڏي، ايڊٿ ڏي ويو
هو، تنهن رات رائيءَ ۽ سندس سهيلين گهٽتا ئي ڪانه
ڪئي. ايڊٿ کي پوَن پوَن ڪري اچي ورتائون.
ان وقت هن، سندن سڀهن ۽ سڀني جو سانگو ڪونه

ڪيو. هن کي اهائي ڳڻتي هئي ته شل هن ويچاري
جي سک سان رهجي اچي. صبح ٿيڻ سان ڪنهن داسيءَ
کي سماءُ لهي اچڻ لاءِ ڊوڙايائين. هن اتي ئي اچي
ٻڌايس ته جهنڊو ڪم ٿي ويو آهي ۽ پهريدار جو پتو
ڪونهي. ڳالهه ٻڌڻ شرط ايڊٿ جا ڏڪر لڳي ويا
۽ اکين اڳيان اوندهه اچي ويس. اتي هڪ سهيلي
سڏيندي آئي، ۽ چيائين: ڦهرني ٿو چڪي، ڪو ڀلو پيٺي
ڪريو، نه ته راهه ويندي هڪ ڪولڊر ٿو ڪسجي!
ايڊٿ کي اڳيئي ٻئي پرون پيا ته اڄ خير ڪونهي،
سا اڄ لاءِ راڻيءَ جي ڪمري ۾ لنگهي ويئي. اکين
سان اڻاسا ڳوڙها ڳاڙيندي چيائين: تنهنجي اندي رونشي
سان هي اڪور نڪتا آهن، هاڻ بادشاهه کي ڪيئن
۾ باز آئي، هن ويچاري تان آئي بلا ٽار.

ڳالهه ٻڌڻ شرط راڻيءَ جون ٻه ٻه ويون ڇهه ٻه
ويون. پنهنجي ڪيي تي ڏاڍو پڇتائڻ لڳي. وري
۾ پنهنجي دل کي ڪوڏُ ڏيئي، ايڊٿ کي چيائين:
تون دل ڍلي نه رک. سڀ سٺائي ٿي پوندي. اتي
هڪ ٻي سهيليءَ اچي چيو: اجا قتل ڪونه ڪيو اٿنس،
پر جلاد اچي ويو آهي. سگهو ويچاري جي ڪا واهر
ڪريو، نه ته هن جي هچا امان تي پوندي.

جلاد جو نالو ٻڌي ايڊٿ ڪاراڄي ويئي، راڻيءَ
کي ٻه لڳن ۾ اچي سيالو پيو. سرڪينيٽ لاءِ سڪائون
سکڻ لڳي. ايڊٿ چيس: سڪائون ڀلي سک، پر پهريائين
پنهنجو ڪو پولو پار. اتي هڪ داسيءَ چيو: راڻي صاحب،

ايڊٿ ويچاري سچ ئي ڇوي. تنهن وهندي اوهين وڃي
وڃ ۾ پئو، نہ تہ وڏو ڪلور ئي ڇڪندو. راڻيءَ چيو:
آءٌ هينئر ئي هلان. مون کي نئون وڳو ڏيو تہ اهو
ڏيکي وڃان. ايڊٿ آسالڪ نئون وڳو آڻي ڏنس.
راڻي تڙ تڪڙ ۾ ڪپڙا ڪيا ۽ وارن کي جهڙو تهڙو
ٺاهي، هاڻ لاءِ تيار ٿي. ايڊٿ کي چيائين: بادشاهہ
جو شڪل رخ سولو هجي تہ هن کي باز آڻي بري ڪولهي.
اتي ئي پنهنجن ڪپڙن ڏي نهاري چيائين: هي ڇا!
مون کي ساڻي رنگ جو وڳو ڇو ڏيکايو اٿيئي؟
مون کي آسماني رنگ جو وڳو سونهندو آهي، ۽
بادشاهہ کي بہ اهو وڻندو آهي.

اڃا ايڊٿ کي سار لڳا. راڻيءَ کي چيائين: هو ڏانهن
الائجي ڪهڙو قهر ئي ڇڪو هوندو، ۽ هتي تون
پنهنجي ويس وڳي جي ڳالهہ ڪئي بيٺي ٿانمائين. هاڻ
تون ويٺي هج، آءٌ ئي بادشاهہ وٽ لنگهي وڃان.
هيترا ڏينهن منهنجي منهن تي مرم جي مهر لڳل هئي،
پر اڄ هڪ بهادر جي حياتيءَ بچائڻ لاءِ آءٌ اها
لوڪاٽي اڄ لاهي ٿي ڦٽي ڪريان. مون ستياڻيءَ جي
ست جي اوهاڻ سيني کي سڌ آهي، انهيءَ هوندي بہ
جي مون کي ڪنهن ڏکيا ڏوراپا ڏنا تہ آءٌ لوڪ
جي ڳلا ۽ خواريءَ جي ڪاري سر تي کڻندس، پر
هن بي قصور جي حياتي ضرور بچائيندس. ائين انگلنڊ
جي لڄ پت سان رهجي ايندي، نہ تہ هن ڪونڌر جو
ڪوس اسان جي ساريءَ قوم تي هڪ ڪلنڪ لڳندو.

انهن ڇڏي، ايلزٿ هلي ٿي وئي. راڻيءَ چيس: ايهه، آءٌ به ٿي هلان. انهيءَ دم راڻيءَ هڪ وڏو گهگهو پاتو جنهن ۾ سينگار جون سڀ کٽايون ڍڪجي ويون. هوءَ پوءِ ٻه-ٽي سهيليون ۽ ٿورا هٿيارن پنوهارن سان پهريدار پاڻ سان وٺي، تکڙي پادشاهه جي تنبوءَ ڏي وئي.

پادشاهه کي جنهن مهل خبر ملي ته راڻي اچي آئي، تنهن مهل ٿي هن حڪم ڏنو: ترسايوس، ترسايوس، اندر اچڻ نه ڏيوس. راڻيءَ اهي لفظ پنهنجي ڪنن سان ٻڌا. ايلزٿ کي چيائين: ڏٺُه، سو مون اڳئي انهن ٿي چاتو ته بادشاهه اسان کي اچڻ ڪين ڏيندو.

ان وقت بادشاهه وٽ تنبوءَ ۾ ڪو ماڻهو حاضر هو. بادشاهه هن کي چيو: هاڻ جلد وڃي ڪم جي سرانجامي ڪر. هڪڙي ٿي ڌڪ سان هن جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪندين ته توکي ڏهه مهرون انعام ڏيندا سون. هنن زالن اهي لفظ ٻڌا. ايلزٿ هيئنر وڌيڪ صبر سهي ڪين سگهي. هن ڏٺو ته هاڻ حاج ٿي هٿان وڃي. راڻيءَ کي چيائين: ڪا وات ڪري سگهو اندر وڃ، نه ته اڄ ٿي تولاءِ وائر ڪريان. هوءَ پوءِ وڏي چوبدار وٽ وئي ۽ چيائينس: چوبدارا انگلنڊ جي راڻي رچرڊ بادشاهه جي ملاقات لاءِ آئي آهي. وات ڏي ته اندر وڃي.

چوبدار ادب وچان چوب هيٺ ڪئي ۽ هٿ ٻڌي چيائين: هن ٻندي کي روڪ ڪرڻ جو ڪو به اختيار

ڪواهي، پر حڪم جو تابعدار آهي. هن وقت اندر
وڃڻ جي منع ٿيل آهي. ايترو امالڪ چوبدار کي
هڪ هٿ سان چڪي پاسي ڪيو ۽ ٻئي هٿ سان تنبوءَ
جو پردو مٿي ڪيائين، رائيءَ کي چيائين: هاڻ هلي اچ.
چوبدار کي ايتري جرات نه ٿي جو راجڪماريءَ کي
روڪي سگهي. رائي به ناڪار ڪري ڪين سگهي،
تنهنڪري انهيءَ اندر لنگهي.

وچرڊ بادشاه پلنگ تي آهليو پيو هو. ڪانئس
ٿورڙا قدم پري هڪ ٿلهو قداور مڙس بيٺو هو،
جنهن جي شڪل توڙي پوشاڪ مان پڌرو هو ته
هُو جلاد آهي. هي اندر گهڙيون ته بادشاه هنن
کي ڏسي، وائڙو ٿي ويو. هن کي سندن اچڻ جي
ڳالهه ڪين وڻي، تنهنڪري اول ته موڙو ڏنائين.
اڃا زبان مان ڪجهه چيائين ٿي ته رائي امالڪ وڌي
شاهاڻي پلنگ ڏي وئي ۽ گوڏن ڀر ويهي، بادشاه
جو ساڄو هٿ پنهنجي نازڪ هٿ ۾ جهلي، پنهنجي
اکين تي رکيائين، ۽ پوءِ چپن تي آڻي چميائين.
بادشاه پڇيس: هيترو نياز ۽ نئڙت اڄ ڪهڙي سبب
ٿي ڪرين؟ رائيءَ چيس ته هيءُ شخص بيٺو آهي، تنهن
کي ڪڍو ته پوءِ ٻڌايانو. هن کي ٿي ڏسان ته منهنجي
ڏرن پئي ڏڪي. بادشاه يڪدم جلاد کي وڃڻ
لاءِ حڪم ڏنو، پر هو ٿورو چڙي، وري بيهي
رهيو. اتي بادشاه پڇيس! حڪم ملڻ کان پوءِ به
هونئن دت د تائي جو بيٺو آهين؟ جلاد چيو: ڪڏهن

دفن بابت به حڪم ملي. بادشاهه چيس هن جو
دفن عيسائي مذهب موجب ٿيندو، هاڻ هڪدم وڃ.
جلاد حڪم مڃي هليو ويو. جلاد جي وڃڻ کان پوءِ
بادشاهه سنئون ٿي ويٺو، ۽ پنهنجو رخ ٿيرائي راڻيءَ
ڏي ڪيائين، ۽ پڇيائينس: هيڏيءَ مهل ڪيئن پنڌ
ڪيو اٿيئي؟

راڻي: معافي! منهنجا خاوند، معافي!

بادشاهه ڇاجي معافي؟ تو ڪهڙو گناهه ڪيو آهي،
جنهن لاءِ توکي معافي ڏيون؟

راڻي: اول انهيءَ لاءِ معافي ٿي گهران، جو هيئن
حجت ساري ري موڪلايو تنبوءَ ۾ گهڙي آيس.

بادشاهه: اها ڪا اهڙي ڳالهه ڪانهي، جنهن
لاءِ تون معافي طلبين: سچ جا ترورا اسان جي تنبوءَ
اندر اچن، ته به سچ جيڪر اسان کان معاقي گهري
ڇا؟ تون ڀلي آئينءَ، اسان توکي اچڻ کان روڪ
ڪئي، سو هن ڪري جو ڪنهن اهڙي ڪم ۾ مشغول
هئاسين، جو اوهان نرم دل زالن جي ڏسڻ جهڙو جو
نه هو. ٻي ڳالهه ته هي ملڪ اهڙو آهي جو بيمار جي
ويجهو کهڻو نه وڃجي.

مهاراڻي: ڏٺي اوهان کي نوان ڏينهن ڏنا آهن،
هاڻ ته ضعف ڪونهيوَ؟

بادشاهه: هاڻ ڀاڻ ۾ اهتري سگهه سمجهون ٿا،
جو جيڪو جنگي جوان تنهنجي تابعداري نه ڪري،
تنهن جو منهن ٽوڙي وجهون.

راڻي: توهان جي جيڪڏهن مون سان سچي پريت آهي، ته مون سان هڪڙو وڙ ڪريو. آءُ اوهان جي اکيان ڇهولي جهلي، هڪڙو، رڳو هڪڙو وڙ گهران ٿي.

بادشاهه: پياري، جيڪي چوڻو اٿيئي، سو چئي ڏي.

راڻي: رڳو هڪ چٺي جي جيڏان لاءِ هٿ ٽنگيان ٿي. انهيءَ سڪاٽ سردار کي ڪيئن به بچايو!

بادشاهه: (خفي ٿي) انهيءَ بدبخت جي اسان سان ڳالهه نه ڪر. انهيءَ نياڳي جي حق ۾ آڳيئي فيصلو ٿي چڪو آهي. هن کي هاڻ مئن جي قطار ۾ سمجهه.

راڻي: پر منهنجا حاڪم! اهڙو ويل نه وهايو- هڪ ريشمي جهنڊي وچ ڪري ڪنهن ڪوالڊر کي نه کهايو. آءٌ اهڙو پيو جهنڊو اوهان کي پنهنجن هٿن سان آچي سلي پرت سان پري ڏيندي س. جيڪي موتي مون وٽ آهن، سي سڀ هٽي، اهو جهنڊو سينگاريندي س، ۽ جيترا موتي هٽندي س اوترا ڳوڙها اوهان جي شڪرگذاريءَ ظاهر ڪرڻ لاءِ پنهنجن هنن نماڻن نيڻن مان ڳاڙيندي س.

بادشاهه: (خفي ٿي) موتي! ساري مشرق جا موتي ڪٺي مڙهين ته به، انهيءَ جهنڊي وچ جو داغ اسان جي دل تان لهڻ جو نه آهي. اسان جي آبروءَ تي جيڪو ٽيڪو لڳو آهي، سو ڪنهن نازڪ ناريءَ جي لڙڪن سان ڌوپجڻ جو نه آهي. تون بيشڪ اسان کي پياري آهين، پر توکان به وڌيڪ اسان کي پنهنجي آبرو پياري آهي، اسان جي ڳالهه ۾ تون نه پئو.

راڻي: (ايڊٽ کي ڪن ۾) ٻڌين ٿي؟ هيءَ ته هاڻ
مرڪو تڏي ٿو.

ايڊٽ: (راڻيءَ کي آهستي) چڱو مان ٿي چوانس.
ڀلي ته مون تي ڪرپ ٿئي، ۽ جيڪو چوهه چندلو
هجيس سو چئجي. (بادشاهه کي) قبلا، آءٌ اوهان جي
هڏ رت ٿي، اوهان کان رحم ڪرڻ ٿي طلبيان، ڇو
اوهان جي اڳيان انصاف جي جهولي جهليان ٿي. حق
جي دانهن بادشاهن کي هردم اونائڻ گهرجي.

بادشاهه: آها! هاڻ اسان جي مڻيائي ٿي ڳالهائي!
ايڊٽ، تنهنجي گفتگو هميشه شاهاڻي هوندي آهي،
تنهنڪري اسين توکي وراڻي ۾ اهڙي ڏينداسين. اسين
اميد ٿا ڪريون ته تون پنهنجو شان مان سمجهي، ڪابه
بيهودي طلب نه ڪندينءَ.

ايڊٽ: پيارا پيءُ، آءٌ رڳو ايترو چوان ٿي ته جنهن
جوڙي کي اوهين قتل ڪرائڻ ٿا گهرو، تنهن جنگ
جي ميدان ۾ جيڪا عيسائي قوم جي خدمت ڪئي
آهي، سا دل تان ميساري نه ڇڏيو. هيءُ ويچارو
هڪ هڙراڏو وڇايل ڄار ۾ ڦاسي، پنهنجي فرض ادا
ڪرڻ کان گسُو آهي. هن وٽ ڪنهن شخص جي نالي
هڪ نياپو ويو هو. (ٻهڪي، ٻاسير-چو نه ڇلي
چوان) مٺا پيءُ، هن وٽ هڪ نياپو منهنجي نالي ويو، ۽
هو انهيءَ تي گمراه ٿي، پنهنجي نوڪريءَ تان ٿوري
وات لاءِ هليو آيو. هاڻ اوهين پاڻ انصاف ڪريو

ته هن ڇالوڻيءَ ۾ اهڙو ڪهڙو عيسائي جنگي جوان
آهي، جو بادشاهه جي مهڙيءَ ويجهي ماڻهپائيءَ جي
سڌ تي هن والکر هليو نه ايندو؟

بادشاهه: (ڪاوڙجي) تڏهن هو اهڙي بيگاهه وقت
تو وٽ آيو هو؟

ايلٽ: هائو، پر هينئر وقت ڪونهي جو آءٌ سڄي
ڳالهه ويهي اوهان کي سمجهايان. هينئر نڪي پاڻ تان
حرف لاهڻ لڪي پين کي حرفي ڪرڻ لاءِ وقت اٿم.

بادشاهه: (طعني طور) تون پنهنجا لائق ڪري هن کي
ڪهڙي هنڌ ڪڍينءَ؟

ايلٽ: مهارائيءَ جي تنبوءَ ۾.

بادشاهه: (تپي) ڇا؟ اسان جي رائيءَ جي تنبوءَ ۾!
ڇوڪري، تون حد ڪري ڇڪي آهين. جيڪڏهن
هن سردار نالائقي ڪري تو ۾ نظر رکي ۽ تو اسان
جي ڪل جو نقش پوڙي، هن سان منهن ڏيئي ڳالهايو،
ته اسان کي انهيءَ ڳالهه جو به ايترو ارمان ڪونه ٿو
ٿئي، جيترو هن ڳالهه جو، ته تو ايڏي جرات ڌاري،
جو خود اسان جي رائيءَ جي تنبوءَ ۾ هن کي پاڻ وٽ
گهرائڻ ڪان ڪين ڪيئينءَ؟ تنهنجي هاڻ اهڙي ڏکري
لڳي آهي جو خود اسان جي اڳيان به، مترڪي پنهنجي
منهن سان ٿي چوين ته هن تنهنجي سانگي نافرماني
۽ عدول فرضي ڪئي! افسوس، اسان نٿي ڄاتيو ته،
تنهنجي ايتريقدر ڳڙهه لڱل آهي. ايلٽ، اسين قسم
ڪئي ٿا چئون ته، تون پنهنجي اهڙي بيشرميءَ جي

حلت لاءِ پنهنجو نصيب ڀڳيندين ۽ هاڻ ڪنهن مندر يا مسجد ۾ فقيرياڻي ٿي گذارڻو پوندءِ.

ايڊٿ : قبلا، اوهين پنهنجي پادشاهي زور تي مون اياڻيءَ سان نسورو ناحق ٿا ڪريو. آءٌ پاڪدامن آهيان. مون پنهنجي ڪل جو اقش پورو ڪونهي. اهڙي ساک اوهان جي راڻي ۽ پريندي. مون اڳيئي عرض ڪيو ته هن وقت نڪي پاڻ تان لڪر لاهڻ جي ڪوشش ڪنديس، لڪي پڻ تي لڪر پڇنديس. آءٌ وري ۽ ڪجهه ڪهڙو پائي، عرض ٿي ڪريان ته جو ويچارو دادي نه استادي، هيءَ آهيءَ ۽ اچي ويو آهي، تنهن تي ڪو رحم ڪريو.

ايڊٿ جي آزي نيزاريءَ تي پادشاهه ڪوه، ڏيان ڪونه ڏنو. اتي هن اندر جلندي چيو: توهين بادشاهه آهيو، پر ياد رکجو ته نيٺ اهو ڏينهن ۽ ايندو جو شاهن جي شاهه، ڏليءَ پادشاهه جي اڳيان هن ڪان ۽ ڪهڙ گناهن لاءِ اوهين خود رحم جا طالبڪار ٿيندا.

پادشاهه (هيڪاري ڪاوڙجي) هيءَ ايڊٿ ته ڪين ٿي ڳالهائي. اسان جي خاندان جي عقل ۽ عزت واريءَ ايڊٿ جو اهو وڙ ٿي نه آهي جو هيئن ڳالهائي ا هيءَ اسان جي سوٽ نه آهي پر عشق جي ڦٽيل آهي، جا پنهنجي لنگ ناموس جو خيال ميساري پنهنجي آشنا جي جيئدان لاءِ ايلائي رهي آهي. چوڪري، هاڻ پڌ، اسين هينئر جو هينئر جلاد کي حڪم ڏيندا سين

۽ تنهنجي عاشق جي سسي تنهنجي عبادت جي جاءِ ۾
آڻي لنگهيندو ۽ تون ان کي ٻيهر ڪري ڏسي پوڄجانءِ.

ايبٽ: اوهين جي اهڙو ڪلور ڪندا تہ آءٌ ٻہ
انهيءَ سورمي جي سسيءَ جي درشن ڪندي ائين
چونديس تہ هيءُ سگورو سر انهيءَ سورهيہ سردار جو
آهي، جنهن کي ائين چوڻ لاءِ سچو ڀچو سبب هو تہ
ٻڪريءَ وانگي آپ ڪهايوسين، بيقدران دي اکيا
افسوس، اوهان جي اکين تي ايترو لٽ چڙهي ويو
آهي جو اوهان کي خبرئي ڪانہ ٿي پوي تہ سورمن
جو قدر ڪيئن ڪبو آهي؟ وري وڏيڪ زورشور سان
چيائين: توهان هن کي منهنجو عاشق ڪوليو؟ سچ،
هو منهنجو طلبگار هو. جهڙو عاشق صادق چئجي تهڙو
هو، پر تنهن هوندي بہ هن پنهنجي زبان سان ڪڏهن
مون سان عشقبازيءَ جي ٻولي ڪانہ ٻولي، ۽ نہ ڪڏهن
مون پنهنجي پرچهہ وڃائي. هو سدائين مون کان پري
رهي، مون کي پريان ڏسي ڪري پيو پوڄيندو هو.
اهڙو اشراف ۽ وفادار ڪونڌر هيئن ڪسجي وڃي،
سو اسورو ناحق آهي!

رائي؛ (ايبٽ جي ڪن ۾) ڏاهي ٿيءُ وڏيڪ نہ
چئينس. تون پاڻ تتل کي هيڪاري تپائي، سڄو قصو
بگاڙين ٿي.

ايبٽ: (بيپرواهيءَ سان) پرواهہ ناهي. جنهن
ڪنواري ڪنيا کي پاپ پلئي نہ پيو هوندو، سا ڪيهر
شينهن جي بہ ڪانڊ نہ ڪڍندي. پلي تہ هن سورهيہ

سردار سان جيڪي ويل واهڻا هجنس سي وهائي. جيئري ته آءٌ هن سان پرڻجي ڪين سگهان ها، جو هو مون وانگر شاهي گهراڻي جو نه هو، پر مرڻ کان پوءِ ڪير، اهڙو سنڌو سيڙهو رهي نٿو سگهي، جو موت امير توڙي فقير کي هڪجهڙو ڪيو ڇڏي. اڄ جڏهن هو ويچارو منهنجي وڪيءِ پنهنجو ڪنڌ ڪاهڻ کان ڪيائي ٿو، تڏهن آءٌ هن جو پورو پورو قدر سڃاڻي، هن جي يادگيريءَ ۾ هنجون هاريندس. ۽ هاڻ آءٌ هن جي قبر سان لائون لهنديس.

ابدت جي واتان اهي لفظ ٻڌي بادشاه هيڪاري جلي ويو. الائجي جيڪر ڇا ڪري وجهي ها، پر ڪنهن جي اچڻ جو آواز ٻڌائين، سو هنن زالن کي چيائين: هينئر اسان جي منهن تسان ٿري ٻاهي ٿيو. اتي هڪ درويش تڪڙو تڪڙو تنبوءَ ۾ هليو آيو ۽ بادشاه جي اڳيان گوڏا کوڙي، هن کي ڳرا ڳرا سڏهن ڪري وجهي چيائين: هن ئي قصور جو ڪوس ڪين نه ڏيو. آهه غريبان تهر خدائي. صاحب جي سرڪار ڏاڍي آهي، ڪو ترس ڪريو!

بادشاه: (ڪاوڙجي) بيوقوف زالن ۽ درويش جو واسطو ڪهڙو جو اسان جي ڳالهه ۾ ٽپي ٿا پون! ۽ ٽپ ٽپ تي اسان کي آڏو ٿا اچن؟ اول اسان کي ٻڌايو ته هن بدبخت کي هيستائين جيئرو رهڻ ڏنو ڪنهن آهي؟

درويش: ڪلسانڊ جي سردار سرلاس، مون غلام جو عرض اگهائي، توسانئين اهو قهر جو ڪم مهمل ڪرايو آهي، جيستائين حضور جن جي قدمبوسي...

بادشاهه: (ڳالهائڻ کي روڪي) اسان جو حڪم ٻڌي سگهي ٿو، اوهان جي چوڻ تي هن کي هيستائين قتل نه ڪرايو آهي! خير، انهيءَ ڳالهه کي اسين پاڻهي ڏسي وٺنداسون. هاڻ توهين ٻڌايو ته، توهان کي انهيءَ پليد جي باري ۾ ڇا چوڻو آهي؟

درويش: قبلا، مون ڳالهه ۾ هڪ وڏو راز رکيل آهي، اهو راز کلندو ته اوهين پاڻمرادو هن جي قتل ڪرائڻ جو ارادو لاهي ڇڏيو ڪندا.

بادشاهه: تڏهن اوهين اهو راز کولي ظاهر ڪريو، پوءِ جيئن اسين سمجهنداسين، تيئن ڪنداسين. توهان جو رکيو درويشن جهڙو لباس ڏسي، اسان کي ڪوبه ڪم اکيون پوري ڪرڻو ڪونهي.

درويش: هي هندو دنيا مان نڪتا ڏوڙي، ويهن ورهين کان اينگلنڊ جيءَ جي مڙهيءَ ۾ رهندو آيو آهي، هينئر جڏهن هن غلام کي ڪا دنيوي خواهش آهي ته رکي اها آهي ته عيسائي ڪليسا جو جيروسلم ۾ پڪو پايو پوي. جنهن اسان دنيا مان سڀ لاڳاپا لاٿا، سو ڪنهن جي ساڻ ڪوڙ ڳالهائيندو يا ڪو ناهه ناهيندو؟ سچي سچي ڳالهه هيءَ آهي ته هن نيڪ سردار کي مرڻ کان اڳ ڪنهن پادريءَ اڳيان ڏوهه پاس ڪرڻي هئي. اها

هاڻ هن بندي اڳيان ڪٿي اٿس. جو ڪڏهن ڏوهه ـ ٻاس ظاهر ڪرڻ جي، ڪليسا جي قاعدن موجب منع نه هجي ها ته هيءُ بندو سچو راز ڪولي ظاهر ڪري ها.

ٻادشاهه: تڏهين توهين اهي ساڳيا ايڪاڊيءَ جي مڙهيءَ وارا درويش آهيو، جنهن جي وٽي هتي هر ڪنهن جي وات ۾ آهي. توهين اهي ساڳيا آهيو نه؟ جنهن وٽ اهو نياڪو سردار، سلطان سان صلح ڪرڻ بابت پيغام ڪٺي آيو هو. انهيءَ ڳالهه، ۾ ٻهرين اسان سان صلاح مصلحت ڏين ڪوندي هئي، ۾ اسان کي بستري داخل ڏسي، شهزادن کي ٻنهنجي روهه سوهه جيئن آيو تيئن ڪري چڪا! توهين اسان جي طرف جو نياپو ڏاريءَ ٻادشاهت ۾ اسان کان ٻچن ڏاران پهچائڻ ويا هئا، تنهنڪري هيڪاري ضرور آهي ته توهين هن لاءِ وچ ۾ پئونڻي پئو، تنهنڪان اڳ ـ هن جي سـي ڏڙ ڪان ڏار ڏين ڪهرجي.

اتي درويش ادب ۽ قريني جي ڳالهه ـ ڪئي، چوڻ سان چيو: خبردار، جي هن جي وار جو ناٽو ورتو اٿوَا جيڪڏهن اڌ جي ڪهوڙي تي ڌڙهي، ڦهر ڪندا، ته پوءِ انهيءَ سان هڪ اهڙي وڏي خرابي پيدا ٿيندي، جو خود اوهين چوندا ته اوهان جي ڪو تنگ ٻانهن وڌي ته اها خوشيءَ سان قبوليو، پر ههڙي خرابي جيڪر قيام ڪين قبوليو. ٻادشاهه سلامت، پوءِ جو ڪٿي سان سڻهن موٽيو، تنهنڪان هينئرئي چيتيو. جنهن ڪچي نه ڏڙي، سو ڪاٻاڙي.

رچرڊ بادشاهه درويش جو گهڻو لحاظ ڪندو هو،
ڪليسا جي ڪار پردازن کي ججهي عزت ڏيندو هو،
هڻ درويش جي انهن ڏمڪين تي پاڻ هيڪاري منيو.
جوش وچان زمين تي لت هڻي چيائين: اوهين زالون
توڙي هي‍ء درويش، سڀ اسان جي منهن تان هينئر
ٽرو، نه ته قسم آهي ته......

مٿان قسم کڻندا آهيوا ائين چوندو حڪيم اندر
هليو آيو.

بادشاهه: اچو حڪيم صاحب، اوهين به شايد ڪو
اهڙو سوال کڻي آيا آهيو، جو اسان کي مچڻ
مشڪل ٿئي؟

حڪيم: قبلا، مون کي ڪنهن بلڪل ضروري ڪم
بابت توهان سان ڳالهائڻو آهي.

بادشاهه: اول اسان جي رالي‍ء ڏانهن مهڙ ڪريو
ته هو‍ء ڏسي ته اهڙي بيماري‍ء مان اسان کي ڪنهن ڇڏايو.

حڪيم: (اکيون هيٺ ڪري) اسان مشرق جي
ماڻهن لا‍ء پرائي‍ء زال ڏي رکو اک کڻي نهارڻ به وڏو
گناهه آهي.

بادشاهه: (زالن کي) تڏهن پلا توهين وڃو. هينئر
اسان کي وڌيڪ نه ستايو. توهان کي ايتري خاطري
ڏجي ٿي ته منجهند کان اڳي قتل نه ڪرائبس. بس،
هاڻ ته خوش ٿيون؟ ايڏت! هاڻ جي سياڻي هجين ته
ماڻڙي ڪري هلي وڃ.

اهي لفظ ايڊٽ ڏي اهڙي گهور ڪري چيائين، جو هن جهڙي دلير ۽ ڪَرڙي وانگر ٽڪڻ لڳي، رائيءَ جون ۽ ڪليون پٽي ڪنيون. هو پڻ هوءَ پنهنجي شاهاڻي شان جو ڪو ۽ خيال نه ڪري ائين ڀڄيون جيئن ڪاريءَ ڏيئان ڪاڻ پڇي. رائيءَ کي ڏاڍو ڏک هو، جو بادشاهه ڪيس نرادر ڪري ڪڍيو هو، پر ايڊٽ پنهنجو من نه ڇڪايو، ۽ ورد بار ٿي صبر اختيار ڪيائين.

# باب نائون

## قتل ھنيانءَ تي ڇنڊو

حڪيم کي پنھنجي تنبوءَ ۾ ھيئن اوچتو ۽ اٻھرائيءَ سان ايندو ڏسي، بادشاھ پڇيس: ڪيئن وڏا پير ڪيا اٿوَ؟

حڪيم: قبلا، ھن ٻانھي جو ھڪ عرض آھي، ڏاڍيءَ اوھان کي ھٿ ڏيئي رکيو آھي ته،

بادشاھ: (وچ ۾ روڪي) ته اسين ھن ٻئي ڪنھن کي ھٿ ڏيئي رکون! اھو مطلب اٿوَ يا ڪو ٻيو؟

حڪيم: ائين، قبلا! جنھن ٻيڪ سردار کي قتل ڪرايو ٿا، تنھن جھڙي خطا ڪئي آھي، تھڙي خود ڏاڏي آدم به ڪئي ھئي، پوءِ ھن کي ڪھڙي ميار ڏجي!

بادشاھ: آدم خطا ڪئي ته الھيءَ به موت جو ذائقو چکيو. حڪيم صاحب، توھان جنھن مھل ھتي پير پاتو، تنھن مھل ئي اسان سمجھيو ته اوھين ڪھڙي ڪم لاءِ آيا آھيو. پر مھربان ٻڌو، بادشاھ ٿي اسان ھزارن جو ڪوس ڪرايو ھوندو، ۽ ڪيترن کي پنھنجن ھٿن سان پورو ڪيو ھونداسين. عجب جي ڳالھ آھي ته اڄ ھڪ خسيس ماڻھوءَ جي حق ۾ واجبي فيصلو ڪري، ھن کي موت جي سزا ملڻ جو

حڪم جاري ڪيو اٿوَن ته هوڏانهن امان جي راڻي
۽ سؤٽ، ته هوڏانهن اينڪاڙيءَ وارو درويش ۽ امان
جو حاذق حڪيم سفارت ڏاهي، سندس سفارش ڪرڻ
آيا آهن! هو بيشرم امان جي آبروءَ تي ٽڪو لائي،
۽ اسين هن کي ڪاهه سزا نه ڏيون! امان کي ته
اهڙيءَ سفارش تي ڪِل ٿِئي اچي.

حڪيم: تڏهن قبلا، ڪلنڊڙ چهن مان موت جو
فرمان جاري ٿيڻ نه گهرجي. هاڻ هيءَ ٻندو اهائي اميد
ٿو ڪري ته توهان هن جوان کي سندس جان بخشي؟

بادشاهه: توهين هزار قيدين جي ٻانهن گهرو ته
اسين اهي سڀ اوهان کي آزاد ڪري ڏيون. توهان
جي قوم جا امان وٽ ڪيترا راجنيتي قيدي آهن.
پنهنجن ديس-ڀائين کي ڇڏايو ته ڀلي اهي وڃي پنهنجن
ٻارن ٻچن وٽ سکي ٿين، باقي هن هڪڙي ڇٽي جي
ڇڏائڻ مان اوهان کي ڇا هٿ حاصل ٿيندو؟ انهيءَ
ڪمبخت جي حياتي هينئر ضبط ٿيل ۽ ملڪ الموت جي
قبضي سمجهڻ گهرجي.

حڪيم: امان سڀني جي حياتي ضبط ٿيل ۽ ملڪ الموت
جي قبضي آهي، پر، امان جو وڏو لهڻيدار نهايت رحيم
آهي، ۽ مدي پڄڻ کان اڳ هرگز تنگ طلبي نٿو ڪري.

بادشاهه: پر امان کي ٻهريائين سمجهايو ته ڪهڙي
سبب توهان کي هن جو تاءُ ڏو ابري، جو اوهين
امان کي پنهنجي حڪم منسوخ ڪرڻ لاءِ هيترو

ستايو ڏا! بادشاهه ني اسان کي ضرور عدل ڪرڻو آهي، پوءِ اوهين وچ ۾ ڇو ٿا پئو؟

حڪيم: بادشاهن کي نه رڳو عدل، پر فضل به ڪرڻو آهي. اوهين عدل ۽ فضل جا صاحب ني، هر وهرو پنهنجي نه هاو. هن بندي جو هڏ هن ڪري ٿو ڪرڪي، جو هن هڪڙي چٽي کي جيئدان ملڻ ڪري گهٽين حياتين جو بچاءُ ڏيندو.

بادشاهه: سو وري ڪيئن؟ سچي سچي ڳالهه ڪجو، ڪو ڳاهه ڳاهي نه پڏائجو.

حڪيم: ڳاهه ڳاهڻ ڪان ڏني رکيا سچي سچي ڳالهه هيءَ آهي ته جنهن دوا مان حضور جن تورڙي پيا ڪيترا شفاياب ٿيا آهن، سا هڪ طلسم آهي، جنهن جي جوڙڻ لاءِ سعد ستارن جي پوري پوري ساعت تي غرض ڪرڻو پوي ٿو. ڏايءَ ان جو جس هن بندي جي هٿ ۾ ڏنو آهي. هيءُ غلام جڳي ويلا وڏي، اهو طلسم هاليءَ ۾ پوڙي، جنهن بيمار کي پيار پندو آهي، تنهن کي جيءَ ـ ڏاڻ ٿي لڳندو آهي.

بادشاهه: آهي ٻـرا ٻـر جيءَ ـ ڏاڻ؟ اهڙا طلسم جي حڪيمن ڪيسي ۾ پائي ڪنيا ته ڏڪين سٽين جي ساٽ لڏڻ ڪان آٽ ٻـ چٽي پولدا! اسين سمجهون ٿا ته اهڙو طلسم رڳو توهان وٽ ئي آهي!

حڪيم: غريب پرور، جنهن دوا مان فيض رسي، تنهن بنسبت خندو ڪرڻ ناجائز آهي. اهڙو طلسم شايد ڪو پيو جوڙي ٻـ سگهي، پر سڀڪنهن جي

جاءِ نہ آهي جو اهو ڪم آڻي سگهي. هن طلسم کي ڪم
آڻيندڙ تي ڪيترا ٻنڌن آهن. فاقا ڪڍڻا ۽ رياضتون
ڪرڻيون پون ٿيون، ۽ عيش عشرت کان ڪجھ عرصو
گوشو ڪرڻو پوي ٿو. پر وڏو شرط هيءُ آهي تہ
جيڪڏهن ڪنهن ايتري جفاڪشي ڪئي، ۽ هڪ
مهيني اندر ٻارهن مريضن کي نہ چڱا ڀائين تہ، پوءِ طلسم
جو زور هليو ويندو، ۽ ٻيون مريض ۽ خود حڪيم
ٻارهن مهينن اندر خوار خراب ٿي مرندا: هن بندي کي
هينئر ڪيئن ١١ ڪري ٻارهون چڱو ڀلائڻو آهي، نہ تہ
اسان ٻنهي لاءِ زوال، ۽ هڪ سال اندر انتقال آهي.

بادشاهہ: ٻاهر ڇانوڻيءَ ۾ جاچ ڪريو تہ ڪيتري
مريض ملي پوندو. توهين جنهن کي ڀڄائڻ گھرو ٿا،
تنهن جو طب اسان جو جلاد ڀائيهي ڪندو، پر اسين
تہ سمجھي نٿا سگهون تہ هن کي جيئدان وٺي ڏيڻ
ڪري اوهان جو عدد ڪيئن پورو ٿيندو؟ اوهان جو
ٻارهن ڄڻن جو عدد تڏهن پورو ٿيندو، جڏهن اوهين
ڪنهن کي پنهنجي حڪمت سان چڱا ڪيو؟

حڪيم: حضور جن کي اول اها ڳالهہ سمجھہ ۾
اچي ٿي تہ جتي ٻيا حڪيم ڇٽ ڀٽن سان هٿي ٻيٺا تہ
ترپ ڪوٺ نہ ڪڏي، تتي هن غلام رکو تڏي ٻائيءَ
ٻيارڻ سان سائينجن کي ڪيئن نوٻنو ڪيو؟ جڏهن
اها ٿي ڳالهہ سائينجن کي سمجھہ ۾ نہ آئي، تڏهن
هن طلسم جي ٻاري ۾ اِي ڪا ڳالهہ جيڪڏهن سمجهہ
۾ نہ آئي، تہ ان جو ويچار ڪرڻ نہ گھرجي. هن

وقت ٻڌندي مان ھيءَ جٺ آھي جو اڄ صبح جو ھڪ ٻليڊ جانور جو علاج ڪيو اٿس، جنھنڪري ٻئي ڪنھن کي طلسم جي وسيلي ڇٽائڻ کان خارج آھي. ھن باري ۾ وڌيڪ سوالن پڇڻ جو ضرور ڪونھي. ايترو چوڻ بس آھي تہ جيڪڏھن ھن نيڪ سردار کي ڇوٽڪارو ملندو تہ حضور جن تان ھڪ وڏي آفت ٽري ويندي.

بادشاھہ: حڪيم صاحب، اوھين بہ ڪنھن مان ڪپھہ ڪڍي، اھو چڱيءَ طرح ٻڌي ڇڏجو تہ سوڻ ڪنھڻ ۽ منھنجي جھڙين ڳالھين تي ڀروسي رکڻ، ڀلڙين ماڻھن ۽ اڀوجھہ ماڻھن جو ڪم آھي. جنھن جو ڪالو رچرڊ، سو اھڙين واھيات ڳالھين کي ڌيان ۾ اچ ڪين آڻي، تنھنڪري يقين ڄاڻجو تہ اوھان جي ڏيچارڻ تي اسين ڏچي ڪو بہ ٿولداسين. اسان جي ڪِيل ساٿيو! جي ڪِيل جي ڏچي ھا تہ گھر کان ٻاھر پير ڪڍون ئي ڪين ھا.

حڪيم: حضور جن ڀلي انھن ڳالھين کي واھيات ڪري سمجھن، پر ايترو يقين ڄاڻن تہ ٻنڌي ڪي خلاف ڪو بہ چيو آھي. تنھن کان سواءِ بہ اھو انصاف آھي، جو ھڪ خسيس ڏوھہ لاءِ ڪنھن کي معافي نہ ڏيئي، ساريءَ دنيا جي ھرھڪ بدنصيب بيمار کي ھن طلسم جي فائدي وٺڻ کان محروم ڪجي! بادشاھہ سلامت، اوھين وري بہ ويچار ڪريو. ڪنھن جي اک ڪڍڻ سولي آھي، پر وجھڻ ڏاڍي ڏکي آھي. بادشاھہ، جھڪو

مارڻ جو ڪم ڪن ٿا، سو شيطاني آهي، حڪيم
ڇنائڻ جو ڪم ڪن ٿا، سو رحماني آهي. توهان کي
ڄڏهن ايتري ٻه طاقت ڪانهي، جو ڪنهن جو رکو
ذات جو سور لاهي سگهو، تڏهين هيءَ طاسم، جو خاق
کي فيض ٿو رساني، تنهن جي فائدي وٺڻ کان انسان
ذات کي ڇو ٿا آڏو ڦرو؟

بادشاهه: (شوخيءَ سان) هيءَ حد گستاخي آهي.
توهين انسان جا حڪيم آهيو يا وزير؟

بادشاهه جي شوخيءَ تي حڪيم ڏرو ته ڪين ٿيو،
پر پاڻ ٻه قدم مٿي ويو. رڪ رڪائي اصل ڪالم
ڪيائين. چوڻ مان چيائينس: فرنگستان جا بادشاهه
ٿي ڪري، منهنجي ڀلائي جي عيوض مون کي اهو اجورو ٿا
ڏيو، جو مون ٿي اکيون ڪڍي ٿا اچو؟ پاڻ ڏسجو ته آءٌ
اوهان کي ڪيئن ٿو چنگ چاڙهيان. هينئر ديس پرديس
اوهان کي بدنام ڪندس، جتي قدردان ماڻهو هوندا،
اتي اوهان جي بيقدريءَ ۽ بي شڪريءَ جو ڍنڍورو
ڏيندس. جن اوهان جو نازءَ ناموس ٻه پڌو هوندو،
انهن کي به آگاهه ڪندس ته اوهين اول درجي جا
ڪنچور آهيو.

حڪيم جي اهڙن حرفن ٻڌي ڪيڻ تي بادشاهه
ورچ ٿي ويو. يڪدم پنهنجي ترار ۽ هٿ وجهي
چيائين: ڪميڻا، تون انسان کي اهڙا وڏيل اکر ٿو
ڳالهائين - هاڻ مٿاڻ پنهنجي حياتيءَ مان ڪڪ ٿيو
آهين -؟ حڪيم بادشاهه جي ترار پر بلڪل ڪين

ڏنو، پاڻ اڳيرو وڌي چيائين، هڻ، هڻ، آءٌ سمجهان ٿو ته منهنجا لفظ توهان کي ڏنڀن وانگر ڏنگين ٿا، پر اهو ڪجهه نه آهي. حقيقتاً پنهنجي زبان سان آءٌ اوهان کي ايترو خوار خراب ڪري ڪين سگهندس، جيترو مون کي خون ڪرڻ سان توهين پاڻ کي پاڻيهي خوار خراب ڪندا.

رچرڊ بادشاه ٿالهيءَ ٿيو هو. هي مڙس تتو ته ٺهيو جن ”متو، پوءِ“ نه تيڏا مٺ، نه ميڏي ڪاهه هيٺ مٿي جي ڪاهه سڌ ڪانه پوندي هيس. باقي اهو ٻڌي هوس ته پنهنجي عزت آبروءَ جو جيڪو خيال ڌاريندو هو، ۽ ڀلي ڀلائي به ڪنهن جو احسان ڪين وساريندو هو. هن حڪيم جون مٿس مهرون لڳل هيون، جو ڪيس مٿو جياريو هئائين. اهو احسان ياد ڪري هيءُ آسالڪ ٿانئس هٿي ٻري ٿيو. دل ۾ چوڻ لڳو: جنهن مون کي جيئاريو، تنهن کي جيءَ خون ڪندس ته سڄ پچ پاڻ کي بدنام ڪندس، ۽ پوءِ ڪنهن جي اڳيان ڪنڌ کڻي به ڪين سگهندس اهو لوڪ لڄا جو خيال ڌاري، هي وڌي حڪيم جي ويجهو ويو، ۽ چيائينس، اسان جي تاج ۾ جيڪي هيرا جواهر لڳل آهن، سي جيڪڏهن ڪ.هرو هجا ته اسين الهن ڏيندي به ڪين ڪيپايون ها، پر جڏهن توهان پنهنجي لاءِ پاڻيهي انعام چونڊيو آهي، تڏهن اسان کي به پنهنجو شاهاڻو شان رکي، اوهان کي مولائي مناسب لڳو لڳي. هاڻ اهو حڪالنامو چو لعنتي

اسان اوهان کي آيو پايو ڏنو: اسين اوهان کي پروانو لکي ٿا ڏيون، سو وجهي اسان جي مقربن کي ڏيکاريو ته اهي انهيءَ نياڪي جي پانهن اوهان جي حوالي ڪندا.

پادشاهه پوءِ ڪاغذ ڪٺي، پـ اکر رهڙي ورتا، ۽ اهو پروانو حڪيم کي ڏيئي چيائين: انهيءَ سکات کي اوهين پنهنجو غلام ڪري رکجو، ۽ جيڪو ڪم اوهان کي وٺي سو هن کان ولجو. ايترو چنجوس ته وري ڪڏهن پٽلي پٽلائي ۽ اسان جي منهن تي نه چڙهي.

هينئر حڪيم جي منهن ۾ پاڻي وريو. پهر پاٺين جيڪا تندي ٿي ڏيکار پاٺين، سا ڇڏي تڏو ٿيو ۽ وري اکوٺڪو تابعدارن جهڙو نمونو اختيار ڪري چيائين: حضور جن جيئن فرمائين ٿا، تيئن اوس ڪبو.

پادشاهه: شاباس، اوهين هن کي چڱيءَ طرح ذهن نشين ڪرائجو ته پنهنجي سر جي جيڪڏهن سلامتي کهي ته وري ڪڏهن ۽ اسان جي اڳين آڏو نه اچي. حڪيم صاحب، اوهان کي ڪجهه پيو نه گهرجي ته پلاشڪ گهري وٺو.

حڪيم: حضور جن پنهنجي سخا سان هن طامامعوءَ کي تار ڪري ڇڏيو. هاڻ هن بندي کي پي ڪا لوڙ ڪانهي، هيءَ ئي بخشش گنج آهي.

پادشاهه: نه نه، اوهين حجاب نه ڪريو. اوهين جيڪي طلبيندا، سو حاضر.

حڪيم: شڪر جو بندي جي هيتري ايتري خاطرداري ٿئي ٿي- هاڻ جڏهن حضور جن وڏيڪ نوازش ڪرڻ لاءِ تيار آهن، تڏهن رکو اهو قول ملي ته ڪنهن به وقت هن بندي جو ڀيو ڪو ڪم پولدو ته بادشاهه سلامت ناڪار نه ڪندو؟

بادشاهه: (هٿ هٿ ۾ ڏيئي) اسيع اوهان سان شاهالو قول ٿا ڪريون ته اسان تي جيڪا به فرمائش رکندا، تنهن جي بنان دير پوراڻي ڪندا سين. اوهين به ايتري مهرباني ڪجو، جنهن ڪي اسين ڪا سزا ڏيون، تنهن لاءِ سفارش ڪرڻ نه اچجو، باقي ٻيو جيڪو به ڪم چوندا، سو اڪين سان پورو ڪري ڏيو.

حڪيم: ڏٺي شل اوهان ڪي وڏي چمار ڏيندو!

ائين چئي، حڪيم بلڪل ادب سان نوڙي سلام ڪري هليو ويو. هن جي وڃڻ کان پوءِ بادشاهه مجيءَ ڳالهه جو متان ولي ويچار ڪرڻ لڳو. جي، عجب جي ڳالهه آهي، جو هن مسلمان حڪيم ڪي سڪالٽلنڊ جي جوان جو ايترو ناڻو ٿي اڀريو، جو اسان سان شوخ پوندي به ڪين ڪٿو. شاباس هن مومن ڪي آهي، جو جيڪي سندس ذات-ڀائي اسان وٽ قيد آهن، تن جي آجاڻ لاءِ وات ڪين وڌائين، پر اسان جي هڪ ذات-ڀائيءَ جي آزاديءَ لاءِ هيڏي هوڏ ڀڏائين! مهڙو ليڪ مومن اسان با عمر ڪولي ڏٺو، پر لهيو، اسان هن جي جان بخشي، هاڻ آسٽريا جي ڊيوڪ جو

لڪ ماڻ ور لاهي ڪهرحي. پوءِ هڪل ڪري پڇيائين ؛ گلسلنڊ جو سردار حاضر آهي؟

بادشاهه جي هڪل تي سرٿامس امالڪ اندر پهچي آيو. هن جي پٺيان اينڪاڊيءَ جي مڙهيءَ وارو سنياسي اهڙيءَ رمز سان لڪي اچي بيٺو، جو بادشاهه کي ڏسڻ ۾ ڪين آيو.

بادشاهه : (سرٿامس کي) اوهين هينئر جو هينئر شرنائين ۽ توڙتڙين وارا پاڻ سان ولي نهايت شان شوڪت سان آسٽريا جي آرڪ ڊيوڪ وٽ وڃو. هن وقت هو بيشرم ڪالي تي هولدو ۽ سندس ڪوٺيءَ لٽڪربل اتي هولدا. انهن سيني اکيان ٿاهي لوڪي ڇجوس ته اسان جو فرمان آهي ته انگلنڊ جو جهنڊو، جو دغابازي ڪري ڪرڪرايو اٿس، سو هڪ ڪلاڪ جي اندر پيدا ڪري، نه ته ڪيس چڱائي نه رسندي.

ٿامس: حضور، جيڪڏهن هو آلي وڃي ته پوءِ؟

بادشاهه : انهيءَ جي سڪيءَ ۾ نهي هٽي ويو ته اسين سڀ ڪيي، کيس ثابت ڪري ڏيکاريندا سين ته اها چوري پاڻ ڪرائي اٿس، ۽ پوءِ پنهنجي جيئڻ جو آسرو پلي ويهي.

ٿامس: قبلا، ٿورو ويچار ڪريو. هت اسين دشمن سان ديني لڙائي ڪرڻ آيا آهيون، ۽ نه پاڻ ۾ وڙهڻ آيا آهيون !

بادشاهه : اوهين ۽ ويچار ڪريو ته اوهان کي شاهي فرمان جي بجاوري ڪرڻي آهي. ديني لڙائي ! اسان جا

رليق جڏهن سلطان سان صلح ڪرڻ لاءِ خواهان آهن، تڏهن ديني لڙائي وري ڇا جي؟ اسان پانيون هو تہ هتي اچي جنگ جي ميدان ۾ پنهنجو ڏاڪو وجهنداسين. جڏهن انهن ڪرڻ جو وجهہ نہ مليو، تڏهن پنهنجي آبرو تہ ڪسي ڪين ڪرائي هلنداسين. آسٽريا جو ڊيوڪ پاڻ کي پلي لسينگ سمجهندو هجي. ۽ جنهن صورت ۾ انگلنڊ جي جهنڊي جي فضيحتي ڪئي اٿس، تنهن صورت ۾ سائس جوڳي جٽ ڪنداسين. پادشاهہ جو اهڙو هڪو ارادو ڏسي، سر ٿامس صبر ڪري هليو ٿي ويو تہ اينگڊيءَ جي سنياسيءَ اشارو ڏيئي بيهاريس، ۽ پاڻ وڃي پادشاهہ جي ويجهو وڃي بيٺو. هيءُ سنياسي جتي پڙهہ هو. ڏيهون رياضتون ڪيون هئائين، ۽ روزا رکيا هئائون، جنهنڪري ڳري ڪنڊا ٿي ويو هو. مٿي جا وار وڏي جڙئون ٿي ويا هئس، ۽ سولهاري دن تائين پئي پهتس. مڇن جا وار وات ڏانهن لڙيل، ۽ ڀرون ڪجهہ قدر اکين تي وريل هئس. اکين ۾ تيج گهڻو هوس، ۽ مڙس ڏاڍو ڏيا وارو پئي ڏٺو. پادشاهہ ڏانهن انهن منهن ڪري بيٺو، جو ڇڻ تہ ڏليءَ وٽان سندس لاءِ ڪو فرمان آندو هئائين. هن وقت جيتوڻيڪ پادشاهہ خفي ٿيو ويٺو هو، تہ بہ هن کي جوڳي تعظيم ڏنائين، ۽ ساڳي وقت سر ٿامس کي حڪم ڏنائين تہ ٻنان دير حڪم جي بجاوري ڪر.

اينگڊيءَ جي سنياسيءَ وڃي بہ سر ٿامس کي اشارو ڏيئي بيهاريو، ۽ بيپرواهيءَ وانگر پادشاهہ کي چيائين:

آءٌ اوھان کي ڌڻيءَ جو اسم ۽ ڪليسا جو لسر وجھي چوان ٿو تہ اھو پنھنجو بيھودو حڪم بند رکو. ھنيءَ روضي مبارڪ جي صدقي لڙڻ لاءِ آيا آھيون، ۽ نہ پادرين جو رت وھائڻ آيا آھيون. آسٽريا جي ڊيوڪ کي بہ اوھان وانگر سڳوري صليب جو نشان ڪلھي تي لڳل آھي. اھو ديني نشان توڙي ڀائپيءَ جو اعلان وساري، جيڪڏھن ھن جي رڳو وار جو ڏالو ولندا تہ پنھنجو ننگ ناموس ھوڙيندا، ۽ ياد رکجو تہ ڌڻيءَ جو غضب اوھان تي نازل ٿيندو!

بادشاھ: اھڙا دڙڪا ڏيئي، اسان کي ڊيڄارڻ جي ڪوشش نہ ڪريو. رچرڊ بادشاھ ائين ڊڄڻ وارو نہ آھي. اسان اوھان کي عزت ڏني...

سنياسي: (وچ ۾ روڪي) مون کي اوھان جي عزت خير ٿي گھرجي! سچي سائينءَ کي عزت ڏيو، جنھن کي ڏيڻ جڳائي. ھتي اچڻ کان اڳ سيني شھزادن سان ڀائپيءَ جي ھٿ ھڻڻ جو قول ڪيو ھو. انھيءَ انجام کي پالي ڏيئي، پنھنجي عزت وڌايو.

سنياسيءَ جا اھي ڀريان لفظ بادشاھ جي دل ۾ تير وانگر چڀي ويا. آسٽريا جي ڊيوڪ تي جيڪا ڪاوڙ ھيس سا ڪافور ٿي ويس، ڏاڍو ڪڪو وڪو ٿيو. نيٺ ڪوٺيءَ ٺھر سان چيائين: اسان کي پادرين سان ڦڙانٽي ڪانھي، پر اسان جي لڪڻ جي آبرو ورتي اٿس، تنھن جو اسان کي پلؤ ضرور چڪڻو آھي.

سنياسي: اها اوهان جي گهڻر بلڪل واجبي آهي.
شهزادن پاڻ سمجهيو هو ته اوهين اهڙي ڳالهه لئي مڃي
ڪري ڪين ويهندا. هنن، تنهنڪري پاڻ ۾ پهي،
ليهراڻ ڪيو آهي ته انگلنڊ جو جهنڊو وري ساڳيءَ
جاءِ تي قائم ڪجي، ۽ جنهن اڳين جهنڊي سان
حرڪت ڪئي هجي، تنهن کي هٿ ڪري، عبرت
جهڙي سيکت ڏجي.

پادشاهه: آسٽريا جو ڊيوڪ ڇا ٿو چئي؟ حرڪت
ته سوري سنديس پٺئي پانڇي.

سنياسي: هو ته قسم کڻي ٿو وڃي، تنهن هوندي
۾ جيروسلم جي وڏي پادريءَ تي اهو ڪم رکيو
اٿن ته آسٽريا جي ڊيوڪ جي سچائي، جنهن نمولي
هرکئي هجيس تنهن نمولي هرکي.

پادشاهه: اسان سان دوبدو ٿي لڙندو؟ پاڻ پلهه
۾ هوندس ته سوپ اهچو سنديس ٿيندي.

سنياسي: وڙهڻ جو نالو ٿا وٺو؟ تڏهن شاهس
آسٽريا جي ڊيوڪ کي آهي، جو پنهنجي قسم ۽ قول
کي اوهان وانگر وساري ڪين ويٺو آهي.

اتي پادشاهه هيڪاري تکو ٿيو. سنياسيءَ کي
چيائين: جڏهن شهزادن جي منڊلي اسان جي جهنڊي
کي وري اڳوڻيءَ ريت مانُ ڏيڻ لاءِ تيار آهي،
تڏهن اسين انهيءَ باري ۾ ڪوبہ قدم نٿا کڻون.

پادشاهه پنهنجو ارادو ڦيريو ته سنياسي خوش ٿيو.
۽ کيس دعا سلام ڪري هليو ويو. ٻاهر نڪري

هنڌين ماڳين اهو هوڪو ٿيرهندو ويو تہ دنيوي
خيال وساري ديني خيال ڌاريو. ڏٺيءَ جي راهہ ۾ جي
مرندا تہ اوهان کي شهادت نصيب ٿيندي ۽ جي ڪٽيندا
تہ ٻنهي جهان ۾ جس لهندا. سنياسيءَ جي انهيءَ وعظ
ٻڌڻ لاءِ ماڻهن جا حشام اچي مڙيا. هن جي هن نڪرڙي
تقرير ماڻهن ۾ گهڻو آتساهہ پيدا ڪيو. بادشاهہ کي
جڏهن انهيءَ ڳالهہ جي سڌ پيئي، تڏهن هو سنياسيءَ
جي گهڻي ساراهہ ڪرڻ لڳو. هاڻ هن جي تتل هنيانءَ
تي هيڪاري ڇنڊو پيو، ۽ پاڻ ۾ ساڙ وير وساري
ديني خيال دل ۾ ڌارڻ لڳو.

# باب ڏهون

## ٻانرن سان پرچاءُ

سنياسيءَ جي وڃڻ کان پوءِ، ٽائر جو وڏو پادري
بادشاهہ سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيو. بادشاهہ جي بيماريءَ
واري عرصي ۾ جيڪي ٿيو ٿيو هو، سو هن کي ٻڌايائين،
۽ چيائينس: هينئر اها اميد رکڻ اجائي آهي ته شهزادا
ڪو ٻولو ٻاريندا، ۽ فلسطائين جو شهر دشمن جي
قبضي مان ڇڏائي سگهندا. هيڏانهن پنهنجو گهر ڦٽو
پيو آهي، ۽ سيني کي آپو-آپ اچي لڳي آهي، ته
هوڏانهن سلطان صلاح الدين جنگ لاءِ اڳي کان به
وڌيڪ گرما گرم تياريون ڪيون آهن؛ ايترو ڪٽڪ
ڪٺو ڪيو اٿس، جو اهي جي ڪٽڪ هڪواريءَ ڪاهي
ايندا ته اسان جي لشڪر جا پردانا ڪري ڇڏيندا. فرانس
جو بادشاهہ فاپ به سمجهي ٿو ته هينئر اسان جي دشمن
سان دال نہ ڳرندي. هن هاڻ يورپ ڏي موٽي
هلڻ جو پڪو ارادو ڪيو آهي، ٻر رڳو اومان جي
ملاقاتيءَ جو اونو اٿس. سندس رفيق ارل آوچپين
جو به اهو ئي ارادو آهي، آسٽريا جي ليوپولڊ کي
اهي ئي ساڙ آهن، جو سيني شهزادن او ٿمان کي ڪانئس
مٿي فوقيت ۽ فضيلت ڏني آهي. هو چوي ٿو ته
وڙهون امين ۽ الولڪري انگلنڊ جي بادشاهہ جو—

تنهن کان مولي پنهنجي ماڳ هلون، ته اهو وڏو ڪ
چڱو آهي. پين شهزادن جا ٻه ادڙا ئي خيال آهن. هيڏانهن
اچڻ کان اڳ قسم ته سڀني کنيو هو ته پائرن وارڪر
يڪمشت ئي رهنداسين، ۽ هن ديني لڙائيءَ ۾ پاڻ
پليءَ پٽ موڪينداسين، پر هينئر حسد اچي کنيو اٿن.
هرڪو چوي ٿو ته، آءٌ پنهنجو ڏاڪو وڃهان، ۽ ٻئي
ڪنهن جو لالو نه نڪري.

پادشاهه مات ڪري هن جي ڳالهه ويٺي ٻڌي.
هن جو هڪ ـ هڪ اکر دل سان ٻئي لڳس، ۽ جيئن
انهيءَ ڳالهه تي گهڻو ويچار ٿي ڪيائين، تيئن وماس
۾ ويڙهيو پئي ويو. هن چاتو ٿي ته يڪي سر دشمن
کان ڪٽڻ محال آهي، تنهن هولدي ٻه دل ٻڌي چيائين :
پين شهزادن جي اها پوڙي آهي ته پوءِ ڪٽڻ اسان جا
پاڳ، پنهنجيءَ عزت تي اسان کي نڪو لائڻو ڪونهي.
اسين ويهون ٿي تنهن جو زور لائي، دشمن کي شڪست
ڏيئي، پنهنجي ڪليسا جو مان مٿي ڪنداسون.
جيڪڏهن جيرو سلم جي منارن مٿان سڳورو صليب کڙو
ڪري نه سگهياسون، ته پوءِ مر آهو اسان جي قبر مٿان
قائم رهي!

پادري : اوهين راه لوڪ لاءِ چپ پيٺا آهيو، پر ڪرو
پيا انئين سندرو ٻڌن. هنن ته پاڻ پڪو ارادو ڪيو
آهي، ته هينئر پنهنجو هڪڙو ماڻهو ٻه ڪين مارائينداسين،
بلڪ ڪنهن عيسائيءَ جو هڪڙو رت جو ڦڙو ٻه ڳڙڻ
ڪين ڏينداسين.

بادشاهہ: ائين تہ سلطان ۾ ڪين چاهيندو تہ سندس ڀر مان ڪو هڪڙو ڇٽو ۽ رتوڇاڻ ٿئي.

پادري: سو ڀلو ڀيو آهي.

بادشاهہ: تڏهن اوهان جي صلاح آهي تہ صلح ڪجي؟

پادري: مارڻي ڪن ڀڏايو چگو. اسين جنهن مطلب لاءِ هتي آيا آهيون، سو مطلب پورو ٿئي، تہ پوءِ جنگ جدل جو نالو ڇو وٺجي؟ عقل ۾ ائين ٿو چوي، تہ ننهن مان ڇڇي تہ ڪاتي نہ وجهجي. سلطان اوهان جي ناڻہ ناموس کي ڏسي، سولو پاڙ ڏئي ٿو. هو چوي ٿو تہ حضرت عيسيٰ جو روضو عيسائن جي قبضي ڪيو، جيڪي عيسائي آئيندي زيارت لاءِ ايندا، تن کي ڪاٻہ الڪ ڪانہ وجهبي، ۽ هنن جي وار جو ۾ نالو نہ وٺبو. هٿو تہ ائين ۾ چوي ٿو تہ ڀلي انگلنڊ جو حاڪم جيروسلم جو بادشاهہ ۽ سنڀاليندڙ ٿئي. هن ڪان وڌيڪ اسان کي پيو ڇا گهرجي؟

بادشاهہ: هان! ائين چوي ٿو تہ اسين ڀلي جيروسلم جا بادشاهہ ۽ سنڀاليندڙ ٿيون؟ ائين جي ٿيو تہ پوءِ ڄڻبو تہ اسان جي ساري سرمن آهي، ۽ سڄي بازي اسان ڪٽي. پر پادري صاحب، اوهان کي اعتبار اچي ٿو تہ سلطان صلاح الدين هن پاڪ مڪان تان سٿرو هٿ ڪڍندو؟

پادري: هو قسم کڻي ٿو چوي تہ سڄي ملڪ جي ڪاروباري انتظام ۾ ڪاٻہ دست اندازي نہ ڪندس، باقي ايترو ٿئي تہ انگلنڊ جي بادشاهہ سان گڏ آءٌ ۾

جيروسلم جو بادشاهه ليکجن ۾ اچان. هو رکو نالي
کي ڪڙمي ٿو. هو ڪٿيو ڪلايو چوي ٿو ته انگلنڊ
جو بادشاهه اسان سان سچو ٿي، مگر ڪنڊي ته پوءِ
مون تيهه ٿي ٿوبا چڙيا.

بادشاهه: هان، مگر ڪنڊي! ايتري مگر ۾ ڪهس.
ويچارو چالي ٿي ڪين ٿوا (ويچار ڪري) پر اها ڳالهه
اڪ ۾ ، اسان سان ڪنهن ڪئي ته هئي؟ پوءِ
اسان جو حافظو ڪجهه قدر گهٽجي ويو آهي، تنهنڪري
ياد ٿئو اچي ته سڪاٽلنڊ واري جوان ڪئي، يا
حڪيم صاحب ڪئي، يا اينڪاڊيءَ جي مڙهيءَ واري
سنياسيءَ ڪئي. ايترو سجهي پيو ته ڪنهن مڙيوني
اهڙي واهيات ڳالهه بڪي هئي!

پادري: اها ڳالهه اينڪاڊيءَ واري سنياسيءَ ڪئي
هوندي. هن، انهيءَ ڏس ۾ پاڻ گهڻو پتوڙيو آهي.
جنهن وقت شهزادن جا وڪا پڌرا ٿيا، ۽ ڏاڍيون ته
هنن مان ڪو هاڻ ورڻو ڪينهي، تنهن وقت کان ولي
هن جي ننڊ ڦٽي آهي. هو انهيءَ ڪري پنهي ڏرين
وٽ پيرا پيو ڪري. هو چوي ٿو ته عيسائي مذهب
وارا جنهن مطلب لاءِ سمنڊ جهاڳي ۽ هيڏا ڪشالا
ڪري آيا آهن، سو جي مطلب سوورو پورو نه ٿئي ته جيترو
ٿي سگهي، اوترو چڱو. خرخسو نه خالي، آڌيو نه،
ته پائلي.

بادشاهه: پر اوهين ڪي پنهنجو ويچار ڪريو ٿا
ته اسين مسلمانن ۾ ڪيئن مگر ڏينداسين؟

پادري: البت پوپ سائينءَ سان صلاح ڪرڻي پوندي.
روم جي ھاڪاري سنياسيءَ کي چئبو تہ اھو سالس انھيءَ
ڳالھہ جو ذڪر ڇوڙيندو.

بادشاھہ: اسان جي پڇڻ ڳان سواءِ؟

پادري: (چت پڙي) اول حضورجن جي منظوري،
پوءِ ٻي ڪا ڳالھہ. مجال آھي ڪنھن جي جو سائينجن
جي حڪم ڏاران ڪو قدم کڻي سگھي!

بادشاھہ: انگلنڊ جو بادشاھہ مسلمانن ۾ سڱ
ڏئي! مري ويندس، پر لاشائستي ڳالھہ نہ ڪندس.
اسين جي اھڙو ڪم ڪريون تہ پوءِ تہ ھرڪو ائين ئي
چوندو تہ: ويٺي سڱن کي، پر ڪن ۾ ڪڍائي آئي!

پادري: قبلا، اوھين انھيءَ ڳالھہ جو خيال ڇو ٿا
ڪريو؟ اسپين ۾ ڪيترائي عيسائي پنھنجون نياڻيون
مسلمانن سان پيا پرڻائين. آھي تہ پوپ سائينءَ کان ۾
ڪونہ پچن. حضورجن رکو اھا ڳالھہ ڪٿين تہ اھڙي
سڱ سان ساري عيسائيءَ قوم جو ڪيترو ڀلو ٿيندو.
جيڪي ارڪان ڏسجن پيا تن مان ائين پيو سمجھجي
تہ الھي مائٽيءَ ٿيڻ کري سلطان جيڪڏھن پاڻ
مسلماني مذھب ڇڏي، ڪرستاني مذھب اختيار ڪري
تہ عجب ڪونھي.

بادشاھہ: ڪرستان ٿيڻ جو ارادو ڏيکاريو اٿس؟
اسان جي دين ۾ اچي تہ پوءِ اسان کي سڱ ڪرڻ
۾ ڪوبہ اعتراض ڪونھي.

پادري: قبلا، اڳي تہ هو ڪٽر مسلمان هو، پر
هاڻ پادرين جا وعظ ٻڌا اٿس تہ خيال الٽ ڦريا اٿس.
سلطان، جي ڪرستان ٿيو تہ ڏسجو تہ ٻيا ڪيترا مسلمان
هن جي پيروي ڪندا ۽ اُنهن اسان جو دين وڃائيندو.

بادشاهہ: جيڪڏهن انهيءَ مڳ جو ذڪر ٻيو ڪو
ماڻهو اسان سان ڪري ها تہ انهيءَ دم ماري وجهونس
ها، پر جڏهن توهان جهڙي پادريءَ اهڙي ڳالهہ
ڪئي آهي، تڏهن اسين هن وقت ڪجهہ نٿا ڪريون.
هينئر شهزادن جو ميڙ ميڙائو آهي، تنهنڪري اسين
اوڏهين هلون ٿا، ۽ هن ڳالهہ جو پوءِ ويچار ڪنداسون،
حال پلي تہ اها ڳالهہ ٻيئي پر رهي.

رچرڊ بادشاهہ پوءِ شاهاڻو ويس ڍڪي، وڏيءَ
ڌام ڌوم سان مجلس ۾ ويو. ٻيا بادشاهہ ۽ شهزادا
اڳيئي اچي ڪٺا ٿيا هئا، ۽ سڀ سندس لاءِ سيڙيا
ويٺا هئا. هن اچڻ ۾ ٿوري دير لاتي تہ سڀڪو پنهنجو
ساڻ وير ياد ڪري چوڻ لڳو: ڏسو رچرڊ جا حال!
اسين پاڻ تہ سندس زيردست هئاسين، جو پوريءَ
مهل تي اچي حاضر ٿياسين، ۽ پاڻ پاڻهہ تہ اسان جو
سردار آهي، جو جنهن مهل وڻندس تنهن مهل ايندو؟
هيءُ پاڻ کي سمجهي ڇا ٿو؟ پاڻئين ٿو تہ سڄ
چڙ تہ اڀري ۽ لهي ٿي مٿاس ٿو! هيڏو بانور الائجي
ڪيو ڇاتي اٿس؟ هن کي هاڻ لهي سنئون ڪرڻ
کهرجي. هنن پوءِ پاڻ ۾ ارادو ڪيو تہ جنهن وقت

اينده، تنهن وقت سندس مرحبا رڳو نالي ماتر ڪنداسين
ته ٻلي سُٽنهن پيٽ سان لڳيس.

هنن اڃا پاڻ ۾ اهي ڳالهيون وٽي ڪيون ته رچرڊ اچي نڪتو. هن جي شاندار شڪل ۽ شاهاڻي هلت هنن ۾ بالمراد و سندس لاءِ عزت پيدا ڪئي. هن مڙس جي ڏيا ۽ حشمت مٿن اهڙو اثر ڪيو، جو سڀ بالمرادو اٿي بيٺا. فرانس جي بادشاهه کي هيڏو عڪس هو ۽ آسٽريا جي ڊيوڪ کي رچرڊ ۾ هيڏيون پاهيون هيون، پر هينئر اهي ٻه هڪواريءَ باادب اٿي بيٺا. ٻنهي گڏجي بلند آواز چيو: شهنشاهه کي اسان جي تون سلامت رک خداوندا! رچرڊ جي هينري مرحبا ٿي ته هو لڙڻ لڳو. هو مڙس ماڻ جو ٻڪيو هو. هينئر ٻنهي ماڻُ رکيس ته پاڻ به ٻنهي کي جيجهي عزت آبرو ڏيئي، ڳالهين خوش خير و عافيت پڇڻ لڳو. اول کهٽي سرهائي ظاهر ڪيائين، جو مس مس هيڏي جهاڪ لنگهي، پائرن جي سٽ ۾ ويهي جهڙو ٿيو هو. هن پوءِ تقرير ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيو ته سڀ لهي لڪي ويٺا، ۽ اهڙي ماٺ ٿي وئي، جو سئي ٽٽ تي ڪيري ته ان جو کڙڪو به ٻڌڻ ۾ اچي. رچرڊ پوءِ پنهنجي تقرير شروع ڪري چين:

اڄ اسان جو وڏو ڏينهن آهي. اهڙي سڀوري ڏينهن تي واجب آهي ته هرڪو چت سان چائنت ڪري، پائرن سان پاڪ ٿي وڃي. هن جهاد ۾ پاڻ

موڪل جي حتي‌المقدور ڪوشش ڪرڻ گهرجي. ارهيبن صاحب هن سکوري ڪارج جا اڳا آهيو، ۽ رچرڊ اوهان جو سپاهي آهي. ڏاڍو رچرڊ جو سپاهُ ٿلهه پڻ ڪان اهڙو ڪيو آهي، جو هو وقتي ڪهر وخشتو ٿي هئي ٿو، پوءِ ڪي جو ڪي چئي ويهي ٿو، پر اوهين صاحب انهيءَ خسيس ڳالهه جي خيال وچان پنهنجو ديني فرض وساري نه ڇڏجو. مذهب جي راهه ۾ مجاهدي ڪرڻ ڪري پنهي جهانن ۾ جس ٿئي ٿو، تنهنڪري وبهن ٿي تنهن جو زور لائي اهو جس کٽبوا جيڪڏهين پنهنجي ڪنهن قول يا فعل سان رچرڊ ڪنهن کي رلجايو آهي ته هو سچيءَ دل سان هن پريءَ سپا ۾ معافي مگڻ لاءِ تيار آهي. اسان جا فرنس وارا شريف پاڻ جيڪڏهن رچرڊ جي اهڙي بدبختي ٿي هجي، جو اوهان جهڙي لائق پاڻ کي ڪنهن ڳالهه ڪري رنجايو هجيس ته مهرباني ڪري هينئر ڪٿلي ڇڏيو؟

فلپ: (اٿي بيهي) انگلنڊ جي بادشاهه فرانس جي حاڪم جو اهڙو ڪو ڏوهه ڪيو ئي ڪونهي، جنهن لاءِ معافي مگڻ جو ضرور ٿئيس. اسان کي هن جهاد جي اوني وچان پهون سڀ ڳالهيون ڪن پٺيان ڪري ڇڏڻيون آهن.

اٿين چئي، رچرڊ کي هٿ هٿ ۾ ڏيئي پائرن والنڪر گڏيو.

رچرڊ: (لوپولڊ کي) آسٽريا جي ڊيوڪ کي الهو انگلنڊ تي ڪاوڙ هوندي! هڪ ڪري هن

ڀاڻ انگلنڊ جي بادشاهه کي دل ۾ ڪرڻ لاءِ وڏو ني
سبب ڏنو آهي. پر هن وقت هڪبي کي اهي ڏکيا
ڏوراها ڏيئي، ڪير ۾ موري نه وجهبي. چوڻي آهي
"گذريءَ کي ياد نه ڪجي جا گذري سا چوکي."
ٻائرن جي وچ ۾ ساز سلوڪ چڱو آهي. هينئر اسان
کي ڪير ڪنڊ ڻي، ديني ڪم جي سرانجامي لاءِ ڪلهو
ڪلهي ۾ ڏيئي ٻاهر گهرجي. آسٽريا جي ليوپولڊ وٽ
جيڪڏهن انگلنڊ جو جهنڊو هجي ته ڪڏهن ظاهر
ڪري ته پوءِ، رچرڊ جيڪا آسٽريا جي جهنڊي جي
بي حرمتي ڪئي آهي، تنهن لاءِ سچيءَ دل سان معافي
وٺندو. قصو ئاهن لاءِ سولي واٽ اها آهي ـ الفت ۾
سڀڪي آهي، ڪلفت مان ڪي وڻڻو ڪينهي.
رچرڊ جي انهن لفظن تي ليوپولڊ گهڻو پوءِ ريو.
ٻيٽ ۾ ٻئي ٽهڪا وريس، پر وات مان ڪجهه چوڻ
واجب نه ڄاڻي، سونڊ ٻاڻي اکيون ڪري هيٺ ڪيائين.
اتي جروسلم جو وڏو پادري اٿي ڪڙو ٿيو.
پادري: چور ولبو آهي سڀ سان. آسٽريا جي
ڊيوڪ قسم کڻي چيو آهي ته انگلنڊ جي جهنڊي جي
سندس ملائڪن کي به مذ ڪانهي. وڏي ڳالهه ته
اهڙيءَ هٿ چڙهيءَ مان هن کي هٿ ڇا ايندو؟
رچرڊ: جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ اها اسان جي
آرهه زوراوري چئبي، جو پنهنجي حاڪم ڀاءُ کي چور
ڪري ورتو اٿون! اسين پنهنجي اهڙيءَ هلت لاءِ
معافي طلب آهيون. "هار ماني، جهڳڙا لوڻا."

اٿيس چئي، هن پنهنجو هٿ ڏکيو ڪيو، پر ليوپولڊ سائن وچان هٿ هٿ ۾ نه ڏنس. اتي رچرڊ چيو: هيءُ ڇا! اسان جو مطلب هو ته پاڻ ۾ ڪير ڪنهن ني وجون، پر هيءُ هٿ هٿ ۾ ڏيڻ کان عار پيو ڪري. انهيءَ ۾ جيتوڻيڪ اسين پنهنجي بيعزتي ٿا سمجهون، پر هڪ ڪري اسين انهيءَ بيعزتي جا لائق آهيون- اسان رت ٽيڪدي سندس سان ڪونه رکيو هو ته پاڻ ۾ هينئر اهي خار اسان مان ڪڍيا الس. هاڻ چئبو ته هڪٻئي کان وير وٺي پاڻ ۾ پاڙو جهاڙو نياسين. اوٽ پڙي موٽ ۾، ڪنوار پڙي کهوٽ ۾.

رچرڊ پوءِ مانسٽيريٽ جي مارڪئس، ٽيمپلرن جي گرئنڊ ماسٽر ۽ ٻين شهزادن ڏي منهن ڪري چيو: جيڪڏهن اوهان مان ڪنهن کي به اسان ڪنهن به طرح رنجايو هجي، ته هينئر اسين اوهان کان معافي مگڻ لاءِ تيار آهيون.

مارڪئس: اسان کي نڪو ساڙ وير، نڪا ٻيائي آهي، باقي انگلنڊ جي بادشاه جي جيڪڏهن اها مراد هجي تـه هن ديني لڙائيءَ ۾ رکو سندس ٽالو نڪري، ته اها سندس نيت پاڻ ڇائي.

گرئنڊ ماسٽر: ڪنهن کي گل چئي منهن ۾ لڏبو آهي. پر للي جي ڪرڻ به واجب ڪينهي. اڄ جڏهن انگلنڊ جي بادشاه مون کي گالهائڻ جو وجهه ڏنو آهي. تڏهن مون کي جيڪي چولو آهي، سو ظاهر

ظهور ٿيڻ ٿو ڏيان. انگلنڊ جي شريف ۽ جرات ڀري
بادشاه جو قدر سڃاڻي، اسان پنهنجي خوشيءَ هن کي
پنهنجو سرڪردو ڪيو. هاڻ پاڻ کي جو سمجهي ٿو ته
ڪيس پنهنجن ڀائرن تي هر طرح فوقيت ۽ فضيلت آهي،
سا ڳالهه گهٽڻ جي رنجيدگيءَ جو باعث آهي. پيا
شهزادا جيتوڻيڪ هن وقت ڪچن لڳا، ته به دل ۾
ميڪائن کي پيو سمجهندو هوندو ته آءٌ ڪو خلاف
ڪونه ٿو چوان. سندس منهن مان ٿي اها ڳالهه
پاڻمرادو پڌري آهي، پوءِ وات مان ڇٿي چو وڃائين.
مون هڪڙي جٺي پاڻ کي ڏنو ڪيو، اهو ٿي بس آهي.
ٽمپلرن جي گرئنڊ ماسٽر اهو ساڙ ڪڍيو ته سڀ
اهڙيءَ طرح پڻ پڻ ڪرڻ لڳا، جو جن چيائون ٿي
ته چڱو سٺو چيائائينس. رچرڊ کي ماٺ وٺي ويئي،
پر اتي ئي پنهنجي ڪاوڙ روڪيائين. هن ڪيڏاريءَ
سمجهو ته گرئنڊ جو مطلب ٿي اهو آهي ته اهڙي
ڪا چوچڙي ڏيالس جو جوش ۾ پرجي، ڪا ڪٿي
ڳالهه ڪري ته پوءِ سڀ آڏري وٺولس، ۽ يورپ
۾ پڻ عيسائن اڳيان به چوڻ جهڙا ٿيون ته رچرڊ
جي سورن ڪاڻ اسان کي لاچار سلطان سان صلح ڪرڻو
پيو. اهي ڳالهيون ٻڌي، هو پنهنجي غصي تي غالب پيو.
آخر ٿلڊي سيني سان چيائين: اسين قبول ٿا ڪريون ته
بعضي وقت جي تنگيءَ سبب اسان کي ڳالهين ۾
توهان ڀائرن سان صلاح مشورت ڪرڻ ڏاران ڪو
قدم کڻيو هوندو، پا وقتي اسان پنهنجي ذاتي سپاهه

موجب توهان جي ڪا ڳالهه هيٺ ڪري، پنهنجي
ڳالهه مٿي ڪئي هوندي، ۽ اهي اهڙيون ڳالهيون
ٻڌ آهن، جن تان اسان جا ٻانر ايترو دل ۾ ڪن،
جو پنهنجو ديني فرض وساري ويهن. ڪهڙين هٿين
چڙهي ڪهڙيو پئي. اوهان ٻانرن جي مدد سان ئي اسان
کي سوڀ ڪرڻ جو آسرو آهي. توهين مهرباني ڪري
هي ڳالهيون ٻه خيال ۾ رکو ته جنگ جي ميدان ۾
اسين ڀهرين صف ۾ مهندارن وانگر ٿيئي ٿي پيئاسين ته
منزلگاهه تي موٽڻ مهل اوهان سيني جي پٺيان پورائن
وانگر ٿي ٿي آياسين. ڪنهن لڙائيءَ ۾ سوڀ ڪندي،
اسان کي ڪجهه مال هٿ ٿي آيو ته اهو رکو توهان
پاڻ ۾ ورهائي ٿي ڪنيو. اسان ڪڏهن اوهان کان
حصو ڪونه ٿي گهريو، جو اسان سمجهيو ٿي ته ڪٽيل
هنڌن تي اسان پنهنجو جهنڊو کوڙيو ته اهو ئي انعام
اسان لاءِ بس هو. جيڪي هنڌ دشمن کان ڇڏائي
پنهنجي قبضي ڪيا اٿون تن تي جيتوڻيڪ پنهنجو
ڀالو ڏريو اٿون ته به اهي اوهان جي حوالي ڪري
ڇڏيا اٿون. وقتي اوهان جي لشڪرن تي اسان برابر
پنهنجو حڪم ٿي هلايو، پر هن ڪري جو اسان هنن
کي پنهنجو لشڪر ڪري ٿي سمجهيو. اسان کي دل
۾ دغا ئي ڪانه هئي، تنهنڪري جتي اوهين پنهنجي
لشڪر جي دوا سٽيءَ ۽ خوراڪ پوشاڪ جو پورو
بندوبست نٿي ڪري سگهيا، اتي اسان پنهنجي کيسي مان
ڏوڪڙ خرچي، سنڌين ۽ گهور پئي ڪئي. اهڙيون

ڳالھيون اسين پنھنجي زبان تي ٻه جيڪر ڪين آڻيون، جو اسان جو مطلب ئي نه هو ته وات سان چئي وڃايون. پر اڄ جڏهن اسان کي ڏکيا ڏوراپا مليا آهن، تڏهن ايترو چوڻ حق ٿا سمجهون ته اسان جي اوڻاين ڏي نظر نه ڪريو، پر پنھنجو ديني فرض ادا ڪري، پنھنجو لاچار وڌايو. جيڪڏهن اسان جي مھنداريءَ سان اوهين بيزار آهيو ته پاڻ سان جيڪو به سرڪردو چونڊيو هجيو، سو ڀلي چونڊيو، ۽ رچرڊ ڪھڙي خوشيءَ سان ان جي مھنداريءَ هيٺ اوهان ڀائرن سان ڀاءُ ٿي بيھندو. جيڪڏهن اوهان جي دل جنگ کان ماٺ کاڄي ڪٽي ٿي هجي، ۽ سچ پچ پويان پير ڪرڻا الوَ ته به ڀلائي ڪري ڏهه-پندرهن هزار ماڻهو ڇڏي وڃجو. توهان جي پرپٺ رچرڊ جيڪڏهن سوڀارو ٿيو ته اها سوڀ فقط سندس نه، پر اوهان ڀائرن جي به ليکبي. وڙهڻ لاءِ اوهان جا سپاهي هوندا ته اوهان جو به ڳالھ نه ڪرندو.

رچرڊ بادشاهه جنھن فصاحت ۽ بلاغت سان هيءَ لنڊڙي تقرير ڪئي، تنھن سڀني تي جادوءَ جھڙو اثر ڪيو. ڪيئي شھزادا صلح جون واتون نھاري رهيا هئا، سي هيئنر صلح توڙي ساز وير جون ڳالھيون پرن هيٺان ڪري، دشمن سان جنگ جوٽڻ لاءِ ڪمر ڪشڻ لڳا. ڪيترن وڏي واڪي پڪاريو: جيروسلم بچايو، جيروسلم! جنگ، جنگ! اهوئي ڏڻ جو حڪم! اهوئي سچي سائينءَ جو فرمان! شھزادن جا اهي پڪند

نعرا ٻرانهن ٻڌن ۽ ورائڻ ڪرڻ لڳا. جيڪي سپاهي ٻاهري تي بيٺل هئا، تن ۽ انهن لفظن لئون جوش جاڳايو. اهي پنهنجن حاڪمن کان به وڌيڪ زور سان ساڳيا آواز ڪرڻ لڳا. هاڻ هرڪنهن کي جنگ جي واٽ ۾ هئي. سيني شهزادن پوءِ يڪمشت تي اهو ٺهراءُ ڪيو ته جنگ جدل بند رکڻ لاءِ جيڪو عرصو پنهي ڌرين جي صلاح سان مقرر ٿيل آهي، اهو گذري ته وري جنگ شروع ڪبي. انهي ٺهراءُ بعد مجلس برخاست ٿي، ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي ماڳ وڃي سگهي ٿيو.

ٽيمپلرن جو گرئنڊ ماسٽر ۽ مالسٽيريٽ جو مارڪئس پشيمان ٿي ويا. رچرڊ بادشاهه سان سڀ شهزادا پرتا ۽ ٻائرن وانگر ڪلهو ڪلهي ۾ ڏيئي، جنگ جي ميدان ۾ لڙڻ جو قول ڪيائون ته هنن ٻنهي جا چپ به ڪارا ٿي ويا. جي، ڪتو به ڪاڏو سڏين ڪُڪ به ڪون پريا مارڪئس چيو: مون کي ته اهوئي عجب آهي ته رچرڊ جي جهنڊي جي هيڏي بيحرمتي ٿي، ته به غم ڪائي ويو! گرئنڊ ماسٽر چيس: پڪاڻ پڪل بيٺي آهي. تون هاڻ کي گهڻوئي سيائو ٿو سمجهين، پر رچرڊ تنهنجو استاد آهي. هن حريف سمجهو ته جي پنهنجي تي ٿي پيهندس ته گهر ۾ ڦيٽاڙو پوندو، ۽ پوءِ سلطان سان صلح ڪرڻ جو لڪر مون تي پچندو، شهزادن جا ٽوڙ به مون کي اڳيئي ساريا پيا هئا. مون کي پڪ هئي ته رچرڊ، جي سندن پُٺي تي هٿ ڦيرائيندو،

۴ ساڻن ملو چلو ڳالهائيندو ته هو سندس پانهنجي پڌا پالهالي
ٻيهندا. هاڻ ڏسجاڻه ته ساڳيو اهو رچرڊ ڪٿن ڪلهي،
پوءِ پٺهه ڪي ڏيندو پاهه. جنگ ۾ لشڪر ٻين جو
مارائيندو، ۴ پچاڙيءَ ۾ جيروسلم جو بادشاهه پاڻ
ٿيندو. ههڙي مطلبيءَ ڪي آءٌ جيڪر هڪ پل به
جيئرو رهڻ ڪين ڏيان. اهو ملعون مٺو پاو آهي.
هاڻ سڪڙي ڳالهه پڌاياڻه ٿو، سا دل ۾ رکج. مون
وٽ جيڪي دشمن جي طرف جا راڄنيتي قيدي آهن،
تن ۾ هڪڙو ٻندرو ترڪ آهي. هو اهڙو حريف
آهي، جو جيڪڏهن چيڙبانس ته رچرڊ جو مڙهه به
ڪين ليي، هاڻ رک ڏاڍيءَ تي! حال پلي ته وڏي
واڪ هجيس، پوءِ پاڻيهي هن سان ليکو لاهيو. هو
پيٺي پوءِ رچرڊ جي برخلاف ڪو منصوبو سٽڻ لڳا.



# باب يارهون

## ايڊٿ جي همت

رچرڊ پنهنجي ڀائرن کي ڀرچائي، ۽ هنن کي جنگ لاءِ تيار ڪري، ٻوءِ پنهنجي راڻيءَ کي سرچائڻ ويو. اول راڻيءَ جي هڪ سهيليءَ کي سڏائي، ان کان جهنڊي کڻ تيڻ ۽ ايڊٿ جي سرڪينيٿ سان بيگاهه وقت ملاقات ڪرڻ بابت پڇا ڪيائين. انهيءَ سهيليءَ سرسستي ڳالهه ڀڏابس ته چرچو ڪري چاهڙن هٿان سرڪينيٿ کي ليائو موڪليو ويو هو، پر اهڙي ڳالهه به لاڏي ڀاتي ڪاله هٿائين ته هيٺين ڪل مان ڏرل ٿي ٻولدي. اتي بادشاهه سمجهي ويو ته ايڊٿ بي قصور آهي، ۽ هن کي ڀرچائڻ به ضرور آهي.

راڻيءَ کي جنهن مهل خبر پيئي ته بادشاهه اچي ٿو، تنهن مهل هوءَ آچا سڻا ويس وڳا ڪري لهي ويئي. بادشاهه سندس تنبوءَ ۾ آيو ته هيءَ مٿنهن مٿنهن تي چاڙهي ويئي. بادشاهه جو اول مطلب هو ته راڻيءَ کي چنڊ ڪيان، جو هوڙو بيهودو چرچو ڪيو هٿائين، جنهن مان هي ڪل نڪتا هٿا. پر هيءَ جا اکيئي ٻنو چاڙهي ويئي هئي، تنهن کي چنڊ ڪڍڻ واجب نہ سمجهي، هن جي ڀاڻ دل وڻ لڳو. راڻيءَ ٻوءِ اللو ڪيس عتاب ڏنا، ۽ ميڪ ميڪ ڪندي چيائين:

توهان منهنجو مان ٿڪو رکيو. مون کوڏن ڀر ويهي،
توهان کي هن سڪاٽ سردار ٻاران ٻاؤ ٻاتو ته توهان
مون کي نرادر ڪري موٽائي ڇڏيو. بادشاھ جيئن تيئن
ٻرچائي چيس: تون دل وڏي ڪر سرڪينيٿ
صحيح سلامت آهي. اسان هن کي حڪيم جي حوالي
ڪري ڇڏيو آهي.

اتي راڻي هيڪاري اچي مٿي. چي، مون هن لاھ
جهولي جهلي ته توهان مون کي هڪالي ڪڍيو، ۽
مسلمان حڪيم جو مون کان وڌيڪ ننگ پيو؟
بادشاھ چيس: هن اسان کي مشوجيار يو، سو هن جو
ٿورو اسان کان وسرڻ جو نه آهي. تون ٻاڻ جيڪر
حڪيم صاحب جو ججهو قدر ڪرين، جو اسان کي
اهڙو ته نؤڻو ڪيو اٿس، جو اڄ اسين تو تائين ڇٽري
آيا آهيون. اتي راڻي ميڪن ٻند ڪري چيو: توهين
الهي حڪيم کي مون وٽ وٺي اچو ها ته ٻوء اوهين
جيڪر اکين سان ڏسو ها ته انگلنڊ جي راڻي هن جو
ڪيترو قدر ٿي ڪري. اوهان جنهن ڏينهن مٿي تي
ٻائي وڏو، تنهن ڏينهن مون لاء ڇڻ ته سونو سڄ
اڀريو. انگلنڊ جو بادشاھ، ڏسين جو ڏيئو، چوڏس
جو چنڊ، هن کان سواء منهنجو جيئڻ ڪهڙو؟

سڪوٽي بادشاھ ۽ راڻي ٻاڻ ۾ اکين کان ،، وڌيڪ
راس ٻاس ٿي ويا، ۽ ڏوھ پيو چامڙي تي. بادشاھ
چيو: اهو نياڪو جي هن کي ارغلائي وٺي نه اچي ها
ته هيتري خرابي ٿئي ئي ڪين ها. چامڙي کي ٻوء

سندس چامڙيءَ زال سوڊو ڏيس-ولو ڏيئي، سلطان
صلاح الدين ڏي تحفي طور ڏياري موڪليائين.

پنهنجي زال رائيءَ کي سرچائي، بادشاهه پوءِ
ايڊٿ کي پرچائڻ ويو. هوءَ ڪاري پوشاڪ پهري
وار چوڙي، اهڙيءَ طرح منهن کي هٿ ڏيو ويٺي
هئي، جو چڻ ته ماتم ۾ هئي. بادشاهه اندر آيو ته
ايڊٿ ادب وچان پنهنجي جاءِ تان اٿي کڙي ٿي.
بادشاهه ويهڻ لاءِ چيس ته هوءَ ويٺي، پر وات مان
پڪو ٻه ڪوله ڪڍيائين. هيءَ جا هيٺن ڇهن کي
چنو لائي ويلي ته بادشاهه وڏي ويجهو ليس، ۽ ٿي
لهري چيائينس: پياري ايڊٿ چو، اسان تي ڪا
ڪاوڙ آهي ڪيئن؟ اسان برابر توکي ودبل اکر
ڪالهايا هئا، جو اسان کي اهو گمان هو ته تو اسان
جو لقش پوڙيو آهي. هيئر جڏهن اسان کي يقين ٿيو
آهي ته تون بي قصور آهين، تڏهين اسان گهڻو پڇتايو
آهي. هاڻ پڻ، تون اسان کي معافي ڪين ڏيندين؟

ايڊٿ: رچرڊ کي ڪير معاف نه ڪندو؟ رچرڊ
منهنجو پاڻ ٿئي.

بادشاهه: پڻ، هاڻ گذري سا گذري، پر هيءَ
چا، اچا اداس پيئي ڏسجين! ڏٺي شل سڀ سک ڪري!
باقي ويس وڳو توڙي منهن جو ڍول اهڙو ڪري
ويٺي آهين، جو چڻ ته ڪنهن جو عذر واريو اٿيئي؟

ايڊٿ: هائو، اسان جي ڪل جي آبرو چلي رهي
آهي، تنهن جي ماتمداري ڪئي اٿم.

بادشاھ: (منهن ۾ گهنڊ وجهي) هي ڇا چيئه؟ اسان جي ڪل جي آبروءَ جو عذرا ائين ڇونه تي تنهنجو وات وريو؟ پيءُ، اسين قبول ٿا ڪريون ته اسان آبهرائي ڪري ٻه اکر چيا، پر تنهنجي ٻي ڪا خطا ڪانه ڪئي ائون. جيڪڏهن اسان جي هٿان ڪا پيئي هجي ته بلاشڪ چؤ؟

ايڊٿ: اسان جي خاندان جي بادشاهن تي لازم آهي ته ڏوھ لاهي، سيکت ڏين يا معافي ڏين. پر هيئن سورمن کي گولو غلام ڪري، پنهنجي مخالف ڌروارن جي حوالي ڪرڻ سندن شان وٽان بلڪل نه آهي. جيڪڏهن سرڪينيٿ کي قتل ڪرايو ها ته اهو جيتوڻيڪ لسورو انڌير ٿئي ها، ته به ائين چوڻ ۾ اچي ها ته اوهان انصاف جي ڪارروائي ڪندي، آبهرائيءَ وچان اهڙو حڪم ڏنو. پر هيئن جو هن کي اکهاڙين پيرين ڪلهي، دشمن وٽ غلاميءَ جي زنجير ۾ ٻڌايو الوَ، تنهن جهڙو قهر نه اڳي اسان جي ڪٽنب مان ڪنهن ڪيو، اڪو ڪو ڪندو.

بادشاھ: ٺهيو، سمجهيوسين. جنهن سان رکو اکين جي حربت هوندي آهي، سو جي اکين ڪانءُ پاسي ٿيندو آهي، ته ائين پيو پانئبو آهي ته هو جهڙو دليا ۾ آهي تهڙو ڪونهي. جيڪڏهن توسان اهو ليکو نه ٿيو آهي، ته تون يقين سمجهين ٿي ته هن کي ليکالي ڏيڻ بدران قتل ڪرائڻ وڏيڪ هو، ته هينئر به ويل ويئي ڪانهي.

هينڊرٿي ٿورا مالهو موڪلي گهرائي وٺونس، ۽ پوءِ
تون مٿس ڪا اهڙي تهمت رک جو آمالڪ قتل ڪرائي
ڇڏيونس! بس، ائين ته ڪل جو شان رهجي ايندو؟

ايڊٿ، هاڻ گهڻا چرچا ڪيو. الهه چرچڻ ڪرڻ
بدران هي ڳالهه ٻڌيو ته سڳوري صليب خاطر جيڪي
ساٿوُ پنهنجو سر فدا ڪرڻ آيا آهن، تن مان اوهان
هڪ سچو سورمو ڪڍي ڇڏيو آهي. اوهان وانگر
جيڪي شڪي هوندا، سي وقتي اهوئي انومان ڪڍندا
ته توهان جو، ههڙو سرويچ پنهنجي لشڪر مان ڪڍي،
دشمن جي حوالي ڪيو، سو رکو هن ڪري ته متان
پهلوانيءَ ۾ اوهان کان وڌيڪ نالو ڪڍي، اوهان جو
نانءُ ناموس لٿي ڇڏي!

بادشاه: اسين-اسين، اسين ڪڏهن عمر ۾ ناموس
لاءِ حاسد نه ٿيا-سين. هو جيڪڏهن پهلوانيءَ ۾ اسان سان
ڪلهي هڻڻ جي ڪوشش ڪري ته اسين جيڪر پنهنجو
شاهاڻو شان ڇڏي به هن سان ميدان ۾ سامهون ٿي
بيهون، ۽ انهيءَ دم هڻڻ جي صفائي ڏيکاريونس.
هر ويرو اسان تي اهڙو الزام نه رک. تون بيخيالو
ٿي ڳالهائين، پر توکي گهڻو ڏوهه نه ڏيو. تنهنجو پيارو
تنهنجي اکين کان پاسي ٿيو آهي، ته توکي ڪل ٿي
ڪانه ٿي پوي ته تون ڇوين چائي.

ايڊٿ: منهنجو پيارو؟ پر ڀلي ائين چئو. جنهن
منهنجي پيار هٿ ڪرڻ لاءِ هيترين سختين ۾ سر

ڪيون، سو سچ منهنجو پيارو آهي(۱). آءٌ جيتوڻيڪ شاهي خاندان مان آهيان، تہ بہ هن جي هيڏي قربانيءَ جي لائق ڪين هيس. توهين پنهنجي دل ۾ اندازو لڳائي سمجهندا هوندؤ، پر آءٌ اوهان کي يقين سان ٿي چوان تہ مرن رکو هن کي همٿايو ٿي تہ ڀلي تہ سچو سورمو ٿي سائنجي. آءٌ هن لاءِ هڪ جوت هيس ۽ ورهاڱي واريءَ وٽ ۾، هن جي دل وٺڻ ۽ رهبري ٿي ڪيم. عيسائين نڪي مون ٿي پنهنجو مانُ مرتبو وساريو، لڪي هن ٿي ڪڏهن ڪا يهودي حجت هلائي، باقي مون نيالي ٿي جيڪڏهن ڪو ڪوڙو لڪر رکندا تہ...

---

(۱) تن ڏينهن ۾ يورپ ۾ دستور هوندو هو تہ جيڪڏهن ڪو جوڌو، ڪو پهلوانيءَ جو ڪم ڪندو هو تہ عام زالون، بلڪ شهزاديون هن جي قدرشناسي ڪرڻ ۽ هن کي وڌيڪ همٿائڻ لاءِ هن ڏي هار يا گل اڇلينديون هيون. بعضي ناز پريا نيڻ ڪٺي هن ڏي مرڪي لهارينديون هيون، تہ اڳلو سمجهندو هو تہ منهنجو قدر ٿيو ۽ مون کي انعام ملي چڪو. اهو ئي سبب هو جو اينگاڊيءَ جي مڙهيءَ ۾ سرڪينيٿ ڏانهن ايڊٿ گل اڇلايا هئا. هتي بہ هن جي قدرشناسي ظاهر ڪرڻ لاءِ هن کي پنهنجو "پيارو" سڏيو اٿس. البت سرڪينيٿ سائس پرڻجڻ لاءِ خواهشمند هو، پر ڇاڪاڻ شاهي خاندان جي هئي ۽ هن کي گهٽ درجي وارو ٿي سمجهيائين، تنهنڪري سائس پرڻجڻ جو ڪهس خيال ڪونہ هو.

بادشاهه: پياري ڌيءَ، تون پنهنجي پاڻ تي ايڏو الزام نه رک. اسان تو تي ڪوبه ڏکر ڪونه رکيو آهي. اسان ائين چيوئي ڪونه ته تو پنهنجو مانُ مرتبو وساري، ڪو بيهودو ڪم ڪيو آهي. هو برابر جنگي جوڌو آهي، ۽ ملڪ جي رسم پٽاندر جيڪڏهن تو پاريءَ شهزاديءَ هن جو قدر ڪيو ته ان ۾ ڪو عيب ڪونهي. پر اسان ڏٺو آهي ته اهڙين حالتن ۾ ٻهريائين ماليڻي محبت ۽ پرين ڪان عزت هوندي آهي، پر پوءِ وجهه ملڻ تي گستاخي ۽ حجت هلندي آهي. پر تون پاڻ کي سيني ڪان وڌيڪ سياڻو ٿي سمجهين، پوءِ تو سان ڳالهائي ڪير.

ايڊٿ: توهين هڏ-رت ٿي، مون کي ڪا چڱي صلاح ڏيندا ته آءٌ اها اکين سان مڃيندس، باقي ٻيڪو ڪين سهنديس.

بادشاهه: بادشاهه صلاح نه ڏيندا آهن، پر حڪم ڏيندا آهن.

ايڊٿ: (بيپرواهيءَ سان) ائين ته سلطان صلاح الدين بارا به پيا حڪم جاري ڪن. هتي حڪم جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟

بادشاهه: ڇوڪري، تون هي ڇوين چا ٿي؟ هن سڪاٿ جو حق مانُ سڃاڻين ٿي، ۽ سلطان صلاح الدين جهڙي لائق انسان لاءِ ڪابه عزت نٿي ڏيکارين! اسان جي نظر ۾ سلطان جو درجو وڌيڪ آهي. سڪاٿلنڊ جو وليم اهڙو ڪوڙو، جو اسان کي لشڪر موڪلن

جو دلاسو ڏيئي، ٻوھ ڪنڌ کي وھالو ڏيھي ويھي رھيو!
سلطان صلاح الدين جيڪر ڪڏھن ٻہ دلاسو ڏيئي تہ ٻوھ
ڦري ڪين وڃي. اھي سڪاٽلنڊ جا ماڻھو وقت جا
وبري آھن. اھڙن ٻہ سگـ ڏيڻ بدران سلطان جھڙي
سچار سان سگـ ڪندجي تہ اھو وڌيڪ آھي.

ايڊٽ: ھرگز نہ! جيڪڏھن انگلنڊ جو بادشاھ
وڃي مسلماني مذھب اختيار ڪري، تہ بہ ايڊٽ پنھنجو
ڌرم ڪين ڇوڙيندي. ٻر مون کي ٻڌايو تہ اوھين انگلنڊ
سان ڪٿھي، ھتي مسلمانن سان لڙڻ آيا آھيو، يا ھنن
کي سگـ ڏيڻ لاءِ آيا آھيو؟ افسوس! اکولي پھلواني
اوھان وٽان شايد ٻتر ڪري آذامي ويئي آھي.
ڪروسيڊر ٿي اوھين ھھڙا گيدي ڪيئن ٿيا آھيو؟

بادشاھ: (پنھنجو شان رکي) نہ پيڻ، رچرڊ جي
پھلواني رچرڊ سان آھي. اھو نُڪتو تنھنجي آزمائش
لاءِ ھو، تون جيئن چوين ٿي، تيئن ٿي ٿيندو. جنھن
جنگ لاءِ سمنڊ ٽپي آيا آھيون، سا اوس جوٽبي.
بادشاھ ٻوھ ھن سان ملوچڙو ڳالھائي، پنھنجي تنبوءَ
ڏي موٽي ويو.

---

## باب ٻارهون

## آئي ٻلا ٽري

سر ڪينيٿ کي رچرڊ جي ڇانوڻيءَ مان نيڪاليءَ ملڻ چوٿون ڏينهن ٿيو هو. انهيءَ چوٿين ڏينهن، سانجهيءَ جي مهل، بادشاهه پنهنجي تنبوءَ جي اڳيان هوا کائڻ لاءِ ٻاهر نڪري ويٺو هو. هينئر هن ٻاڻ کنيو هو، تنهنڪري هھڙي کليل هوا هن لاءِ ٻاڻ فائديمند هئي. ان وقت وٽس ڪا ڀيڙ ڪانه هئي. سندس مقرب سرڏامس ڊيوا لشڪر جي ڀرتيءَ ۽ سامان سڙي جي بندوبست ڪرڻ لاءِ عسقلان ڏي ويو هو، ٻين سپاهين ۽ خدمتگارن لڙائيءَ لاءِ تياري پئي ڪئي، جو پئي ڏينهن ترڪن سان اڙڻو هون: ڪن ترارون پئي مليون، ڪن ڍالون پئي صاف ڪيون ۽ ڪن ٻڇيون، ڀالا ۽ تير پئي تيار ڪيا. هٿيارن جو کڙڪو پڌي ۽ چلڪي واريءَ تلوار جو جهلڪو ڏسي، بادشاهه جي دل ٻهار ٻهار ٿيڻ لڳي، ۽ دل ۾ سوين کٽڻ جا سوڻ ڪنڻ لڳو.

سج لاڙائو ٿيو ته چوبدار اچي خبر ڪئي ته ڪو قاصد سلطان صلاح الدين وٽان رقعو رسائڻ آيو آهي. بادشاهه حڪم ڏنس ته تعظيم سان وٺي اچينس. بادشاهه ڀانيو ته ڪو امير ٿو اچي، پر پوءِ ڏٺائين ته هڪ

حبشي آهي. اهو قاصد بدن جو ٺاهوڪو ۽ نهايت
قداور مڙس هو. شڪل جيتوڻيڪ حبشين جهڙي هوس
ته به روشن چڱي هوس. حبشين وانگر اڪي ناسون
ڦاٽل هيس، اڪي ماڪوڙن جهڙا وار هئس، تنهنڪري
ذات جو حبشي ڀانيو ٿي ڪين ٿي. مٿي تي اڇي ڪير
جهڙي دستار، ٻت تي چيٽي جي کل جو ڳنڍين ٻانهن سان
ڇڙتو، پيرن ۾ چاڪڙيون ۽ ڪڇيءَ ۾ چانديءَ جي
زيبدار ڏري هيس. ٽنگون ۽ ٻانهون اگهاڙيون هيس،
۽ اهي به سندس منهن جي رنگ سان ملي ٿي آيون.
ڪمر وٽان هڪ سنهين خنجر پئي لٽڪيس، جنهن جي
ڪپ مٿان نانگ جي کل چڙهيل هئي. ساڄي هٿ
۾ هڪ تکيءَ نوڪ سان نيزو هوس، ۽ ڏائي هٿ ۾
ڪلاڀات جو مضبوط ڏورو هوس، جنهن سان هڪ
نهايت ٺاهوڪو ۽ شاندار شڪاري ڪتو ٻڌل هو.
قاصد اچڻ سان بادشاهه جي اڳيان سجدو ڪيو، ۽
پوءِ هڪ گوڏو جهڪائي، نهايت ادب سان هڪ
ريشمي رومال بادشاهه کي ڏنائين، جنهن جي اندر
ڪيمخواب ۾ خط ويڙهيل هو. خط جو مضمون هن
طرح هو:

اوهان جي موڪليل ٻوٽين پيغام سان اٿين معلوم
ٿيو ته اوهين صحبت جي ناتي ڪئين ٿڌران، جنگ
جوٽڻ لاءِ تيار آهيو. ڏاڍيءَ سگهوري جي برڪت سان
اسين جنگ جي ميدان ۾ روبرو ٿي اوهان کي ثابت
ڪري ڏيکاريندا سين ته اوهان ڪوتاهه نظريءَ کان

اهڙو قدم کنيو هو. اسان جي اٿاهه فوج اوهان جي لشڪر جا جيڪي حال ڪندي، سي اوهين اکين سان ڏسندؤ، ۽ بوءِ ساڳيو پڇتائيندؤ ته ناحق اوهان جنگ جو قصد ڪيو هو. پر اهي ڳالهيون ٿيون پوءِ جون، حال جنهن صورت ۾ اوهان اسان کي پنهنجي سوغاتن سان گڏ ٻه چامڙا تحفي طور موڪليا آهن، تنهن صورت ۾ اسين انهيءَ اٿلي تحفي جي عيوض اوهان ڏي هڪ حبشي غلام موڪڙي ڪري موڪليون ٿا - نالو ضحاڪ اٿس، هن جي ڪاري شڪل ڏسي هن کي نڪمو نه سمجهجو، جهڙيءَ طرح ڪنهن ميوي جي کل ٻاهران بدزيبي ڏسڻ ۾ ايندي آهي، پر اندر گر اڪسير هوندي اٿس، تهڙيءَ طرح هن کي ئي سمجهجو. سندس بدني طاقت ۽ دماغي قوت جي جيتري تعريف ڪبي، تيتري ٿوري ٿيندي. جنگ جي مهل هي اوهان جو چڱو مددگار ٿيندو، ۽ مشڪل مسئلن حل ڪرڻ ۾ اوهان جو صلاحڪار. سندس عاج جهڙن اڇن ڏندن جي وچ ۾، سندس زبان کي خاوند خاموشي ڏيئي ڇڏي آهي، جنهنڪري ڪجهه ٻڌڻ کان لاچار آهي، باقي ٻيءَ هرطرح سان هيءُ جوان لائق انسان آهي. اسان کي اميد آهي ته هو اوهان جي پوريءَ طرح خدمت ڪري پاڻ موڪيندو، هن جي هرطرح سان پارت هجيو.

بادشاهه هيءُ خط پڙهي پوءِ هن حبشي غلام ڏي چتائي نهارڻ لڳو. هن جي بدن جو سهڻو گهاٽ ۽

هن جا مضبوط ڏورا ۽ عمدي روش ڏسي، پڇيائينس:
تون ٻانهن مسلمان آهين؟ حبشيءَ ڪنڌ سان ناڪار
ڪئي، ۽ پنهنجي پيشانيءَ وٽ هڪ آڱر آڻي ڄڻائي
ان جي مٿان ٻي آڱر اهڙيءَ ريت سڌين ڪري
جهليائين، جو پنهنجي آڱرين گڏجي ڪري صليب جهڙي
شڪل ڏسڻ ۾ آئي. انتي بادشاه چيو: اسان ته سمجهو
هو ته تون عيسائي آهين. هنن بي قياس مسلمانن شايد
تنهنجي جڀ ڪپي آهي؟ حبشيءَ ڪنڌ سان ناڪار
ڪئي ۽ پنهنجي هڪ آڱر اهڙيءَ طرح مٿي کنيائين،
جو ڄڻ ته ائين ٿي چيائين ته ڌڻيءَ مون کي گونگو
پيدا ڪيو آهي. بادشاه ٻوڙ پڇيس: هٿيار صفا ڪرڻ
ايندا اٿيئي؟ حبشيءَ ڪنڌ سان ها ڪئي. بادشاه هن
کي اهو ڪم سونپيو. حبشي امالڪ زره، ڍال ۽ ٻيا
جنگي هٿيار اهڙيءَ طرح صفا ڪرڻ لڳو جو ڄڻ ته
اڳيئي ان ڪم ۾ ماهر هو. هن جو تحسين جوڳو
ڪم ڏسي، بادشاه چيس: تون اڳتي اسان جي اردليءَ
۾ رهه ته مر سلطان سمجهي ته اسان تنهنجو قدر ڪهڙيءَ
طرح سڃاتو آهي.

منهن اونداهي ٿي ته انگلنڊ مان ڪن قاصدن
ٽپال آندي. بادشاه ٽپال پڙهڻ ۾ لڳو ويو ته
سندس خدمتگار آبولا ٿي ڦرڻ لڳا. ڪن پهرين سان
ٺٺي راند ڪئي، ته ڪي ٽنگون ٽيڙي پيا هئا، ۽ ڪن
اينڊ ڙ لڙائيءَ بابت ٻاڻ ۾ سٽس پٽس پئي ڪئي. هي
وجهه ولي، هڪ ٻند رو ترڪ، بادشاه جي وڃهو

وڃڻ لڳو. پريان هڪ پهريدار هڪل ڪيس ته هن
پنهنجو لباتو لاٿو. هن جو سڄو بت پهروين وانگر
قسمين قسمين رنگن سان رڱيل ڏسڻ ۾ آيو. سپاهين
ڀانيو ته هيءُ ڪو مسخرو آهي، سي امالڪ ويڙهي
ويس. اها ڪا انهين ڳالهه ڪانه هئي. ڪرستان سپاهي
اڪثر وانڊڪائيءَ جي وقت ۾ ترڪ راڪيندڙ، بازيگر
۽ مسخرا گهرائي، پاڻ وندرائيندا هئا. هن وقت جو
ڏٺائون ته هڪ مسخرو پاڻيهي پيهي آيو آهي، سو
خوب ناچ ڪرايائونس. هي بندرو ترڪ مسخرن
وانگر ڇهريون پائيندو، ٽڪيون هڻندو، ڇاٽي واٽي
بادشاهه کي ويجهو ٿيندو ويو، ۽ پوءِ ڪيڪ ملائي
ٻَٽ تي پڄي رهيو. هڪڙي سپاهيءَ ڀانيو ته
ڦيريون پائيندي مٿو ڦري ويو اٿس، سو پاڻي آڻي
پيارايائينس. پڇي چيو: دارونءَ جو ٻَٽ پياريوس ته
پود ۾ اچي. هن کي دارونءَ جو ڍڪ ڏنائون ته
اهو هڪڙيءَ ڪيت سان پورو ڪيائين. سپاهين ۾ اچي
ٿهڪڙو پيو. سنديس ٺهه ٺه، پڌي، بادشاهه پريائين
هڪل ڪئي. سپ سپاهي امالڪ ٿڙي ڀڪڙي ويا،
۽ هي بندرو ترڪ اتيئي ٻٽ ۾ پيو هو.

پاڻ ڪلاڪ کن سانت لڳي پيئي هئي. بادشاهه
پنهنجي ٽپال وري پڙهي پڙهي. ٽپال ۾ ڪو مٺو
سماچار ڪونه هو، سنڌس پرپٺ سنڌس ڀائر پاڻ
۾ وڙهي ڌار ٿيا هئا، ڪي امير پاڻ ۾ وڙهي ڍانگا
ٿي پيا هئا، ۽ ڪن شرطي جاگيردارن پنهنجن ڪڙمين

مان اهڙا ويل وهايا هئا، جو اهي ٻوه سئو منجي آيا هئا، ۽ خونريزيءَ جو گهڻو خطرو هو. انگلنڊ مان هي بدخبرون آيون، تن بادشاه کي منجهائي ڇڏيو. هيءَ پنهنجن ئي ٻين ۾ هو، تنهنڪري ٻيءَ کنهن ڳالهه جو سماءُ کولڻ ئي ٻيس. سندس پهريان ضحاڪ حبشي ڏاڍي صفا ڪرڻ ۾ مشغول هو. ڏاڍ ملي ملي آرسيءَ جهڙي اوجل ڪئي هئائين. جيڪو بندرو ترڪ پٽ تي پيو هو، تنهن جو ٻاهو ڏاڍ ۾ ڏسڻ ۾ ٿي آيس. ڏاڍ ۾ هن جي شڪل جاچيندي ڏٺائين ته اهو بندرو رکي رکي ڪنڌ پيو مٽي ڪٽي، ۽ چپن بادشاه جي لزديڪ وڃڻ جا وجهه پيو ڳولي. حبشيءَ اک ۾ رکيس، هو بندرو پوءِ رمز مان رڙهندو، رڙهندو، بادشاه ڏانهن وڌڻ لڳو. ضحاڪ سمجهي رهيو هو ته ڏاڍ ۾ ڪجهه ڪارو آهي. سگهوئي اهو بندرو شيطان نانگ والنکر سيرندو، بادشاه جي لزديڪ ويو، ۽ ٻانهن جي آستين مان خنجر ڪڍي، اچا هنيائينس ٿي ته ضحاڪ حبشيءَ مڙسي ڪري ٻاهن ڪان سوگهو جهليس. بادشاه ته بچي ويو، پر خوني اچي ضحاڪ تي پيو- هن پهلوان ٻاڻ بچائي ورتو، پر خنجر جو ٿورو گهڪو ٻاهن تي اچي ويس. بادشاه تي جو هي اوچتو حملو ٿيو، سو اچانڪ ماري انيو، هڪ صندلي هٿ اچي ويس، سا پر ڪري، هن بندري شيطان کي اهڙي مغز ڏاري هنيائين، جو مغز ڦهي وڌائينس. هن پوءِ لٽڪي ڦٽڪي ساهه ڇڏيو.

پوءِ ته بادشاهه اچي پنهنجن خدمتگارن ني مليو. چي، حيف آهي اوهان جي حال تي! دشمن اسان جي جان وٺڻ لاءِ پنهه اسان تائين اچي پهتو آهي ته اوهان کي ڪو پتو نه پيو آهي! ير لهيو، اسان جي شير سان رهجي آئي، ۽ دشمن پنهنجو ڪيتو لوڙيو. هاڻ هن جي ستي هڪدم ڏڙکان ڏار ڪري، نيزي ۾ ٽنگي، ڪڙي ڪريو ته مر هرڪو ملعون عبرت وٺي.

بادشاهه پوءِ ضحاڪ ڏي وڌي، هن جي گهڻي شڪرگذاري ڪئي، ۽ چيائينس: جتي اسان جو سڄو لشڪر اسان کي ڪم ڪين آيو، اتي تون اڪيلي سر اسان کي ڪم آيو آهين، تنهنڪري تنهنجي جيتري به مهرباني مڃجي اوتري ٿوري. اتيئي سندس ٻانهن تي زخم ڏسي، رڙ ڪري چيائين: هي ڇا! هي زخم اٿوچو زهري خنجر سان ٿيو آهي. يڪدم خدمتگارن ڏي منهن ڪري چيائين ته اوهان مان ڪو به هن جي زخم مان زهر چوسي ڪڍي، نه ته هي اهڙو حلال ناحق مري ويندو.

زهر جو نالو ٻڌي، سڀ سپاهي هٽي ويا. بادشاهه چيو: چوسڻ سان چوسڻ ڪري ڪو به نقصان نه ٿيندو. نقصان جو ڊپ تڏهن آهي، جڏهن زهر پيٽ ۾ وڃي رت سان ملي. ڪنهن به سپاهيءَ جي مرضي نه ٿي ته هڪ حبشي غلام لاءِ پنهنجو جيءُ جوکي ۾ وجهي، تنهنڪري سڀيئي پرت ٻڌي ائين رهيا. سپاهين جا هي حال ڏسي، بادشاهه کي هيڪاري ارمان ٿيو. پوءِ نڪا

کيائين هر لڪا تر، امالڪ هن غلام جو زخم پنهنجن
سڳورن چپن سان چوسڻ لڳو. خدمتگارن منع ڪيس،
ضحاڪ به اشارن ۾ گهڻو ليلايس ته اهڙو جوکي جهڙو
ڪم نه ڪريو، پر بادشاه ٻڌو اڻٻڌو ڪري، هن سان
ٻانهن پڪڙائي لڳو.

بادشاه کي ماراڻي جو منصوبو ڏيهارن جي گرنٿدماندر
سٽيو هو. هي ٻندرو تورڪ انهيءَ جي ميچ تي
آيو هو، پر مارڻ واري ڪان رکڻ وارو ويجهو آهي.
ضحاڪ جا هٿ هن کي رسٽا هئا، سي رسيا ـ بادشاه
تان آئي ٻلا ٽري، ۽ دشمن جو ساڻو منهن ڏيو. ٻاهر
ڏاڍا هٿل پنجي ويا، سو ڪيترا عملدار ڊوڙندا شاهي
تنبوءَ ۾ آيا. سرهينري سهڪندو سهڪندو، اندر آيو.
بادشاه کي هن حبشيءَ جي زخم جو زهر پنهنجن چپن
سان چوسيندو ڏسي، رڙ ڪري چيائين: قبلا، هي ڪم
ڪهڙو ٿا ڪريو؟ بادشاه چيس: هن ڪافر خدمتگارن
کي ڏيکارڻو اٿئون ته ساه تي ايترو آهو نه رکجي،
مشڪلات جي وقت ٻڙس ٿي اهڙو گهرجي.

بادشاه ٻوءِ هن جو سڀورو زهر پنهنجن چپن سان
چوسي ڪڍيو، پر هڪ ڳالهه، هن کي حيرت ۾ وڌو.
حبشيءَ جو جيڪو ٻاگو چوسيائين تنهن تان ڪارائڻ
صفا لهي ويئي! هي واڻڙو ٿي، منهن ۾ نهارڻ لڳس.
رچرڊ سياڻو هو، تنهن سچي ڳالهه سمجهي ورتي، پر
اوڏيءَ مهل ڪجهه به ڪڇڻ واجب نه سمجهي، ضحاڪ
حبشيءَ ڏي منهن ڪري چيائون: اسان جا خيرخواه

دوست، سلطان صلاح‌الدين پنهنجي تحرير ۾ ڄاڻايو آهي
ته مشڪل مسئلن حل ڪرڻ ۾ تون اسان کي گهڻي
مدد ڏيئي سگهندين. جيڪڏهن ٻاڻ کي موڪلي اٿيئي
ته اسان کي اهو چور لهي ڏي، جنهن انگلنڊ جو
جهنڊو چورائي اسان جو ڪنڌ هيٺ ڪيو آهي. اهو
ڪم جي تو ڪيو ته، تنهنجي تورَ جيترو سون توکي
انعام ڏيو. ڪيئن، اهڙي مڙسي ڪندين؟ ضحاڪ
ٻهرين ڳالهائڻ جي ڪوشش نه ڪئي، پوءِ اٿيئي
پانهون پڌي، گهڻي ادب سان ڪنڌ سان آنهه ڪيائين.
پادشاهه چيس: تون جيڪو اشارو ڪرين ٿو، تنهن
مان سمجهجي ٿو ته تون اهڙي مڙسي ڪندين، پر
تنهنجي گونگن واري ٻولي اسين پوري طرح ڪيئن
سمجهون؟ لکي پڙهي ايندو اٿيئي؟ گونگي ڪنڌ سان
آنهه ڪئي. پادشاهه حڪم ڏنو ته هن کي لکپڙهه جي
سامگري ڏيو. جهٽ مس قلم ۽ پنو گونگي کي ڏنائون.
هو لکپڙهه ۾ پڙ هو، ۽ نهايت خوشخط هو. هيستائين
پادشاهه هن سان انهي ٻوليءَ ۾ پئي ڳالهايو، جا
ڪرستان ۽ ترڪ عام طرح ڳالهائيندا هئا. هينئر هن
گونگي فرينچ ٻوليءَ ۾ هي اکر لکيا:

قبلهء عالم، غيب جي خبر خاوند کي، پر خاوند
پنهنجي فضل سان انسان کي عقل عطا ڪيو آهي.
عقل جي وسيلي انسان غيب جا دروازا کولي سگهي ٿو.
جيڪڏهن عيسائي لشڪر جا سڀ سرڪردا هن ناچيز

بندي اکيان قطار ڪري لنگهندا، ته چور کي ستن ڀردن اکيان ۽ سڃاڻي سگهندو.

هي مضمون پڙهي بادشاه ڏاڍو ڪاوڙ لڳو، خوشيءَ وچان ڪاوڙ ۾ نه ٿي ماپيو. سر هينريءَ کي چيائين: هيءَ ڳالهه ڏاڍي پوري وقت تي ڪئي اٿس. منهنجي شهزادن قول ڪيو آهي ته انگلنڊ جي جهنڊي جي جيڪا بيعزتي ٿي آهي، تنهن جو بدلو اسان کي ڏيندا. سڀاڻي سڀ اسان جي نئين ڪتل بالشڻيءَ اکيان، پنهنجي اقبال ۽ عهدي پٽاندڙ درجي وار لنگهندا، ۽ ان کي جوڳي عزت ڏيندا. هن حبشيءَ کي به، اوڏيءَ مهل اتي بيهاربنداسون، ڏسون ته، ڪهڙي حڪمت هلائي، چور کي ڳولي ڪڍي ٿو؟

هينري: قبلا، انهيءَ ڳالهه تان لهي وڃو. مس مس شهزادن کي سرچايو اٿوَ. هينئر جڏهن سڀ سائينجن سان پالهن پيلي ٿي بيٺا آهن، تڏهن هيئن ڪکر ۾ ڪڙو هٿي، وانجوڪ ۾ وڌايو. جهن سڳوري ڪم لاءِ هيڏا ڪشالا ڪري آيا آهيون، تنهن جي پوري ڪرڻ جو اول خيال ڌاريو.

بادشاه: تون هيءَ چوڻ چاهين؟ اسان ساٿن اها ڀول ڀولي هٿي چا، ته جهنڊي جي چور ڳولي لهڻ لاءِ ڪو به اهڙا حڪم ڪونه آڻينداسين؟ پنهنجي بادشاهيءَ، ملڪ پنهنجي جان کان به اسان کي پنهنجي آبرو وڌيڪ پياري آهي. پريءَ سيا ۾ جيئن اسان جهنڊي جي ڳالهه ڪئي هئي، تيئن جي آسريا جو

ڏيوڪ يا ڪو ٻيو پنهنجو ڏوهه ٻامي ها ته اسين گهڻي
خوشيءَ سان هن کي معافي ڏيون ها. هاڻ جڏهن اڪيلو
ڪائرن والسڪر ڪُجهڙو ٿي رهڻ پسند ٿو ڪري، تڏهن
هن کي پڌري ڪرڻ لاءِ اسين جيڪي رستا واجب
سمجهنداسين سي بيشڪ اختيار ڪنداسين.

هينري: قبلا، هن حبشي غلام جيڪڏهن ڪا حرفت
سٽي هجي ته پوءِ؟

بادشاهه: (حشمت سان) صبر! تون وچ ۾ پوڪ نه
پَٽ. تون پاڻ کي سياڻو ٿي سمجهين، پر سچ پچ ته
عقل جو ڪوتاهه آهين. تون ماڙي ڪري وڃي
اسان جي حڪم جي تعميل ڪر. تون هن جي ڪاري
چمڙي ڏسي هن جو قدر الهيءَ آهر ٿو ڪرين، پر
حقيقتون هيءَ هڪ وڏي رٿ آهي. اسين سڃاڻون ٿا ته
ڪير آهي، پر اها ڳالهه هن وقت ظاهر نه ڪبي.

انهيءَ وچ ۾ ضحاڪ حبشيءَ وري هڪ ٻيو پرزو
لکي بادشاهه کي ڏنو. انهيءَ ۾ هي لفظ لکيل هئا:
سلطان صلاح الدين وٽان هن غلام کي شهزاديءَ ايڊٿ
لاءِ ڪو نياپو مليو آهي. هي غلام جيڪر پنهنجي
اڪيلي سلطان جو حڪم بر چشم ڪري، مڙو ئي مڙو
وڃي نياپو پهچائي ها، پر جڏهن هيءَ هندو نئين
خاوند کي سپرد ٿيل آهي، تڏهن پنهنجي نئين خاوند
کي هٿ ادب جا ٻڌي عرض ٿو ڪري ته کيس پيغام
پهچائڻ جي اجازت ملي. جيڪڏهن هيءَ طرح اها

موڪل ملي نه سگهي ته جيڪا خسيس خدمت هن ولت ڪئي اٿس، تنهن جي عيوض ۾ اها اجازت ملي.

بادشاهه: (دل ۾) سلطان صلاح الدين اسان جي ابهرت ذي لياهو موڪلي، ۽ اسين نيابي ٻهچائڻ جي اجازت ڏيون! ۾ چا، جنهن اسان جي جان بچائي، سو هڪ عرض ڪري، ۽ اسين اهو نه اگهايون! هاڻ ڇا ڪجي! اجڪاله اسان لاءِ سمونئي اهڙو اچي ٿيو آهي، جو اسان سان ڪو ٿوري ڀلائي ڪري ٿو ته جهٽ ان جو عوض چڪي ٿو. ڪنهن جي قتل ڪين جو حڪم ڏيو ٿا ته هو اسان جي راضپي هٿ ڪرڻ لاءِ اسان سان هڪ نه ٻي اهڙي ڀلائي ڪري ٿو، جو لاچار اسان کي هن جي جان بخشڻي پوي ٿي. اهو جي حال آهي، ته اسين حڪومت جو چرخو ڪيئن هلائي سگهنداسين! ڏوهيءَ کي جيڪڏهن سيکت نٿي ڏجي، ته ڪم نٿو لهي، ۽ جي سندس مهربانيءَ جو عوض نٿو ڏجي، ته اها ڪاله ۾ اسان جي منهن تي اٿي ٻوي - جنڊ ڪن ته جنڊ ڪورو، ٻئڙ ڪن ته ٻڙ ڪورو. ۾ لهيو، اسان جي جان بچائي اٿس، ۽ جهنڊي جي چور ڪولي لهڻ جو دلاسو ڏنو اٿس، تنهنڪري هن وقت غم ڪائڻ گهرجي. هيڏي جرات ساري، نيابي ٻهچائڻ لاءِ پڏري پٽ درخواست ڪئي اٿس، تنهنڪري سمجهجي ٿو ته اهو نيابو ڪو الانقيءَ جو نه هوندو. اهڙو آئت دل کي ڏيئي، حبشيءَ کي چيائين: چگو،

تنهنجو عرض ڪنهن مهل اکهائبو، حال سرهينريءَ
سان گڏجي وڃي سگهي ٿيءَ. ٻادشاه، پوءِ سرهينريءَ کي
هن جي گهٽي ٻارت ڪئي، ۽ حڪم ڏنائينس ته ٻنان ڏير
اينگاڊيءَ واري سنياسيءَ کي گهرائي، اسان ڏي روانو
ڪر. سرهينري ۽ ضحاڪ حبشيءَ پوءِ ادب سان ٻادشاه،
اڳيان ڪنڌ نوڙائي هليا ويا.

# باب تيرهون

## قسمت جو ڦيرو

قدرت جا ڪم نيارا ۽ عجيب آهن، جو حريفن کي
بہ حيران ڪيو ڇڏين. ڪيڏانهن سرڪينيٽ جو مان
۽ مرتبو، ۽ ڪيڏانهن سندس هيءَ حال، جو هڪ
مسلمان حڪيم جو غلام بڻجي پيو! رچرڊ بادشاهہ
جنهن وقت اهو ٺهر جو قلم وهايو، تنهن وقت هي
يوروپي جوڙو، پنهنجي اٿين خاوند جي پٺيان موڪو
منهن ڪري هليو ويو. هو ٻئي حڪيم جي هڪ
تنبوءَ ۾ اوڏو منجهو ٻاڻي وچي ٻنجي رهيو. ڏک
وچان من ڀرجي آيس، پر روئڻ روڪيائين. هن کي هن
حالت ۾ ڏسي حڪيم کي قياس پيو. هن دلداري ڏيئي
چيس: دل وڏي ڪر، سختيون مڙس جي مٿان ايندڀون
آهن. حضرت يوسف کي سندس ڀائرن وڪڻي ڇڏيو،
۽ هو وڃي فرعون بادشاهہ جو غلام ٿيو. پر توکي
تنهنجي بادشاهہ اهڙي انسان جي حوالي ڪيو آهي،
جو توکي ڀائرن وانگر جيءَ سان جڙيندو، ۽ سامہ
۾ سانڍيندو.

سرڪينيٽ هن جي شڪرگذاريءَ ڪرڻ لاءِ ڪجهہ
چيو ٿي، پر زبان سنڪي ليڪر ٿي وئي هيس،
تنهنڪري وات مان هڪ اکر بہ ڪون اڪليس.

حڪيم سمجهيو ته هن کي ڪجهه ٿيو ته پاڻ هن
جو من ڦيرندو، تنهنڪري ڇڏي ڏنائينس. هن پوءِ
پنهنجي ماڻهن کي ڪوچ جو حڪم ڏنو. يڪدم سندس
نوڪر چاڪر سامان ٻڌڻ کي لڳي ويا. بورچيءَ
حڪيم کي ماني پاڻي ڏني، ۽ پوءِ سرڪينيٽ لاءِ
ٿالهي ڀري ڪڍي ويو، پر هن نه ورتس. اورچيءَ
چيس: هيئر ڪجهه کائي آرام ڪر، جو پوئين صبح
جو هتان ڪوچ ڪرڻو اٿئون. ماني نه کائيندين ته
لنبو ڪيئن ايندءِ؟ حڪيم به هن کي ڏاڍا زور ڏنا،
پر هن کي ڪي به مٺو نٿي لڳو. وري به حڪيم
جي مرضيءَ رکڻ لاءِ سڪئو ٻاليءَ ۽ ڪ ٻيئي پنهنجي
اڙي پيچايائين.

سچي رات هن سڙس اک ڪانه لائي. پيا نوڪر
اڌ رات ڌڻي اٿيا، ۽ اٺن تي سامان لڏي، سفر لاءِ
تيار ٿيا. حڪيم صاحب به پنهنجي نيم پٽاندر سوير
اٿي، ڏندڻ-پاڻي ڪري، وضو ساري، فجر جي نماز
پڙهي. تنهن وچ ۾ هڪ سئس گهوڙا سنجيا. اوڏيءَ
مهل هڪ يوروپي عملدار، رچرڊ بادشاه جي حڪم
موجب، حڪيم صاحب کي ٿوري پنڌ تائين اپڙائڻ
لاءِ آيو. سرڪينيٽ کي حڪم هڪ گهوڙو سواريءَ
لاءِ ڏياريو، تنهن تي هو جنگي دلاور چڙهي، پڻ
ساڻ گڏجي هليو.

حڪيم صاحب وڏي ديدبي سان ٿي ويو. چئني
طرفن کان ڪيترا سوار ساڻس همرڪاب ٿي ويا، ۽

۽ ڇڏا سندس ڪنجڪ وٺي پئي هليا. مرڪينٽ سيٺ
جي پٺيان هو. هن پاڻي ڪنڌ ورائي ڪروسيڊرن
جي ڇانوڻيءَ ڏانهن نهاڻي وانگر ڏينهن ڪٿي پئي لهار ۾ وس
ڏيس - وٺو مليس، عزت آبرو خاڪ ٿيس، ۽ پياري
ابدت جي منهن ڏسڻ کان بہ سڪيو! انهن ڳالهين
هن مڙس کي اهڙي جهوري لاٿي، جو هو اڇو
روئڻهارڪو ٿيو. هن کي پنهنجن پورن ۾ ڏسي، حڪيم
وٽي هن جي ويجهو ٿيو، ۽ چيائينس: هاڻ جڏهن اسان
کي اڳئي هلڻو آهي، تڏهن پٺتي نهارڻ جو ڪم
ڪهڙو؟ سوار کي سدائين خبردار ٿي هلڻ گهرجي.
ائين بيخيالو ٿي هلندين تہ ڪنهن وقت ٺوڪر ايندءِ.
مرڪينٽ ڏک مان ورائي ڏنيس: اهڙي ڪا ٺوڪر
اچيم، جو ڪنڌ ڀڃيم تہ آءٌ جيڪر پاڻ کي ڀختاور
سمجهان! حڪيم چيس: ڇو ڪِهلو ٿيو آهين؟ انسان
ڪوتاهہ نظر آهي، تنهنڪري اڄ جي لڳائيءَ ۾،
سڀان جي چڱائي ڏسي نٿو سگهي، پر ڌڻي جيڪي
ڪري ٿو، سو انسان جي ڀلي لاءِ آهي. هر ڳالهہ ۾
حڪمت ڇپي اٿن، تنهنڪري توکي رضا تي راضي
رهڻ گهرجي.

حڪيم هن کي گهڻئي پرٻوڌ ڏنا، پر هن کي
جيڪا تار تن مان لڳل هئي، سا لڳل ئي رهي.
حڪيم ڏٺو تہ هن وقت هن کي ڪيترو بہ سمجهائبو
تہ بہ ڪين سمجهندو، تنهنڪري پنهنجي هڪ خدمتگار
کي هڪل ڪري چيائين: حسن، تون ڪا ڳالهہ ڪر

تہ پنڌ ڪئي، ۽ هن مڙس جو خيال بہ وڃي ٻيءَ وات پيو.
حڪيم صاحب جو حڪم مڃي، خدمتگار هڪ ڳالهہ
ڪئي - ڳالهہ جي وچ ۾ ڏوهيڙا پڻ ڏنائين. حڪيم
۽ سندس خدمتگار هيٺين وندريا پئي هليا، پر هن ڦوڙائي
جي ڦٽيل لاءِ ڪاہ ورونهن وندر ڪالہ هئي. هن
پنهنجي دردن جو دل ۾ دوُر پئي ڪيو. سورن جو
سبق اٿلائيندي، ڪنهن وقت هو پنهنجي ڪتي جي
ڪنجهڪار ٻڌي. سندس ڪتي ڪي هڪ بانس جي
پڃري ۾ بند ڪري، اهو پڃرو هڪ اٺ تي ڪٺي
لڏيو هئائون. سرڪينيٽ پنهنجي وفادار ڪتي ڏي
منهن ڪري، چئن ۾ چيو: پيارا روسوال، تون منهنجي
واهر لاءِ نہ واجهائين، پر هن وقت آءٌ پاڻ سڄي سائينءَ
جي واهر لاءِ واجهائي رهيو آهيان. اڳي آءٌ توکي
ڦرب ڏيندو هوس، ۽ توسان هرطرح همدردي ڪندو
هوس، پر اڄ خود مون کي دلاسي جي گهرج آهي.
هاءِ نصيب! اڄ ڪير مون جهڙو بيوس ۽ لاچار آهي!

هو پوءِ منزلون ڪندا هليا. اڳينءَ جي نماز جي
مهل ٿي تہ حڪيم صاحب وضو ساري، اچو سلو ڪوڙو
بندگيءَ لاءِ وڇائي، نماز پڙهي. ڪن کي وضوءَ سارڻ
لاءِ پاڻي پورو نہ هو، هو پاليءَ بدران واريءَ سان
عضوا ڇنهن مهٽڻ لڳا.* پوءِ هرڪو مصلو وڇائي،
نماز پڙهڻ لڳو. هنن کي هيٺين ڪڏ نماز پڙهندو ڏسي،

* واريءَ سان جيڪو وضو سارجي تنهن کي "تيمم" چئبو آهي.

سرڪينيٿ سڀ اکيون کڻي آسمان ڏانهن ڪيون، ۽ سچي سائينءَ کي سنڀالڻ لڳو. هينئر هن جي دل تي ڪجهه ڇنڊو پيو، ۽ هو پنهنجي حال تي صبر ۽ شڪر ڪرڻ لڳو.

ڏينهن ٽاري، اڳتي وڌيا ته حڪيم جي هڪ ماڻهوءَ ڏٺو ته ٻليان ڪي سوار ڪاهيندا پيا اچن. هن وڏي حڪيم کي ڄاڻ ڪئي. حڪيم سياڻو هو، تنهن سمجهي ورتو ته هي ٽيمپلرن جي گرئنڊ ماسٽر جا ماڻهو آهن ۽ ڪنهن ٻڇڙيءَ نيت سان ٿا اچن. هن ٻوءِ پنهنجن ماڻهن کي تڪڙي هلڻ لاءِ حڪم ڏنو. سگهوئي سلطان صلاح الدين جي ساري فوج حڪيم جي استقبال لاءِ آئي، جنهنڪري گرئنڊ ماسٽر جي ماڻهن کي پنهنجي مراد پوري ڪرڻ جو وجهه نه مليو، ۽ هو شرمندا ٿي موٽي ويا.

امير شيرڪوهه ۽ سرڪينيٿ جنهن تلاءَ وٽ هڪٻئي کي گڏيا هئا، اتي ئي سڀ لهي پيا. يڪدم تنبو لڳي ويا، ۽ رڌڻ پچائڻ جون تياريون ٿيون. سرڪينيٿ کي حڪيم کائڻ لاءِ زور ڪيا. هينئر هن پڪي گرم ڪنيا. حڪيم ٻوءِ هڪ شربت جو پيالو ڏنس، ۽ چيائينس: هن شربت پيئڻ سان فرحتي ننڊ ايندءِ. هن چيو سچي، شربت پيتو. سگهوئي ننڊ کڻي ويس، ۽ گهوگهرا هڻڻ لڳو.

ڪنهن وقت سرڪينيٿ سجاڳ ٿيو. ڇا ڏسي ته چرخوئي اُري ويو آهي. پاڻ اڳي ڪجهن جي هٿان

هڪ رواجي تنبوءَ ۾ چوڌر ڇانئيءَ زمين تي ڪنولو وڇايل ستو هو. هينئر ڏسي ته هڪ ريشمي تنبوءَ ۾ شاهاڻي وانگر تي آهيان ۽ چوڌاري پادشاهي سامان موجود آهي! هن اٿين پئي پانبو ته سپنو ٿو لهان، تنهن هوندي به پلنگ تان لهي اڳرو وڌيو. اول هڪ حمام خانو ڏٺائين - گرم پاڻي تيار هو ۽ اڇا سٺا ٽوال موجود هئا. هيءَ پيون ڳالهيون وساري وهنجڻ لڳو. تڙ ڪري نازو ليو ته پريان هڪ آڇي ريشمي وڳي تي لڳام پيس، جنهن جي پرسان هڪ ترار جوهردار رکيل هئي. اتي هن مڙس کي شڪ ڪائي ويو. هن پاليو ته مون کي شايد مسلمان ڪراو اٿن، تنهنڪري منهنجي هيتري خوشامد ڪن ٿا. هن پوءِ پڪو پرن ڪيو ته ڪنهن به طرح پاڻ کي هنن جي چار ۾ ڦاسڻ نه ڏيندس، ۽ اٿين ڪرڻ ڪري جيڪڏهن مون کي ڪا خرابي رسائيندا ته اها ملي موچاري ڪري پوکيندس. هن اچا اهي پهه پئي پچايا ته پاهران آواز آيو: اندر اچڻ جي اجازت آهي؟

ان وقت تنبوءَ جو در-پردو هيٺ ليو پيو هو، تنهنڪري جنهن سانهوءَ اهي لفظ چيا، سو ڏسڻ ۾ ڪولہ آيس، پر آواز سان سهي ڪيائين ته حڪيم صاحب آهي.

ڪينيٿ: بلاشڪ هليا اچو. خاولد به ڪڏهن غلام جي ڪمري ۾ اچڻ لاءِ اجازت گهري آهي؟

پاهران آواز: آءٌ اوهان جـو خاوند نہ آهيان، تنهنڪري الدر اچڻ ڪان اڳ اجازت وٺڻ ضرور ڏو سمجهان؟

ڪهنيٿ: حڪيم صاحب ڪنهن به وقت بيمار جي ڪمري ۾ اچي سگهي ٿو. انهيءَ صورت ۾ به اجازت جي ضرورت ڪانهي.

پاهران آواز: آءٌ حڪيم نہ آهيان، تنهنڪري اول اجازت ڏيو تہ اندر اچان؟

ڪينيٿ: توهان جهڙو دوست، جنهن جون سَنڌ سَنڌ تي مهرون اٿم، تنهن کي اندر اچڻ کان ڪير روڪيندو؟ ڀلي ڀليا اچو؟

پاهران آواز: فرض ڪريو تہ هن وقت آءٌ دوست جي حالت ۾ نٿو اچان، تنهنڪري وري به اندر اچڻ لاءِ رخصت گهران ٿو؟

ڪينيٿ: (وائڙو ٿي) ڪهڙي به حيثيت ۾ اچو تہ منهنجي اکين تي آهيو، اوهان کي روڪ ڪرڻ جي مون کي نڪا اختياري آهي، نڪا اهڙي نيت آهي.

پاهران آواز: تڏهن آءٌ اچان ٿو، پر يقين ڄاڻجو تہ آءٌ اهو آهيان، جنهن کي ڪنهن وقت اوهان پنهنجو دشمن سمجهي، هن سان ڄڻائيءَ ڪئي هئي.

ائين چولدو هو شخص اندر آيو. سرڪينيٿ ڀانيو تہ حڪيم صاحب ٿو اچي، پر هو شهر ڪوهم امير هو. هن جي پوشاڪ توڙي شڪل بہ هئي، رکو ڳالهائڻ

حڪيم صاحب ڇھڙو هوس. سرڪينيٿ عجب وچان وات ڦاڙي هن ڏي نهارڻ لڳو!

امير: وائڙو، ڇو ٿيو آهين؟ آءٌ ساڳيو شيرڪوھ، آهيان، جو توسان حڪيم ٿي مليو هوس. منهنجو ويس بدليل ڏسي، ڀلجي ويو آهين ڇا؟ پر منهنجي ڳالھ ڇڏي، اول پنهنجي ڳالھ جاچ. جيڪي تون اڳي هئين سو هينئر آهين؟

ڪينيٿ: (ارمان مان) نه، آءٌ اڳوڻو ڪينيٿ نه آهيان. پنهنجن ڪرستان ڀائرن جي نظر ۾ آءٌ دغاباز ۽ بدڪار آهيان، پر پنهنجيءَ دل ڪري ڄاڻان ٿو ته آءٌ اهوئي مردانو ۽ سچار آهيان، رڳو ٿوريءَ ڳالھ تان ٿڙڪڻ ڪري قاصر ۽ گنهگار آهيان.

امير: برابر اهڙو گنهگار، جو موت جو سزاوار! پر منهنجي ڳالھ ٻڌ: هي اهو ساڳيو هنڌ آهي، جتي ٻئي ڀيرو گڏيا هئاسين. توکي دشمن جي طرف جو آدمي ڏسي، اول آءٌ توتي آلر ڪري آيو هوس. تون جنهن پهلوانيءَ سان مون سان اڙيو هئين، سا مون کي عمر ڀر وسرڻ جي نه آهي. جنهن وقت منهنجي هٿ مان تلوار کسڪي ويئي، ۽ ٽئيءَ سان تو ٻه ڪپي ويئي، تنهن وقت مون کي لاچار توسان صلح ڪرڻو پيو. اوڏيءَ مهل جي تون منهنجي صلح جي آڇ نه قبولين ها، ته هن وقت آءٌ جهان ۾ هجان ئي ڪين ها. پر تون مون سان ڪير ڪندو ٿي وئين، جيئن ڇوڏن

کي ڏٺو جڳائي. اوڏيءَ مهل اسان هڪڙي سان وفادار
ٿي رهڻ جو قول ڪيو هو، ۽ وڏي ڳالهه ته تو سان
گڏ نمڪ کاڌو هوم، تنهنڪري تنهنجي جان بچائڻ
مون پنهنجو فرض سمجهيو. تنهنجي ڪري رچرڊ بادشاهه
سان چڪري کائڻي پيئي، مون انهيءَ ڳالهه جو سانگو
ڪونه ڪيو. وري تو جهڙي بانڪي بيپرواهه کي غلام
بنايائين ته مون ڪن اها ڳالهه سٺي ٿي ٿي؟... الائجي ڇو؟
مون جيڪو ريشمي وڳو توکي موڪليو سو تو اڃا
ڪين پهريو آهي؟ شايد اهڙا ڪپڙا ڪرڻ تنهنجي
شان وٽان نه آهن؟

ڪينيٿ: ائين نه آهي. آءٌ اهڙي ويس وڳي جو
لائق ٿي ڪين آهيان. مون کي غلامن جهڙي پوشاڪ
پهرايو، پر پلائي ڪري مون کي ٻڌڪو نه پڌائجو.

امير: تون تمام شڪي ٿو ڏسجين. مون توکي
اڳيئي ٻڌايو آهي ته سلطان صلاح‌الدين ڪڏهن به
ڪنهن کي زوريءَ مسلمان نه ڪندو آهي. ويهون
ڏينهن يا ٻيءَ طرح لالچائي، ڪنهن کي مسلمان ڪرڻ
به سندس وڙ نه آهي- پنهنجي خوشيءَ سان ڪو مسلمان
ٿيندو ته اها ٻي ڳالهه آهي. منهنجا پيارا دوست، تون
ڪنهن به قسم جو شڪ شبهو نه ڪر، مون تنهنجي
آبروءَ رکڻ واسطي توڏي هيءُ وڳو موڪليو هو.
هينئر اسان کي سلطان صلاح‌الدين جي ڪچهريءَ ۾
هلڻو آهي. اتي تون يوروپي ويس ۾ هلندين ته اسانجن

مائهن مان ڪي مٿنهن پيا اچڙو ڪندا، تنهنڪري منهنجي صلاح مڃي، اهو اميرائو ويس ڏڪي هل.

ڪينيٿ: آءٌ هنئر او مان جو تابعدار آهيان، سو مون کي جيئن چوندا تيئن ڪندس.

امير: تابعداريءَ جي ڳالهه ئي ڪانهي. تون اڳي جهڙو خود مختار آهين. تو جهڙو پهلوان، جو مون جهڙي مڙس مان ڇڏا پيٽي ڪري ڪڍي ويو، تنهن کي آءٌ منهنجو غلام ڪري ويهاريان ته مون کي حيف آهي. مون تو سان سچي عمر دوست ٿي رهڻ جو قول ڪيو هو. مومن ٿي، آءٌ هرگز وعدي شڪني نه ڪندس. تون منهنجو اهوئي اڳوڻو دوست آهين.

ڪينيٿ: لک ٿورا اوهان جا. اوهان جي حد ڀلمانسي ڇٽيءَ جو غلاميءَ جو داغ مون تان لاهي، مون کي خود مختار ڪريو ٿا. آءٌ ايڏي مهربانيءَ جو لائق ئي ڪين هوس.

امير: ائين نه چئو، تون هرطرح لائق انسان آهين. تو جهڙو پهلوان ڪو ڇڏو هولدو. تنهنجو شير جهڙو جگر آهي، باقي اهڙو ڇٽيو ته هن نازنين جي اکيان تنهنجي دل سنسي ڀليءَ جهڙي ڪيئن ٿي پوي؟ پر سان پهلوانن والڪر سينو ساهين ٿو، پر هن جي اکيان ڪنڌ جهڪائين ٿو!

ڪينيٿ: بس سائين، متا مور نه جاڳايو.

امير: تنهنجي سورن جي سڌ اچا تڏهن پولدي، جڏهن ايڊٿ، سلطان صلاح الدين جو زنانخانو سينگاريندي.

ڪينيٽ: (ڪاوڙجي) خبردار، جي وري اهڙو اکر وات مان ڪڍيو اٿيئي! تو هان جو سلطان ڪٿي سونا ڀَر پائي، ته ا، جنهن زمين تي ابدٽ قدم ڪٿي، تنهن زمين تي سجدي ڪرڻ جو ، لائق ڪينهي.

امير: (شوخيءَ مان) ڳالهائين ڪيئن ٿو؟ هوش ڌار!

ڪينيٽ: (ڏرو ٿي) آءٌ اهو ٿي تابعدار آهيان. تو هان جا ڳڻ وساري، آءٌ هيئن ڳالهايان ٿي ڪين ها، ۽ اوهان هٿ ولي منهنجو رت ٽهڪايو.

امير: تنهنجي پهلوانيءَ جي مون کي اڳيئي پروڙ آهي. هينئر جڏهن اسين ٻئي ۽ دوستن وانگر آهيون، تڏهن ڪو به ڪٿو حرف توکي وات مان ڪڍڻ نه کپندو هو.

ڪينيٽ: بيشڪ، اسين دوست آهيون.

ايترو چئي، سرڪينيٽ ماٺ ڪئي. امير کي ڪجهه جوش هو، سو پنهنجي ڪاوڙ روڪڻ لاءِ تنبوءَ ۾ اچ وڃ ڪرڻ لڳو. ڪينيٽ اتيئي ويٺو هو، پر سندس منهن مان ظاهر هو ته پاڻ به پنهنجي غصي تي غالب پئي پيو. امير بوءِ هن سان اُڙيو ۽ تڏو ڳالهائڻ لڳو.

امير: آءٌ حڪيم آهيان. مون تنهنجي رڳ سڃي ڪئي آهي، البت جنهن هنڌ ولياءُ هوندو، تنهن هنڌ تي حڪيم هٿ رکندو ته بيمار کي ايذاءُ ايندو، ۽ انهيءَ ايذاءَ ڪري حڪيم کي پنهنجو دشمن سمجهڻ

نہ گھرجي. تنهنجي دل ہرکن لاءِ مون جاتي ہجهي ايڊت جي ڳالهہ چوري، ہر تون تہي ہاھ لي وئين. هينئر ڳالهہ کي ڪيترو بہ لڪائيندين تہ مون کان لڪي ڪين سگهندي، تنهنڪري بهتر صلاح اها آهي تہ تون مون سان سچي ڪر تہ آءٌ ٻوءِ تنهنجي درد جو دارون ڪريان.

ڪينيٿ: توهان جهڙي دوست کان آءٌ چوا ڪريان! سچ پچ آءٌ هن جو طلبگار هوس.

امير: تڏهن چئبو تہ هاڻ تون هن جو طالبگار نہ آهين؟

ڪينيٿ: هينئر آءٌ هن جي اڳيان ڪهڙو ڪنڌ کڻي سگهندس! ہر مهرباني ڪري اها ڳالهہ بند ڪريو. منهنجا چتا ڦٽ چٽري ہيا آهن. هن جي ڳالهہ ڪري منهنجي لتن تي لوڻ نہ ٻرڪيو.

امير: مون کي فقط هڪ ڳالهہ پڇڻي آهي: تون هڪ رواجي سردار، ۽ هوءَ شهزادي، ہوءِ تو اهڙي آس ڪيئن رکي تہ هوءَ ڪنهن وقت تنهنجي پڙڪي ہولدي؟

ڪينيٿ: عاشق سدائين آسروند هوندا آهن.

امير: ہر هاڻ تہ آسون اميدون چنيون؟

ڪينيٿ: هائو، هاڻ منهنجون سڀ اميدون برباد ٿي ويون. هينئر هن جي منهن ڏسڻ کان بہ يا ءمر سگهيس!

امير: هڪواري جي هن جو ديدار توکي نصيب ٿئي ته پوءِ؟

ڪينيٽ: پوءِ مون جهڙو بختاور ٻيو ڪير ٿي سگهندو!

امير: ڀلا، رچرڊ بادشاهه وٽ وري آبروءَ واري درجي ملڻ جي اميد اٿيئي؟

ڪينيٽ: هن حڪم ڪيو آهي ته آءٌ ڀٽلئي ڀٽلائي ۽ وري سندس منهن تي نه چڙهان، پوءِ هن وٽ آبروءَ واري درجي ملڻ جي مون کي ڪهڙي اميد هوندي؟

امير: جيڪڏهن تون هن کي سندس جهنڊي جو چور ڳولي ڏين ته پوءِ جيڪر توکي وري اهڙي عزت ڏئي، يا نه؟

ڪينيٽ: پوءِ الهجو ڏيندو، پر مون کان اول اهو چور ڪيئن ڦولو؟

امير: آءٌ اها طب ۾ چالا.

ڪينيٽ: اهڙي حڪمت ۾ ملايو ته پيو مون کي ڇا گهرجي؟

امير: هاڻ جڏهن اهڙو آئو آهين، تڏهن آءٌ توکي جيڪا صلاح ڏيان تنهن سا مڃ. تنهنجو تازي ڪتو هينئر بلڪل چڱو ڀلو آهي. تنهنجي طلسم جي وسيلي هن کي موت جي چنبي کان ڇڏايو اٿم...

ڪينيٽ: نهيو نهيو، مون سمجهو ته اوهين ڇانا چئو. آءٌ مونکو چئبس، جو مون کي اها ڳالهه پانهنجي خيال ۾ نه آئي.

امير: هينئر ٻه وڃڻ ويٺي ڪانهي. رچرڊ جي
چالوليءَ ۾ تنهنجو ڪو واقف هجي ته انهيءَ وٽ
پنهنجو ڪتو موڪل. ڪتي کي ڏٺيءَ تيز حواس
ڏنا آهن. جنهن جهنڊي چورائڻ مهل ڪيس زخمي
هوندو، تنهن کي اُهڃو سڃاڻندو.

ڪينيٽ: ابابر، پر ڪتي کي موڪليان ڪنهن
وٽ؟ هائي-ڏائي هڪ سردار، جنهن سان ڪتو هريل
هو، سو سڪاٽلنڊ روانو ڪري ڇڏيو. مون کي جنهن
مهل جلاد جي حوالي ٿي ڪيائون، تنهن مهل هن
کي پنهنجن مائٽن لاءِ نياپا نڙا ڏيئي، روانو ڪري
ڇڏيو. هاڻ منهنجو ڪتو مون کان سواءِ ڪنهن کي
ٻه اوڏو اچڻ نه ڏيندو.

امير: چڱو، ڪتي کي پاڻ سان وٺي وڃ.

ڪينيٽ: بادشاهه، مون کي ڏيس-وٽو ڏيئي، تڙي
ڪڍيو، پوءِ سنڌس چانوٽيءَ ۾ موٽي ڪيئن وڃان؟

امير: تون ته ڏاڍو ڪو زوراور ٿو ڏسجين! آءٌ
تنهنجي توڙي تنهنجي ڪتي جي شڪل اهڙي ڪري
ٿو ڇڏيان، جو حرام ڪو اوهان کي سڃالي سگهي.
آءٌ اهڙو مان ڦري حڪيم ٿي هليس، نه خود تون
ٻه مون کي ڪين سڃالي سگهئين. تنهنجي ٻه صورت
اهڙي بدلائي ڇڏيندس، جو تنهنجا ورهين جا واقف
ٻه توکي ڪين سڃاڻي سگهندا.

ڪينيٽ: تڏهن پلائي ڪري دير نه ڪريو. هتي
مون کي هڪ-هڪ گهڙي وڏي ورهيه ٿي لڳي آهي.

اميره آءٌ تيار آهيان، پر هڪڙو شرط اٿيئي. سلطان صلاح الدين جو هڪ رقعو ايڊٿ کي رسائيندين؟

مرڪينيٽ ٽپي ۽ پنجي ويو.

امير: منجهيو ڇو آهين؟ نيائي سڃاڻي ۽ ڊپ لڳو لڳي ٿي ڇا؟

ڪينيٽ: ڊپ! ليائي سڃاڻي ڪري جي مون کي قتل ڪري ڇڏين، ته به آءٌ جيڪر پرواهه ڪين ڪريان. آءٌ رڳو هن ويچار ۾ آهيان ته اها ڳالهه منهنجي شان وٽان آهي يا نه، جو آءٌ اهڙو رقعو رسايان؟ خود ايڊٿ کي شايد اها ڳالهه ڪين وڻندي ته ڪو مسلمان حاڪم کيس نياپا موڪلي. نه ته، پنهنجي مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ مون کي ڪو به ناجائز ڪم ڪرڻو ڪونهي. جيڪڏهن اهو نياپو نالائقيءَ جو هوندو ته آءٌ هرگز ڪين پهچائيندس.

امير: خبر نه آهي ته توکي ڪهڙا گمان پيا پون. آءٌ قسم کڻي ٿو چوان ته ڪنهن به قسم جي نالائقي ڪرڻ اسان جي ڪتي جو به ورق نه آهي. پرائي نياڻي سا به شهزادي، تنهن کي سلطان صلاح الدين جهڙو رڄ چڱو مڙس ڪيئن ڪنڌي حرف لکندو؟

ڪينيٽ: هاڻ بس، توهان جي زبان تي مون کي ڪلي اعتبار آهي. هاڻ وقت نه وڃايو، منهنجا چاڪ پيا چڪن، انهن جي ڇٽائڻ جو ڪو حيلو ڪريو.

امير پوءِ هن کي پنهنجي تنبوءَ ۾ وٺي ويو. کيس

ڇوڙا پوش ڪرائي، اهڙا رنگ هنيائينس، جو هو سچائڻ کان ٻاهر ٿي پيو.

ويچارو ڪينيٽا! ڪيڏانهن سندس اڪولو عهدو ۽ اقبال، ڪيڏانهن سندس جلاد جي حوالي ٿيڻ ۽ پوء موت جي چنبي مان ڇٽي، هڪ مسلمان جو غلام ٿيڻ! پر شڪر جو وري به آزادگي مليس. هينئر رچرڊ بادشاهه جي راضپي هٿ ڪرڻ ۽ پنهنجي محبوب جي منهن ڏسڻ لاء پنهنجا هي حال ڪيا اٿس، جو حبشي غلام جهڙي شڪل بنائي اٿس! هاڻ ڏسجي ته قسمت هن کي ڇا ٿي ڏيکاري!

---

# باب چوڏهون

## ڪتي جي ڪارروائي

سر ڪينيٿ جي سائينءَ سڃاڻي ڪئي، پاڪ امڙو
ڀڙايس جو ڀائرنءَ سميت رچرڊ بادشاهه جي جان بچائڻ
جو وجهه مليس ۽ ايڊٿ تائين وڃڻ جو به اسرو ٿيس.

سر ڪينيٿ حبشيءَ جو روپ ڇڏائي، رچرڊ وٽ
ويو ته هن ڀاڙيائين کين سڃاتس، ۽ پوءِ جڏهن
زخم واري هنڌ چوسيندي پاڻهن تان ڪارنهن صفا
لهي ويس، تڏهن شڪ پيس ته هيءَ ڪينيٿ آهي.
وري ايڊٿ ڏي وڃڻ لاءِ اجازت گهريائين ته بادشاهه
کي هيڪاري پڪ ٿي ته ڪينيٿ اهوئي آهي. اها
ڳالهه حال دل ۾ رکيائين. هن کي اول اهوئي
اولو هو ته جهنڊي جو چور ڪيئن به ڳولي هٿ ڪجي.

ٻئي ڏينهن رچرڊ بادشاهه سينٽ جارج جبل تي
پنهنجا وزير ۽ مقرب ولي وٺي ويٺو. ضحاڪ حبشي
به پنهنجي شاندار ڪتي سميت اتي حاضر هو. رچرڊ جي
راڻي، ايڊٿ ۽ ٻيون وڏ گهرائيون عورتون هڪ خلاصي
هنڌ جدا ويٺيون هيون. سڀئي يورپ جا شهزادا
وڏي تجمل ۽ توماں سان پنهنجا پنهنجا لشڪر وٺي
آيا ۽ درجيوار انگلنڊ جي جهنڊي اڳيان ڪنڌ جهڪائي
لنگهيا. رچرڊ بادشاهه کي هڏي آبرو ٿي ملي، سو

اڙيو ھئي. جڏھن آسٽريا جي ڊيوڪ جو جھنڊي وٽان
لنگھڻ جو وارو آيو، تڏھن بادشاھہ ضحاڪ حبشيءَ
کي چيو: پنھنجو ڪتو اکيان ڪري ڇڏ، ته جيڪي
ھينئر جھنڊي وٽان لنگھڻا آھن، تن جا منھن چڱيءَ
طرح ڏسي سگھي. حبشيءَ ڪتي کي ڇڪي اکيرو
ڪيو. آسٽريا جي ڊيوڪ کي دل ڪري اھا ڳالھہ لڳي
والي ته ڪو رچرڊ بادشاھہ کي ايتري آبرو ڏجي، پر
پنھن سان گڏ پول ۽ پڌل ھو، تنھنڪري پوڙو منھن
ڪري جھنڊي وٽان نٽڙي لنگھيو. بادشاھہ ھرگھڙيءَ
حبشيءَ ۽ سندس ڪتي ڏي پئي تھاريو، پر پيئي مات
ڪري بيٺا ھئا. اتي بادشاھہ خارن وچان حبشيءَ کي
چيو: اسان پانيو ٿي ته ھن وقت تون ڪو ھوڻو
پارينديِن، جنھنڪري اسان جو جڳھو راضپو ھٿ
ڪنديِن، پر اسين تو ۾ ڪو به افعال ڪول ٿا ڏسون!
پيئي موڪا پتر ٿي پيھي رھيا آھيو، ۽ ڪو سوجھرو
ڪونه ٿا ڪريو. ضحاڪ ڪنڌ جھڪائي، اکين کان ا،
وڏيڪ خبردار ٿي ويٺو.

سگھوئي مانسٽيريٽ جو مارڪئس، ڏاڍي اٺ سان
پنھنجي لشڪر سميت جبل ڏانھن وڌندو آيو. ھن کي
پريان ايندو ڏسي، ڪتو لوچ پڏي ويھي رھيو. اڃا
مارڪئس جھنڊي وٽان ڪنڌ نٽڙائي ٿي لنگھيو ته
ڪتي ڇپي ڏيئي ھاڻ ڇڏايو، ۽ اوچتو ماري گھوڙي
تي چڙھيل مارڪئس مٿان وڃي ويسوا مارڪئس

جا حوصلا خطا ٿي ويا، سو آونڌو ٿي ڪهڙي نان ڪريو. ڪتي ٻوءِ ء، ڪين ڇڏيس، ڪنڌ ۾ چڪ هڻي، ڇڪين ماس ڇني ڪڍيس.

حقيقتؤن جهنڊي جو چورا هو مارڪئس هو. سرڪينيٿ ڪوڙي نياپي تي ايڊٿ ڏانهن ويو، ته هيءُ ٻئيان ڪتي کي زخمي ڪري، جهنڊو ڪڍي ويو هو. ڪتي هن کيپ پورو سڃاتو هو، تنهنڪري هيڏي ڪنڪ مان رکو انهيءَ تي آلر ڪري ويو هو ۽ هاڻ ڇڪلايائينس پئي.

ڪيترن رڙ ڪئي: ماهر ڪريو، نه ته راهه ويندي ٿو مارجي. رچرڊ چيو: راهه ويندي ڪول ٿو مارجي، جهنڊي چوراڻي مهل ڪتي مان جهڙي جٽ پاڻ ڪئي هئائين، تهڙي هيئن هو سالس ٿو ڪري- وارا ڇمارا آهن، انيئي ڪر، انيئي لوڙا پر ضحاڪ، ڪتي کي سکهو قابو ڪر، متان اتئي ماس ٻئي پورو نہ ڪري ڇڏيس.

بادشاهه جو حڪم ٻڌي، حبشيءَ وڃي ڪتي کي ياڪر وجهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪتو هٿ ۾ ٿي نہ اچيس، نيٺ جيئن تيئن ڪري ڇڏايائينس، ۽ زنجير ۾ قابو ڪرايائينس. ڪتي ٻوءِ ٻہ ٻئي ٻٽل ڏنا، ۽ مارڪئس ڏي شوڪجي زور سان ٻئي پولڪيائين. اتي مارڪئس جا ساٿي اچي منيا. رچرڊ کي چيائون، هيءُ حبشي ۽ سندس ڪتو هن ڪوڙيءَ قتل لٿيل ڪهرجن. رچرڊ نهايت پڪي ۽ بلند آواز سان چيو: هن ڪتي

پنهنجي فرض ادائي پوريءَ ريت ڪئي، تنهنڪري
هن جي وار جو جيڪو نالو ڳنهندو، تنهن کي آفت
ماري وجهبو. پوءِ مارڪئس ڏي وڏي چيائين: اسين
پنهنجي بادشاهي حيثيت ۾ تو تي دغابازيءَ جي تهمت
ٿا رکون.

مارڪئس پنهنجي حال ۾ حيران هو، ويتر هينئر جو
بادشاهه دغابازيءَ جي تهمت ڌريس، سو جيئن تيئن
ڪري ڳالهائڻ لڳو ۽ چيائين: مون جهنڊي کي هٿ
به ڪونه لاتو. بادشاهه چيس: تون پاڻ کي پاڻهي
چور ثابت ٿو ڪرين. اسان فقط تو تي دغابازيءَ جي
تهمت رکي، جهنڊي جو نالو ڪونه ورتوسين، پر تو
چور کي پنهنجي چوري سجهي آئي، تنهنڪري بالمرادو
جهنڊي جو نالو وات مان ڪڍيو اٿئي. اتي گرئنڊ ماسٽر
جي زبان ڇُٽي ۽ کين جو کي ڳالهائڻ لڳو. ٻيا
شهزادا به رڙ تي شوڪجي ٿوڪجي آيا، ۽ چُپ
ڪڍي ڪلهي تي رکيائون. معاملو مچي ويو. ڳالهه
الائجي ڪٿي وڃي پهچي ها، پر فرانس جي بادشاهه
وچ ۾ اچي، سڀني تي ٿڌو ڇنڊو وڌو. هنن کي
چيائين: هن وقت هڪٻئي جي ڳلي ڪپڻ لاءِ ڪمر
نه ڪشو، ڪلاڪ کن کان پوءِ دربار ۾ گڏباسين،
اتي ٿڌي سيني سان انهيءَ ڳالهه جو آچار ڪنداسين-
سڀني کي اها صلاح آئڙي، تنهنڪري هرڪو ٿڙي
پکڙي ويو.

ڪلاڪ کن ڪان پوءِ، شهزادن جو ميڙ ميڙيو.
سيني کي رچرڊ ۽ ٻاهيون هيون. ڏس ۽ انهن ني آيو
ته سڀ مالسٽيريٽ جي مارڪئس جو پاسو وٺي، رچرڊ
کي پريءَ سيا ۽ پوءِ مانو ڪندا. سڀ شهزادا پنهنجي
پنهنجي جاءِ وٺي ويٺا ته رچرڊ به آيو، هن کي منهن
۽ اهو ئي شور هو. هن اچڻ سان مارڪئس کي آهي
ورتو، ۽ چيائينس: توڻ جهڙي جو چور آهين، ۽
سرڪمينٽ جي وفادار ڪتي کي به تو زخميو آهي.
مارڪئس چيٽ سان چيس: اها تهمت ڪوڙي ۽
بيهودي آهي. اني فرانس جو بادشاهه وري وچ ۾
پيو. رچرڊ کي چيائين: پيارا ڀاءُ، اوهان کي انهين
ڏٺي ڪاهه ثابتي ڪانهي. ڪتي پنهنجي اچ سياڻ
ڪري ڪنهن کي ڏاڙهيو ته اهو چور ٿي پيو ڇا؟
انصاف اوهان جا به نه وڃائيا، جو هڪ شهزادي تي
چوريءَ جي تهمت ڏرڻ لاءِ، ڪين جهڙي ڪتي جي
شاهدي ٿا واريوا

رچرڊ پنهنجيءَ تي ٿي بيٺو. فلپ کي چهائين: اسان
جا شاهاڻا ڀاءُ، ڪتي کي ڏٺيءَ تيز حواس بخشيا آهن،
۽ هو سچ توڙي ڏچ کي پريان ئي سڃاڻي سگهي
ٿو. انسان پنهنجي مطلب لاءِ ڪوڙ کي سچ ڪندو
۽ ڪالهه ۽ مرچ مصالح گڏيندو، پر ڪتو انهن ڪڌن
کان ڪان اجو آهي. اوهين هينئر ئي ڪتي آزمودو
ڪريو. مارڪئس پاڻ ته ويس بدلائي، شهزادن جي

سٺ ۾ اچي ٻيهي ته ڏسو ته ڪٿو ڪيئن ٿو سائس اڳي جهڙي ڪارروائي ڪري.

شهزادن مان ڪوبہ رچرڊ سان شامل راضي نہ ٿيو. سڀني جي اهائي مرضي هئي تہ ڳالهہ اتيئي لئي مٺي ڪري ڇڏجي. رچرڊ چيئن: جيڪڏهن ڪٺي جي شاهدي اوهان کي قبول نہ آهي تہ ڀلي تہ مارڪئس نڪري ميدان ۾ ٿئي تہ اسين سائس ليکو لاهيون. فلپ چيو: ڪروسيڊر پاڻ ۾ وڙهندا تہ اها وعدي شڪني ٿيندي. سڀني شهزادن فلپ جي راءِ کي ٺيڪو ڏنو. آخر غالبي راءِ، هيءَ رٿ بحال ٿي تہ رچرڊ پدران ڪو ٿياڪر مارڪئس سان لڙي. اها جنگ پڻ عيسائي حد کان ٻاهر ٿئي، ۽ اسين ٻہ ٿياڪر ٻيهن. رچرڊ چيو: سلطان صلاح الدين هرطرح لائق انسان آهي. اسين انهيءَ کي لکي ٿا موڪليون تہ وڙهڻ جي جاءِ ۽ اوهان جو بندوبست ڪري، ۽ پنهنجي چانوڻيءَ مان ڪو جوان مارڪئس سان لڙڻ لاءِ منبرائي. سڀني اها ڳالهہ قبول ڪئي، ۽ مجلس برخاست ٿي.

# باب پندرهون

## انجام کي پاڻي

رچرڊ بادشاهہ پنهنجي تنبوءَ ۾ اچڻ سان ضحاڪ حبشيءَ کي گهرايو۔ هو انهيءَ دم سندس حضوريءَ ۾ اچي حاضر ٿيو. اول بادشاهہ کي سجدو ڪيائين ۽ پوءِ ٻانهن وانگر ٻانهو ٻڌي، اکيون هيٺ ڪري، ادب سان بيهي رهيو، رچرڊ ڄاتو ٿي تہ هي سرڪينيٽ آهي، تنهنڪري چڱيءَ طرح چتائي پئي نهاريائينس. سرڪينيٽ کي بہ شڪ هو تہ بادشاهہ مون کي سڃاتو آهي، تنهنڪري اکيون کڻي ڌرتيءَ ۾ کپايون هئائين.

ڪجهہ وقت ماٺ هئي، نيٺ بادشاهہ چيس: ضحاڪ! تو بيشڪ اڄ ڀاڳ موٽيو. تنهنجي ڪتي کي بہ آفرين آهي، جو جهنڊي جي چور سان جبري جٽ ڪيائين، پر اڄا اسان جي دل وڏان ڪم ٿيو آهي. هاڻ تون مولي سلطان صلاح الدين ڏي وڃ. انهيءَ صاحب کي لياقت ۽ فضيلت جا اسان جا دعا سلام کڻي ڏج، ۽ چئجانس تہ ڪو اهڙو سنو هنڌ صفا ڪرائي ڇڏي، جتي ٻہ ڄڻا سولائيءَ سان دوبدو لڙي سگهن. اٿين بہ چئجانس تہ اسين گهڻو خوش ٿينداسين، جيڪڏهن پاڻ بہ انهيءَ جنابيءَ ڏسڻ لاءِ اسان سان اچي شامل ٿيندو. وري الڪل سان ڏانهنس اشارو ڪري چيائينس: اسين سمجهون ٿا

ته سلطان جي چانوليءَ مان تون اهڙو ڪو جوڙو جوان
هٿ ڪري سگهندين، جو سچ جي صدق ۾ اسان وٽ
پنهنجي آبروءَ وڌائڻ لاءِ دغاباز سارڪنس سان لڙي،
هن جو ميچالو پڇندو.

سرڪينيٽ ڪنڌ مٿي ڪئي، ٻهادرن وانگر بادشاهه
ڏي منهن ڪيو، ۽ پوءِ اکين ۾ پاڻي آئي، آسمان
ڏي نهاريائين. جڻ ته انهن کي چيائين ته ڏاڍي شل
اهو ڏينهن ڪندو، جو آءٌ اوهان جو راضپو هٿ ڪندس،
جنهن ڪري منهنجي من جا مطلب پورا ٿيندا! بادشاهه
چيس: اسين تنهنجو مطلب سمجهون ٿا: تون ۾ ججهو
ڪمرو اٿئون، تنهنڪري پنهنجي ذات - پاڻ کي ڇڏي
مارڪنس جي منڍيءَ پڇڻ جو ڪم توتي رکيو اٿئون.
پر اول پڌاءِ ته ايڊٿ وٽان ٿي آيو آهين؟

ضحاڪ پهريائين زبان سان چيو ٿي ته ٿو، پر اتيئي
پاڻ سنڀالي، گونگن وانگر ڪنڌ سان ناڪار ڪيائين.
بادشاهه عجب وچان چيو: مارا ايڊٿ ۾ ايڏي ڪرامت
آهي، جو رکو سندس لالي کنهن سان گونگي جي زبان
ٿي هلي! اچا جي ڏسندس ته سندس اکيون شايد مٿس
وڏيڪ جادوءَ جهڙو اثر ڪنديون. پيارا غلام، اڄ
اسان کي اهو آزمودو لهڻو آهي. تون پلي ايڊٿ
تائين وڃ، ۽ جيڪو نياپو هن کي پوچائڻو هجيئي
سو پهچاءِ.

ايڊٿ وٽ وڃڻ جي اجازت ملڻ ڪري سرڪينيٽ
نهايت سرهو ٿيو، بادشاهه جي شڪرگذاريءَ ڪرڻ لاءِ

سنڌس پيرن تي ڪيري پيو. جنهن مهل مولي سنئون ٿي بيٺو، تنهن مهل بادشاهہ زور سان ڪاهي ڳان جهلي، حشمت سان چيس: وفادار غلام، اسين توکي هڪ فرمان ڏيئي ٿا ڇڏيون، سو ياد رکج. هن وقت تون گونگو آهين، پر ايئن ڪي ڏسندي جڏهن تنهنجي زبان کلي پوي، تہ بہ هڪڙو اکر بہ هن مان نہ ڳالهائج. زبان مان رکيو هڪڙي پڙڪ ڪڍندين تہ تنهنجي جيب ساڙوُن ڦٽائي ڪڍنداسين، تنهنڪري سهاڻو ٿي، سانت پر رهج. تون غلام آهين، تنهنڪري توکي ايترو تاڪيد ڪيو اٿئون. جڏهن جنگي سردار هجين ها تہ پوءِ پنهنجي خاطريءَ لاءِ توکان رکيو قول وٺي ڇڏيون ها، جو بهادر سردارن جي زبان ئي بس آهي.

اتي حبشيءَ پنهنجي ڇاتيءَ تي اهڙيءَ طرح هٿ رکيو، جو ڄڻ تہ حڪم جي بجاوريءَ ڪرڻ جو انجام ٿي ڪيائين. بادشاهہ پوءِ سر هينريءَ کي سڏي چيو: هن غلام کي ايڏيءَ تائين پهچاءِ. هن کي، اسان سائنس خلاصي ملاقات ڪرڻ جي موڪل ڏني آهي. ايڏيءَ جي جاءِ جي ڏس نہ هجيس تہ تون ڏيکار جانس. جيتوڻيڪ حاليل پاليل تہ اڳيئي پيو پالنجي، پر پلي تون ڳڏيو وڃينس. وري سر ڪينيٿ ڏي منهن ڪري چيائين: پنهنجو ڪم لاهي. جلد موٽج. اڄ ڪلاڪ جي اندر هتي آيو ڪهرجين.

مرڪينٽ بادشاهه کي سجدو ۽ سلام ڪري،
سرهڻي، سان ڳڻجي هليو ويو. دل ۾ سمجهي رهيو هو
ته آءٌ ڪيڏو پڌرو ٿيو آهيان، پر هاڻ ايترو ڏسجي پيو
ته بادشاهه جي ڪاوڙ مون ڏانهن ڏري آهي. هينئر
مون کي پاڻ موڪل جو وجهه ڏنو اٿس. جيڪڏهن
مارڪٽس جي صبح پڇايم ته پوءِ منهنجو اڳيون مان
ٿيندو. جهڙي جو چور برابر آهو ٿي آهي. چور جي
شڪل ٿي پڌري! منهنجي ڪتي کي به اڳيئي انهيءَ ٿي
زخميو هو. پيارا وسوال، تو ايمان جي سلامتيءَ سان
منهنجي خدمت ڪئي آهي. تنهنجي ئي مدد سان آءٌ
سچي چور ڳولي لهڻ ۾ فتحمند ٿيو آهيان. انهيءَ جو
اجورو اهو مليو اٿم، جو جنهن جي ديدار ماڻڻ جو
ڪو به آسرو ڪونه هوم، تنهن وٽ وڃڻ جي اڄ
اجازت ملي اٿم. وري اتي هڪ خيال آيس، سو
دل ۾ چوڻ لڳو: هن وقت مون کي اهو ٿي عجب
آهي ته ريچرڊ جهڙي بادشاهه مون کي اهڙي اجازت
ڏني ڪيئن! جنهن کي پاڻ وٽان تڙي ڪڍيائون،
تنهن تي اهڙو اچو ڪيئن ڪيائين، جو هن کي
پنهنجيءَ سوٽ وٽ وڃڻ ڏنائين! جيڪڏهن مون کي
نه سڃاتو اٿس، ته به عجب جي ڳالهه آهي، جو ريچرڊ
بادشاهه هڪ حبشي غلام کي پنهنجيءَ سوٽ وٽ
وڃڻ ڏني، ۽ اما به اجازت ڏنيس ته ڀلي هڪ مسلمان
سلطان جو هن کي ليابو پهچائي! نه ڀلي، هن ڳالهه
۾ ضرور ڪو ڀيد آهي. لاشڪ منهنجي آزمائش ٿي ٿئي.

هاڻ جنهن صورت ۾ مون سان ايڏو وڙ ڪيو
الس، جو مون کي ايڊٿ وٽ وڃڻ جي موڪل ڏني
الس، تنهن صورت ۾ مون تي ٻه ڏاڍ آهي، ته آءٌ
هن جي حڪم جي پوريءَ طرح ٻجاوري ڪريان.
پنهنجي ويل آبرو هٿ ڪرڻ جو اهڙو داءُ مون کي
وري مشڪل ملندو. چوندا آهن ته تر جي ڪُٽي سؤ
چونون ڪائي. هينئر جي هن جو امر اورانگهيندس
ته پوءِ يا عمر ايڊٿ جي منهن ڏسڻ کان سڪندس.
وري اتيئي ڪا غيرت آيس، سو دل ۾ چوڻ لڳو:
اج آءٌ ايڊٿ جي اکيان ڪيئن ڪنڌ ڪڍي سگهندس!
جنهن جي اکيان مون پنهنجي سورهيائي ڏيکاري،
هن جي هٿن مان هار ۽ پيا العام ڏي ورتا، تنهن جي
اکيان هوڙي ٻچڙي ٻدوءَ جهڙي شڪل ڪڍي، غلامن
وانگر وڃي بيهان، ۽ پرائو پيغام وڃي هن کي پهچايان!
افسوس، اج نه ڪرڻ جهڙا ڪم مون کي ڪرڻا
پون ٿا، پر وري شڪرالو ڏاڍءِ جو! مالڪ جي
ايڏيءَ مهر جو لائق ٿي ڪو نه هوس. هيلتائين منهنجي
ڏک پردي مان رهجي آئي آهي ۽ آئيندي به مٿس
ٽنگ آهي. اهڙيءَ طرح ويچار ڪندو، هيءُ اچي
راڻيءَ جي تنبوءَ وٽ پهتو.

راڻيءَ جي تنبوءَ اکيان چوڪيدار پهري تي بيٺا
هئا. سر هينريءَ کي ڏسي، هن کي عزت ڏيڻ لاءِ
پنهنجا هٿيار هيٺ ڪيائون. سگهوئي راڻيءَ تائين

ليئو ويو ته رچرڊ بادشاهه هڪ حبشي غلام کي ايڊٿ
سان خانگي ملاقات ڪرڻ جي موڪل ڏني آهي.
ڳالهه ٻڌڻ سان راڻيءَ ۽ سندس سهيلين ۾ اچي ٿهڪڙو
پيو. ڳلي ڳلي ڳيربون ٿي ويون، آخر ايڊٿ تائين اها
ڳالهه وئي. ايڊٿ هڪ چانديءَ جي ٿالهي کڻي، اڳيئن
ڪري ۾ اچي ويٺي. ڪيس اهي ئي ڪارا ڪپڙا پيا
هئا، جي بادشاهه سان ملاقات ڪرڻ مهل ڍڪيا هئائين.
سگهو ئي سرڪينيٿ کي سڌ پيو. هو اندر گهڙڻ سان
پنهنجي پياريءَ اڳيان سجدو ڪيو، ۽ غلامن وارڪو
ٻانهون ٻڌي بيٺو. ايڊٿ پنهنجي اٿي هن جي ويجهو
جهلي، هن جو منهن چتائي ڏسڻ لڳي. پوءِ ٿي
ٻاسيري ڪري، ڏاڍي ڏک سان چيائين: تون آهين؟
سنل چيتي واري سرڪينيٿ جا هي حال! پنهنجي
دلربا کي ڏک ۾ پرهل ڏسي، سرڪينيٿ هن سان
پنهنجا سور ٿي سلياءِ پر انهي رچرڊ بادشاهه جو فرمان
۽ هن سان ڪيل قول ياد ڪري، گنگو ٿي بيهي
رهيو. حال پنهنجيءَ دل کي انهيءَ خيال سان خوش
ڪيائين، ته هن ابالي حال ۾ منهنجي مڙيءَ ايترو
ارمان ظاهر ڪيو ته، اهو انعام مون لاءِ ڪو ٿورو
ڪونهي. هو پوءِ ٿڌو ساهه کڻي ڪنڌ هيٺ ڪري
بيهي رهيو.

ايڊٿ چيس: جنهن مهل انگلنڊ جي تئين جهنڊي
وٽ بادشاهه جي پرسان بيٺو هئين، تنهن مهل مون
سهي ڪيو هو ته اهو تون آهين. تنهنجي ڪٿي

کي سا پريائين سمجهاءِ. تون پنهنجي صورت ڪيترو
سا ڪٿي بدلائين، پر جا تو وربام جي پوري طرح
واقف هوندي، سا توکي ڪيئن نه سڃاڻيندي؟ جنهن
ايڊٿ توکي اعليٰ درجي ۾ ڏسي عزت ٿي ڏني، سا
هن ادنيٰ حالت ۾ توکي اهائي عزت ڏيندي. هيرو
جي اتفاق سان مٽيءَ ۾ ڪريو پوندو، ته ڪو ملهه
گهٽجي ڪونه ويندس. پر چئو، اجها ڪچڻ ڪولهه ٿو؟
ڊپ ٿو لڳئي يا لڄ ٿي اچيئي؟ تو جهڙي جوڌي
وٽ ڊپ جو ته نالو به نه هئڻ گهرجي، باقي لڄ باڻ
انهيءَ کي اچڻ گهرجي، جن تو سان ڏهڙو ناحق
ڪيو آهي.

رچرڊ بادشاهه سان مرڪينٽ انجام ڪري آيو هو
ته ايڊٿ سان اکر به ڪين ڳالهائيندس. هن کي هينئر
پنهنجي انجام کي پاڙڻ ڏيڻو هيو. قول تي قابو رهي،
هن هڪ حرف به ڪونه ڪڇيو، باقي اندر ۾ ڏاڍو
اچيو. ڏک وچان شوڪارو ڀريائين ۽ آڱر ڪٿي چپن
تي رکيائين.

ايڊٿ کي اهي ڪنگڻ وارا اشارا ڪين وڻيا. هوءَ
راڄ ٿي، هٿ مري ٿي، ۽ چيائين: هيءَ ڇا؟ مون
ائين نه ٿي ڄاتو ته تون هيڏن پورو پورو غلام بنجي
پوندين! آءٌ زال ماڻهو ٿي توسان ڳالهايان، ۽ تون
مرد ماڻهو ٿي هيڏن چپن کي چنو هٿي اهين! تڏهن
مون نسبت تون الائجي ڇا سمجهندو هوندين؟ آءٌ ڪا

لڄلجي ٿو آهيان- لنڪ ناموس آءٌ ڄاڻان ٿي، ۽ مرڄاتا
جو ليکو ٻه سڃاڻان ٿي. منهنجي ڏ ڪري تو سختيون
سليون آهن، تنهنڪري تنهنجي شڪرگذاري ڪرڻ لاءِ
مون حجاب لاهي، تنهنجو آدر ڪيو.

سرڪينيٽ ارمان وچان هٿ مهٽڻ لڳو. ايڊٿ
چيس: اڄا ٻالهون ٻڌي ڇو بيٺو آهين؟ ۽ هيئن هٿ
ڇو پيو مهٽين؟ رکو ڪنڌ ڇو پيو ڌوڻين؟ وات ۾
مگـ پيا اٿيئي ڇا؟ اهڙا منڊ ڄڙهيا اٿيئي، جو هڪ
حرف به زبان مان نٿو اڪليئي! مٿان سچ پچ يونالي
ڪامائن تنهنجي ڄڀ ڪپي ڪڍي آهي! آءٌ ته سمجهي
لٿي سگهان ٿي، تنهنجا گهٽ جو گهٽيا آهن. پر لهيو.
هالي مون کي توکان ڪو وڌيڪ سوال پڇڻو ني
ڪونهي. تون جنهن ڪم لاءِ آيو هئين، سو ڇڏ؟
تون ڪنڪو نيو آهين، آءٌ ٻه ڪنکي ني ڄاڻان ٿي.

سرڪينيٽ هن ڪي هيترو خفي ٿيل ڏٺي ڪين ها،
پر هو ٻول ۾ ٻڌل هو. اشاري ۾ پنهنجي بيڪسي ۽
لاچاري ظاهر ڪيائين. پوءِ ڪيمخواب ۾ ويڙهيل خط
ڪڍي ڏنائينس. ايڊٿ خط کولي، مٿاڇرو پڙهيو، ۽
پوءِ پاسيرو رکي چيائين: خط پوڄائيندي ٻه هڪ اکر
وات مان نٿو ڪڍين؟ اٿي هي عشق جو ڪامل اقرار
ٿي، پنهنجو نصيب ٻڌڻ لڳو، ۽ اهڙي ڏيکاري ڏنائين
جو ڄڻ ته سندس حڪم نه مڃڻ ڪري اندر ٿي اڏ
ٿيس. ايڊٿ ساڙن وچان منهن ڪٽي ڦيرايو، ۽ چيائينس:

چگو، ڀلي ڪري آئين. تون اڻو ڳالهائين ته مون کي ٻ تو سان ڳالهائڻو ڪونهي. ائين نه سمجهجانءِ ته آءٌ ڪا ڪن چور آهيان. منهنجي ڪري تون ڀيالو ٿيو آهين، ته اڄ تنهنجي ڀوڙيءَ هلت ڪري منهنجو اسم مانُ ڪولہ رهيو آهي. مون پنهنجو شاهالو شان ڇڏي، تو سان ڳالهايو، پر تو منهنجي عزت ڪانہ رکي، جنهنڪري هينئر آءٌ ٻاڻ ڪان ٻاڻيهي ڏکي ٿيڻي لڳان. لهيو، تو منهنجي آبرو ورتي سا ورتي، هالي پنڌ پؤ!

سرڪينيٽ وڏي ڀرن تي ڪيري پيس. هوءَ هئي ٻري ٿي، ۽ چيائينس: ڏٺي توکي تنهنجي اڻن درجي جوڳي لائق ٻنايو آهي. ايتري ۾ تو ٻ ساڃهہ ڪانہ رهي آهي، جو رکو شڪرگذاريءَ جو هڪ حرف وات مان ڪڍين! اڃا ٻيٺو آهين، هاڻ منهنجي منهن تان ٽري وڃ!

سرڪينيٽ لڙڪ لاڙي، خط ڏي اشارو ڪيو، جنهن ته چيائين ٿي ته جواب لاءِ ترسيل آهيان. ايڊٽ ساڙن وچان طعني طور چيو: مون کي وسري ويو ته وفادار غلام جواب لاءِ ترسيل آهي. هن ٻوءِ تڪڙ ۾ خط پڙهي، ڦاڙي ڦٽو ڪيو، ۽ الهيءَ ڦالل خط مٿان زور سان لت هڻي چيائينس: اهو آهي جواب! جڏهن خاوند جي ٻيٽ توتان لهي، ۽ زبان اڪليڻي تڏهن ٻڌائجانس، ته مون سندس خط جا ڪهڙا حال ڪيا. ائين چئي، هوءَ تڪڙي تڪڙي هلي ٿي وئي

ته سر ڪينيٿ لمائن وانگر هن جي پلاند ڪي چنبڙي پيو. هن چپن ڏيئي پاڻ ڇڏايو، ۽ منهن ۾ ڪهند وجهي چيائينس: ”تنهنجي سلطان ڪسي وجي چوُ ته آءٌ اهو سڳ اهڙو قبوليان، جهڙو تو نالائق جي هيئر قدمبوسي ٿي قبوليان. تون دلاورن جي دفعي مان ٿي نڪري ويو آهين! تنهنڪري هيئر توسان وڏيڪ ڳالهائڻ ٿي عيب آهي.“ ائين چئي، هوءَ منهن ۾ شور وجهي، هلي ويئي ۽ هيءُ عاشق ارمان وچان هٿ مهٽيندو رهجي ويو.

هيءَ سڀ وقت سر هينري سندس لاءِ پاهر ترسيو بيٺو هو. هيئر هن مدد ڪيس. هن عاشق جو هتان پير ٿي نٿي ڪڇيو، پر جيئن تيئن ڪري ڇڏرندو پاهر نڪتو. سر هينري يڪدم بادشاهه وٽ وٺي ويس، جنهن وري خط ۽ سوغاتن سان سلطان صلاح الدين ڏي روانو ڪيس.

## باب سورهون

### مخالف ڌر جي مهماني

رچرڊ بادشاھ جي نيابي ٻهچڻ شرط، سلطان صلاح الدين هرطرح جون تياريون ڪيون. جنهن تلاءَ وٽ سرڪينيٽ ۽ امير شير ڪوھ ٻهربون پيرو گڏيا هئا، تنهن جي نزديڪ هڪ شاهي ميدان سرڪنڊ جهڙو ڪرائي چڏيو- هرطرف مشڪ ۽ عطر جي ٻهڪار ڪري سارو ميدان خوشبودار ڪي ويو، جنا ٻيٽي ڏسندڙن لاءِ عمديون جايون جڙي ويون. يورپ جي شهزادن لاءِ ريشمي تنبو کڙا ڪي ويا. غاليچا ايراني ۽ شطرنجون شاهياني زمين تي فرش ڪي ويون. سرود خاني ۽ طائوس، مرڏنگ، چنگ ۽ ٻيا ساز موجود ڪي ويا. ڪلاونتيون خوش آواز ڳائڻ- باز حاضر ٿيون. چڏهن سڀ بندوبست ٿي رهيا، تڏهن رچرڊ بادشاھ کي چوائي موڪليائين تہ هاڻ بلاشڪ هليا اچو.

ٻئي ڏينهن رچرڊ بادشاھ ۽ ٻيا شهزادا ڪيترا چنگي جوان ساڻ ولي، ڏاڍي طولان ۽ تومان ساڻ سلطان جا مهمان ٿي آيا. هنن کي ٻريان ايندو ڏسي، سلطان پنهنجي لشڪر کي سندن مرحبا لاءِ سام ڏني. حڪم صادر ٿيو ساڻ توتاڙيون، شرنايون، دهل ۽ نقارا وڳا. سلطان پاڻ بہ چگو لهي لکي ٻاهر هو. مٿي

تي دستار زريدار، پٽ تي جُتو زري ڪنار، چيلهه
مان ترار جوهردار، ليڪن هو اڇي ريشمي شلوار پائي
پيئو هو. جنهن وقت هو گهوڙو ويجهو آيا، تنهن وقت
هيءُ وڏي، سندن استقبال لاءِ ويو. هي ٻئي مخالف
ڌرين هيٺ چٽ مان چائٽ ڪئي، هڪٻئي کي ڀاڪرن
کان ٻه وڌيڪ حب ۽ قرب ڏيکارڻ لڳيون. سلطان جي
هيتري مهمان نوازي ڏسي، رچرڊ پادشاهه نهايت خوش
ٿيو، ۽ سندس گهڻي شڪرگذاري ڪيائين. هر هڪ
شهزادو ڌار ڌار تنبوءَ ۾ وڃي آرامي ٿيو. شاهي گهراڻي
وارين عورتن لاءِ جدا تنبو لڳل هئا، جن ۾ هو
پنهنجن سهيلين سميت وڃي سُکي ٿيون.

ڪجهه مهل کان پوءِ سلطان وڏي تومان سان
رچرڊ پادشاهه سان ملڻ ويو. وري انهن سر هڪٻئي
کي خوش خير وعافيت ڪيائون، ۽ حال احوال ڏنائون
ورتائون. ڳالهين ڪندي، حڪيم جي ڳالهه نڪتي.
رچرڊ چيس: حڪيم صاحب کي گهرايو ته ساڻس ملاقات
ڪجي، سندس لاءِ ڪجهه تحفو آندو اٿئون، سو ٻه
ڏجي. سلطان اتيئي پوشاڪ بدلائي اڳيان ٿي ٻڌس،
۽ چيائينس: اجهو حڪيم! اسان کي ته ماٺ ٿي لڳي
ته توهان اسان کي هيستائين سڃاتو ئي ڪين هو.
بيمار ته حڪيم کي سندس هٿن مان ئي سهي ڪندا
آهن، پر اڪثر ائين ٿئي ٿو ته جانهن بيمار چڱو، تانهن
حڪيم کي منهن مان ڪين سڃاڻندو.

اتي بادشاهه ڏاڍو ڪڪو وڪو ٿيو. سلطان کي چيائين: اسان کي ڪو چور نه سمجهجو. سچي ڳالهه، ته اها آهي ته اوهان جي بدليل ويس اسان کي منجهايو. وري عجب وچان چيائين: رڳو ٻڌڪو ۽ جبو لاهي، ترڪي ٽوپي پاتي اٿوَ ته سلطان مان ڪوري حڪيم ٿي پوءِ! پنهنجي ويس بدلائڻ سان الصاف ٿا ڪريو! پر هاڻ سمجهوسين. لاشڪ اوهان جي ئي مهربانيءَ سان سرڪينيٿ موت جي چنبي مان ڇٽو، ۽ اوهان جي ئي سيڪاريل اِڪل سان ڇمڙا هوش ڪري، موٽي اسان جي ڇانوڻيءَ ۾ آيو؟

سلطان: برابر، اسان چاتو ته جيسين هيءُ پنهنجي ويل عزت وري هٿ نه ڪندو، تيسين هن کي حياتي زهر ٿي لڳندي. چوندا آهن: مرد مري مانَ ڪي، ڪيدي مري نانَ ڪي. هيءُ مڙس مان جو ٻڪو آهي. اسان هن جو قدر سڃاتي، هن سان پاڻ ٻَلايو، پر اسان اٿين نٿي ڀانيو ته توهين هن کي ڪو اهڙو سترو سڃاڻي سگهندؤ.

رچرڊ: سچ پچ هن کي سڃاڻڻ مشڪل هو، پر اتفاق اهڙو اچي ٿيو جو اسان سڃاڻي ورتس. اسان جي جان بچائيندي، هن کي هڪ زهري خنجر جو گهڪو ٻانهن تي اچي ويو. اسان يڪدم پنهنجن چپن سان هن جو زخم چوسيو ته الهيءَ هنڌان لقلي رلڪ آتري ويو، پوءِ ته سچو لصو سمجهڻ سولو ٿي پيو.

سلطان: هن ۾ سمجهيو ته توهان ڪيس سچاتو آهي، تنهن هوندي ۾ سڃاڻپ ڪري پاڻ پڌرو نه ڪيائين.
رچرڊ: ڪيس خبر آهي ته سائس ايترو پلايون ڪنهن ڪيون؟
سلطان: هن پهريائين پانيو هئي ته هي سپ حڪيم جون حڪمتون آهن، پوء پانيائين ته شيرڪوه، امير، جنهن جي سائس هن ساڳئي ميدان ۾ ڪجهه ڏينهن اڳي ملاقات ٿي هئي، تنهن سائس پاڻ پلايو آهي.
رچرڊ: تڏهن اچا اها خبر ڪانه اٿس ته جنهن کي پاڻ ڪنهن وقت شيرڪوه، امير، ۽ ڪنهن وقت حڪيم ٿي سمجهيائين، سو حقيقتون اسان جو لائق دوست سلطان صلاح الدين آهي.
سلطان: اسان اهو پوء پڌايس. پنهنجي دل جو ڪو مطلب ڪيس پڌائڻو هوسين، تنهنڪري سائس سچي ڪئيسين.
رچرڊ: پاڻ ۾ توهان سان ڪا سچي ڪيائين؟
سلطان: ها ته ڪا ڳالهه ڪانه ڪيائين، باقي سندس گفتگوء مان اسان سمجهيو ته هيء عاشق زار آهي، ۽ پنهنجي دلبر جي ديدار ڏاران بيقرار آهي!
رچرڊ: اوهان کي خبر آهي ته جنهن پانهن سلح لاء آنو آهي، تنهن ساڳيء پانهن بابت ڪن جي رٿ هئي ته اها اوهان سان پرڻائجي؟
سلطان اهڙي ڪڙڪ ۾ اسان جي ڪن تي پيل آهي.
رچرڊ: تڏهن توهان کي ضرور هن جي اهڙيء هلت تان ساڙ لڳا هوندا؟

سلطان: بلڪل نه. هن اڪيهي هرڪ هاريو هو، تنهنڪري اول هو حقدار آهي. وقتي ٻيءُ ڌر جي دل جو لاڙو ۽ هن ڏانهن هجي، تنهنڪري اسان جي پاڻ مرضي تي ته پلي ته هنن ٻنهي جي مڻ جون مرادون پوريون ٿين.

رچرڊ: ٻر هن جو عهدو اقبال بلڪ گهٽ آهي، پوءِ اهڙي اميد ڪيئن ڌاري اٿس!

سلطان: انهيءَ ڳالهه تي پوءِ اچبو. هن وقت اسان کي آسٽريا جي ڊيوڪ ۽ مانسٽيريٽ جي مارڪئس سان ملڻو آهي، تنهنڪري موڪلايون ٿا.

رچرڊ: مارڪئس سان وڙهڻ لاءِ ڪو جوان سنڀرايو اٿو؟

سلطان: اهوئي سرڪينيٿ تيار آهي. هن کي ڪيئن ۽ اوهان جو راضپو هٿ ڪرڻو آهي.

رچرڊ: مارڪئس کي ماري مات ڪيائين ته اسان جو راضپو هٿ ڪيائين.

سلطان: رکو ڌليءَ تي، سڀ سولي ٿي پوندي!

هو پوءِ، بادشاهه کان موڪلائي هليو ويو. هن جي وڃڻ کان پوءِ، بادشاهه لاءِ آڇا سٺا طعام نهي آيا، جي کائي، هو ٻئي ڏينهن جي چٽاڀيٽيءَ بابت خيال ڪرڻ لڳو.

---

# باب سترهون

## ڏٺي حق وڪيل

ٻئي ڏينهن اڻ آيربي جو سڀ شهزادا نهايت شان ۽ شوڪت سان چناپيٽي ڏسڻ لاءِ لڙائيءَ جي ميدان ۾ اچي ميڙيا. رالي، ايڊٿ ۽ ٻين وڏگهرائين عورتن لاءِ هڪ خلاصي جاءِ خوب طرح سينگاريل هئي. رچرڊ بادشاهه لاءِ طائوسي تخت تيار هو. تخت جي ٻنهي پاسن کان ٻين شهزادن لاءِ گلن قلن سان ڳنڍيون وچايل هيون. شهزادن کي ڳنڍين تي ويهڻ ڪين ڏنو، تنهنڪري جيائون ته اسين پنهنجن گهوڙن تي چڙهيا بيٺا هونداسين.

ميدان ۾ ٻيو سڀ ماڻهو صفون ٻڌي بيٺا. هن چناپيٽيءَ ڏسڻ لاءِ پروارن ڳوٺالن جي دل آڪاسجي ويئي، سي ٻ ڪٿان ڪٿان ڪهي ڪان آيا. سرڪينيٿ سيني کان اڳ سنهري، وچ ميدان ۾ اچي بيٺو. ۾ مارڪئس اچا پنهنجي تنبوءَ ۾ هو، پنهنجو موت ويجهو سمجهي، هن اينگانديءَ واري سنياسي کي پاڻ وٽ گهرايو. ليمپلرن جي گرئنڊ ماسٽر کي اڳيئي چورا ڪورا هئي سو تڪبي، سندس تنبوءَ ڏي ويو. چا وڃي ڏسي ته مارڪئس ڏوهه- پاس ڪرڻ لاءِ تيار آهي. هن آسالڪ ۾ هيڏان لڪري ڏٺس تہ مارڪئس پنهنجو اراد و لاٿو. گرئنڊ ماسٽر سمجهو ٿي ته هيءُ جي ڏوهه- پاس

ڪندو ته اهو فڪر ۽ ڦاڙيندو ته مون ٻندري ترڪ
کي رچرڊ جي قتل ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو هو. پنهنجي
ڊِڪ ڊِڪڻ لاءِ هن اول سنياسيءَ کي ڏڙهي ڏني
ڪڍيو، ۽ پوءِ اچي مارڪئس تي ٻڌيو. هن کي
کهٽ-وڏ ڳالهائي چيائين: هيڻن دل لاهي همٿ ۾ ڇو
ڪئي اٿئي؟ مڙس ٿي هلي ميدان ۾ لڙ. مون کي
اميد آهي ته تنهنجي همٿ ڏسي، تنهنجي مخالفتيءَ جو
هنيو هارجي ويندو، ۽ پٺيءَ پائي ڀڄندو. اهڙيءَ
طرح همٿائي، ميدان ۾ وٺي آيس.

مارڪئس کي ميدان ۾ آيل ڏسي، سندس مخالف
ايڊٽ ڏي اکيون کنيون، ۽ پوءِ پروردگار کي
پڪاري چيائين: يا ڌڻي، تون حق وڪيل آهين، سچ
جو پيڙو پنهنجي توهه سان تارجانءِ، ۽ هن آزمائش
مان مون کي پار پهچائجانءِ! مارڪئس به آسمان ڏي
اکيون کنيون، پر هن کي پنهنجي اندر جي چور ٿي
کاڌو، تنهنڪري اهڙي ميڻ ميڻ ڪيائين جو ڪنهن
کي سندس هڪ حرف به سمجهڻ ۾ نه آيو. اتي
گرئنڊماسٽر جو سڪ ڦٽو، سو وڏي ويجهو ٿيس، ۽
ڪن ۾ چيائينس: ڪلا اٿئي، ڪيڏي! هينئر جي همٿ
جهلي نه وڙهندين، يا ڏوهه-ٻاس ڪندين ته پوءِ آءٌ
جيئرو نه ڇڏيندوسانءِ.

مارڪئس هينئر ٻن ٻاهين ۾ اچي ڦاٿو-هو سمجهي
رهيو ته جي لڙندس ته مرندس، ۽ جي نه لڙندس ته به
گرئنڊماسٽر نهوڙي نيندم. اتهي ويچار آهس ته پوءِ

جو گرئنڊ ماسٽر جي هٿان مران، تنهن کان دل ڀڄي هينئر ئي وڃي ٿو وڙهان، پوءِ ڏنگو ڏر ۾ يا ڪجهه ڪيچ ۾. آهو ارادو ڪري، هن رڪاب ۾ پير وڌو، ۽ اڇا لانگ ورائي گهوڙي تي ٿي چڙهيو ته گهوڙو ٿهي پري پيو ۽ هو اونڌو ٿي ڪري پيو. سيني ڏلو ته موٽ ته سوار ڪوله ٿيس. هو وري به گهوڙو جهلي چڙهيو، ۽ جنهن سان وڙهڻو هوس تنهن جي سامهون سينو ڪري بيٺو. دستور موجب هڪ چٺي، پٽ وانگر هوڪو ڏيئي، سيني حاضر ماڻهن کي ٻڌايو ته هي ٻه ساڄي طرف بيٺل جوان ستل چيتي وارو سر ڪينيٿ آهي، جو انگلنڊ جي شيردل بادشاهه رچرڊ جي پاران لڙي ٿو- هو ٻيو جوان، مانسٽيرٽ علائقي جو مارڪئس آهي، جنهن تي دغابازيءَ جي تهمت آهي. هاڻ ڏٺي ڪندو ته جنهن کي پاپ پلئه نه هوندو، سو سو پارو ٿيندو!

ائين چئي، هو هٽي پاسي ٿيو. مارڪئس جي ته ماڻهن کي اڪيئي سڌ هئي، پر ڪيترن کي ڪل ڪانه هئي ته مالئس لڙي ڪير ٿو. هينئر سرڪينيٿ جو نالو ظاهر ٿيو ته چوطرف تاڙين جو ٺهڪو لڳي ويو.

ٻيئي جوان پوءِ ميدان ۾ نڪري نروار ٿيا، ۽ هڪٻئي سان منهن انڪائي بيٺا. سلطان جي اشاري تي دهلارين دهلن تي دس هنيا، ۽ اهي واڄٽ وڄايا، جو تماشبينن کي ڪنن ۾ تاڙيون ٿي پيون. هيءَ ڪو ٻا ڪيلي جا ڪوڏيا گهوڙن کي اڙيون هٿي، هڪٻئي تي حملو

ڪرڻ لڳا. ڪا مهل ته ڊوڙي پئي ڊهون ڏنائون.
ايٽ مارڪس وجهه وٺي، پنهنجو ڀالو سرڪمنيٽ جي
سيني ۾ ٺي سنڪايو، ته هن حريف سيني اڳيان سپر
ڏيئي، اهو ڏڪ کسائي ڇڏيو. اتي سرڪينيٽ جو
گهوڙو چرڪيو ۽ پٺتيون هٽڻ لڳو. هن ڪاريگر سوار
گهوڙي کي پڇڪار ڏيئي گهڻي جهليو، ۽ اڙبائي
ڪري مارڪس کي ٺري آيو، ۽ پر ڪري امڙو ڀالو
هنيائينس، جو ڍال زره مان پار لنگهي ويس، ۽ ٺڦڙ
ڦيهي وڌائينس! مارڪس آمالڪ اونڌو ٺي ڪريو.
رچرڊ طائوسي تخت ڇڏي، هن ڏي ڊوڙيو، ته پٺيان
ماٺهن جون پيرون ۾ لڳيون آيس. سکهوئي مارڪس جي
چوڌاري وڏو ميڙ مڙي ويو. ڪي جوان بدن تان
زنجير بند زره، لاهڻ لڳس ۽ زخم جاچڻ لڳس.
اوڏيءَ مهل ڪلهي کس لڳي پيئي هئي، پر سرڪمنيٽ
کي ايندو ڏسي سيئي هٽيا. هن ڪنو ڪنوائي ڪترا ڪترا
ٺي ڪيس، پر جڏهن ويجهو وڃي ڏٺائين ته اڳيئي
اڏ مئو ٺيو پيو آهي، تڏهن هن کي مارڻ پنهنجو مرڪ
نه سمجهائين. ترار موڙائي مياڻ ۾ وڌائين، ۽ نهايت
اختياريءَ سان چيائينس، هينئر سچي ڪر، ته ته ڪٿن
ڪان رت ڇٽائيندو سانءَ؟

مارڪس هينئر موت اڳئين پئي ڏٺو. هن سمجهيو
ته هاڻ هن جهان ۾ گهڙيءَ پل جو مهمان آهيان،
پوءِ ڪوڙ مان ڪهڙا ڪڙيا ڪشندس. پيمارن والڪر

جهيڙي آواز سان چيائين، مراد پوري ٿيو، اجا ڇا
ڪيو؟ ڏٺي، ره حق وڪيل آهي، منهنجي حق ۾
پورو لياقو ڪيو اٿس. آءٌ برابر ڏوهاري آهيان، پر
مون کان وڏيڪ دغاباز اوهان جي سٽ ۾ اجا به آهن!
هاڻ جس ڪنو، ڪو پادري گهرائي ڏيوم، جنهن جي
اڳيان ڏوهه-پاس ڪري، پنهنجا پاپ ڏٺيءَ کان بخشايان
ته ڇاڙي سڙهي ٿيم، ۽ هن ڪاپانيءَ گهڙيءَ کان
ڇڏائيم. هن کي هيئن حيلي امالو ڏسي، رچرڊ کي قياس
پيو. سلطان کي چيائين: پنهنجي طلسم جي وسيلي هن
جي جان بچايو.

سلطان: هوڙي دغاباز کي ٽنڪن کان گهلي سوريءَ
چاڙهجي ڪين، پاڻ سندس طلسم وارو علاج ڪجي؟
هن جو زخم چٽائي ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي، پر اسان کي
ائين ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته ملڪ الموت جي مهر هن نياڳي
جي نيرار تي اڳيئي لڳي چڪي آهي.

بادشاهه: اوهين وري به پنهنجا لائق ڪريوس ته
ڪو دم جيئي ۽ ڏوهه-پاس ڪري، توبهه تائب ٿئي.

سلطان: اوهان جي اهڙي مرضي آهي ته اسان کي
اعتراض ڪونهي. چوبدارا ڪنهن غلام کي چئو ته
هن کي هڪدم اسان جي تنبوءَ ۾ کڻي هلي ته اتي
علاج ڪريولس.

هي سڀ وقت گرئنڊ ماسٽر مٺوڙو مٺوڙو اٿو هو.
منهن تي دالڪي کهمي ويٺي هيس. هيئر جو ڏنائين

۽ هن کي ڪشائي ٿا وڃن، سو وڏي سلطان جي سامهون
ليو ۽ چوائين: خبردار، جي ڪنهن هن کي هٿ لاتو
آهي! آسٽريا جو ڊيوڪ توڙي آءٌ اها ڳالهه قيام ڪين
قبوليندا سين، ته سڪرات جي مهل عيسائي مذهب جو
ماڻهو ڪنهن مسلمان جي حوالي ٿئي. مارڪئس جي
پالهن اسان کي ملڻ گهرجي.

رچرڊ: (سلطان کي) چڱو، ائين ئي ڪريو، جنهن
۾ هيءُ راضي، تنهن ۾ اسين راضي. هاڻ راڻيندڙن
کي حڪم ڏيو ته جنهن سورمي هيءَ سوڀ ڪئي انگلنڊ
جو منهن مٿي ڪيو آهي، تنهن جو اماچار ڳائين.
جهٽ ۾ ڪيترئيون پرستاريون گلعذاريون اچي حاضر
ٿيون، ۽ عمدا گيت ڳايائون. هڪ پاسي ستار ۽ چؤتار،
ٻئي پاسي سرود جي للڪار آئي. پکواز جي آواز ۽
سارنگيءَ جي ساز غلغلو مچايو. راڳ جي لاڳ
خوب رمز رسايو. تانَ، مرڪ ۽ ٽپي تي ڪيترن جوانن
لپ ٻٽي چڙيا ۽ گهوروئن ٻئي گهورڻ يائون. مجلس جو
رنگ الهيءَ منزل کي وڃي پهتو، جو سڀڪنهن جي
وات مان واه واه جو آواز نڪتو.

محفل مٿي پيئي هئي، ته رچرڊ بادشاهه آئي پهتو.
هن کي پيرن پر بيهل ڏسي، سڀني ماڻهن مٿ ڪئي.
بادشاهه سر ڪينيٿ جي سامهون ٿي چيو:
اي ستل چيتي وارا جوان، عام طرح ائين چوندا آهن
ته "ڪوئلو ڪڏهن نه اُجري، جي سؤ من صابڻ لاءِ!"
اج انهيءَ ڪهٽيءَ کي تو ڪوڙو ڪري ڇڏيو.

حبشيءَ جهڙي شڪل بنائي ڪري تون ٻين کي ڪوئلي جهڙو ڪارو ڏسڻ ۾ ايندو هوندين، پر اسان جي نظر ۾ تون چوڏس جو چنڊ آهين. اسان جي فضيحتيءَ جو تو پورو پورو انتقام ورتو آهي، تنهنڪري ان جو اجورو تنهنجي دل وڻان توکي ڏيندا سون. ڏهڄانءِ ته اسين تنهنجو ڪيترو مان ٿا ڪريون. اسان کان وڌيڪ اسان جون شاهي گهراڻي واريون عورتون توکي مان ۽ مهت ڏينديون، جو سورهن جو انهن کي سچو پچو قدر آهي.

بادشاهه اڃا آهي اڪر چيا ته راڻي، ايڏت ۽ پيون وڏگهراڻيون عورتون پنهنجن تنبن ڏي رخ رکي هلڻ لڳيون. بادشاهه سرڪينيٽ کي ساڻ وٺي، هنن جي پٺيان ويو. مرٽينگ مارڪس کي ڪرئنبڊ ماسٽر ڪٽائي ويو، ۽ سلطان هن جي علاج ڪرڻ لاءِ طلسم ڪٽڻ ويو. پوءِ ميلو ٽٽو ۽ سڀ ماڻهو پنهنجي پنهنجي ماڳ وڃي سڪي ٿيا.

---

## باب ارڙهون

### لمت جي مراد

رچرڊ بادشاهه ڏاڍي فلڪ ۽ خنڪيءَ سان راتيءَ جي خيمي ڏي هلي ويو، سرڪينيٿ بوئلگن وانگر هٿي ڪين ٿيو، پر ساڻس ڪلهو ڪلهي سان لائي، پٺ پٺي هليو. تنبوءَ ۾ گهڙڻ سان سرڪينيٿ راليءَ کي پيرين پيو، ۽ سرڪشو منهن ڪري، ايڊٿ ڏي اکيون کڻي ڪنڌ نئڙائي جهڙو نمونو ڪيائين. بادشاهه چيو: هن سورمي اوهان اڳيان سجدو ڪيو آهي، هاڻ اوهين ۽ هن سان پنهنجا لائق ڪريو. بيرنگيريا! تون پنهنجي مبارڪ هٿن سان هن جا هٿيار پنوهار لاهه. ايڊٿ، تون زنجير بند زرهه لاهينس. فڪر نه آهي، جي اوهين وڏ گهراڻيون آهيو. اج هن کي آبرو ڏيو، سو گويا پاڻ کي آبرو ڏيڻ آهي.

بادشاهه جي مرضيءَ رکڻ لاءِ راڻي يڪدم سندس حڪم جي تعميل ڪئي، پر ايڊٿ کي ڏورو عار ٿيو. شاهي فرمان جي هن کي پيروي ڪرڻي پيئي. هٿ هليس ئي ڪي، پر جيئن تيئن ڪري هن جو زرهه لاٿائين. اهو زرهه اڃا ايڊٿ جي هٿ ۾ ئي هو ته بادشاهه چيو: سڃاڻونس ٿيون ته ڪير آهي؟ هيءَ نڪي ضحاڪ حبشي، نڪي سندل چيتي وارو سرڪينيٿ

آهي، ۽ اوهان جهڙو ٻي وڏ گهراڻو آهي. هيئنر ڇو
هيءُ پنهنجو ويس بدلائي، ۽ ڇو پنهنجو نالو لڪائي؟
اسين اوهان کي کولي ٿا ٻڌايون ته، هيءُ اسان جو
ثاني شريڪ ڊيوڪ، ارل آو هنٽنگڊن، سڪاٽلنڊ جي
بادشاهه جو وليعهد آهي.

راڻي ۽ ايڊٿ کي جڏهن خبر پيئي ته هيءُ جوان
سڪاٽلنڊ جي بادشاهه جو پٽ آهي، تڏهن عجب وچان
وات ڦاڙي هن ڏي نهارڻ لڳيون. ايڊٿ کي ته ايتري
حيرت لڳي، جو هٿن مان زرهه ڪري پيس. بادشاهه
چيو: اوهين هيئن حيران ڇو ٿيون ٿيو؟ هيءُ سچ پچ
شهزادو آهي. سڪاٽلنڊ جي بادشاهه اول لشڪر جي
ڀرتي ڪرڻ جو انجام اسان سان ڪيو هو، پر پوءِ
هو ڪنهن سبب پنهنجو انجام پاڙي نه سگهيو. هن
جوان کي وري ٻه شاهس هجي، جو پنهنجي پيءُ جي
ڳالهه مٿي ڪرڻ لاءِ ٿورا گهڻا ماڻهو ساڻ وٺي،
چمڙا پوش ڪري، اسان جي لشڪر سان اچي شامل
ٿيو. ساڻس جيڪا مٺ ماڻهن جي هئي، سا ڏيني لڙائيءَ
۾ شهيد ٿي وئي، باقي هڪڙو همراهه وڃي بچيس.
سندس ڪنهن ٻه همراهه اسان کي ڪڏهن اٿين ڪونه
ٻڌايو ته سڪاٽلنڊ جو شهزادو هيئن ويس بدلائي اسان
وٽ آيو آهي. پوءِ غفلت ڪري جهڙو وچايائين ته
ڪيس رواجي سردار سمجهي، جلاد جي حوالي ڪيو
ويو. لڪ ٿورا ڏينهن جا، جو اسان کي پوءِ چٽ ۾

چڳي ايئي، جو جيئدان ڏنوسونس، هوڙو ڪولڙر ڪسجي ويو ها، ته پرلتئي مڇي وڃي ها. پيارا هٺنڪڊن، جڏهن اسان اپهرائي ڪري توکي جلاد جي حوالي ڪرايو، تڏهن تو پنهنجو نالو نشان ۽ مرتبو ڇو نئي ظاهر ڪيو؟

شهزادو: پهري جو ڪم پاڻ تي ڪئي، پوءِ جنهن مهل قصور ڪبو، تنهن مهل سيڪت جو سزاوار ٿي چڪس. اهو مڙسن جو مرڪ نه آهي، جو پنهنجيءَ جند ڇڏائڻ لاءِ پنهنجو عهدو ۽ اقبال ڄاڻائين. تنهن ڪان سواءِ مون پرن ڪيو هو ته ويڙهه پوري ٿيڻ ڳان اڳي، پاڻ پڌرو نه ڪندس، پر جڏهن ڏٺم ته هاڻ ڪال اچي ڪنڌ تي ايئو آهي، تڏهن اينڪاڊيءَ واري سنياسيءَ اڳيان ڏوهه ـ باس ڪيم، ۽ هن کي پنهنجو سچو نالو لشان پڌايم.

بادشاهه: هان! هن کي اها وچ جي سڌ هئي، تڏهن انهن ٿي چيائن ته، پنهنجو ڪو عضوو ڪپجي وڃڻ قبوليو، پر هن جوان جو ڪسجڻ جيڪر ڪين قبوليو. برابر، هڪ عضوو ڇا، پر اسان جي سموري جان هلي وڃي، ته به هيءَ ڪنوَر جيڪر ڪڏهن به ڪسجڻ نه ڏيون. سچي پورپ جي پوءِ اسان تي جيڪر ڦٽ لعنت پوي ها، ۽ ڪنهن جي اڳيان جيڪر ڪنڌ به ڪين ڪئي سگهون ها! قومي شرطن موجب اسين هن جي هر طرح سنڀال لهڻ لاءِ پڌل آهيون، تنهنڪري ڏاڍو پڌلو ڪم ٿيو، جو اسان اهو ڦهر نه ڪيو.

راڻي: پوءِ ليٽ توهان کي ڪيئن مليو پيئي، تہ هيءُ شهزادو آهي؟

بادشاھہ: انگلنڊ مان قاصدن ٻڌايو آندي، تنهن ۾ ۾ ڄاڻايل هو تہ سڪاٽلنڊ جي بادشاھہ کي معلوم ٿيو آهي تہ سندس اکين جو آسائيند اسان جي لشڪر ۾ اچي شامل ٿيو آهي. هاڻ هن اسان جا ٽي امير جهلي، پاڻ وٽ قابو ڪيا ۽ چوائي ڪو انس تہ جيسين سندس ڪيلڊو پٽ کيس صحيح سلامت موٽي نہ ملندو، تيسين انهن اميرن کي اهو نہ ڇڏيندو. اتي اسان جي اک پٽي ۽ شڪ ۾ پياسين تہ شهزادو اهو ئي آهي. توهان کي ٻڌايوسين تہ هن جا پيا ساڻي ديني لڙائيءَ ۾ شهيد ٿي ويا هئا، باقي هڪ همراھہ بچيو هوس. جنهن وقت هن کي جلاد جي حوالي ٿي ڪيوسين، تنهن وقت اهو همراھہ پندرهن ڪوھہ پنڌ ڪري عسقلان ڏي ويو ۽ سرٿامس کي سمورو پيٽ وڃي ڏنائين. سرٿامس جڏهن اسان سان اچي ڳالھہ ڪئي، تڏهن اسان جا ڪپاٽ کليا. هاڻ پياري ايڊٿ، تون اسان کي پنهنجو هٿ ڏي. پيارا سڪاٽلنڊ جا شهزادا، تون بہ پنهنجو هٿ ڏي تہ اسين پنهنجن هٿن سان اوهان کي پرڻايون.

هيءُ شهزادو پنهنجي پهلوانيءَ ڪري اڳيئي ايڊٿ جي رڳن ۾ پيهي ويو هو، پر هيستائين ايڊٿ ساڻس پرڻجڻ پنهنجي شان وٽان نٿي ڄاتو، جو هن کي پنهنجو جيس نٿي سمجهيائين. شهزادي کي بہ پاڻ پڌرو

ڪرلو نه هو، تنهنڪري ماليءَ محبت تي ڪفايت ٿي ڪيائين. هيئر ننڍي ڏاڍي چوج مان هڪٻئي سان لائون لڌيون. هن جوان سندس خاطر سر جون سٽون ڏنيون هيون، پر هيئر هن جا لايا سجايا ٿيا. من جون مرادون پوريون ٿيس ته خوشيءَ وچان ڪپڙن ۾ نه ٿي مايو. سڪيوئي شاهي تنبوءَ ۾ شادمانا ٿيا ۽ چوڌاري واڌايون وري ويون.

هيڏانهن هيءَ پنهنجن موجن ۾ سڪن هئا، ته هوڏانهن سلطان صلاح الدين سيني شهزادن جي مالي موڪلائي، سلطان جهڙي نر حاڪم کي ڪوبه نابري واري نٿي سگهيو. سڪيوئي سڀ بادشاه ۽ شهزادا اچي ونس ڪٺا ٿيا ۽ هيءَ گهوٽ ڪنوار به آيا. مهمانن لاءِ قورمون پلاءُ، دوپيازه، دم پخت، برياني ۽ ٻيا طرح طرح جا طعام تيار ٿيا هئا. قسمين قسمين ميوا ۽ مٺايون موجود ٿي ويون. مسلمانن وٽ شراب حرام آهي، تنهنڪري نمولي نموني جا شربت شهزادن کي مليا. اول سيني مهمانن ٿورو ٿورو ڪري شربت ٿي پيتو ته ماڪارو چاڙهو مهڪندو آيو، ۽ سلطان کي ڪن ۾ ڪا ڳالهه ڏنائين. سلطان امالڪ محفل مان اٿي ويو. ڪرنند ماسٽر کي ماڻ ڳالهه ٻالهه اچي چورا ڪورا لڳي ۽ منهن جو هوائي لهي ويس. سڪيوئي سلطان موٽيو ۽ ميزبان جا حق بجا آڻي لڳو. ڪانئنڊ جو شهزادو، جنهن هيڏا لڪ لنگهايا هئا، تنهن جي خاص طرح خاطري ڪيائين ۽ هن کي دل

دل کهٽري ۾ پالهن ماڻ جون مبارڪون ڏنائين. هن ۽ سندس کهٽي شڪر گذاري ڪئي، جو وقت سر سندس هٿ لصيب نه ٿينس ها، ته هن کان اڳ لاشو ٿي ڪين ٿيس ها. اوڏي ۾ مهل ٿيمپلرن جي گرئنڊ ماسٽر اچا ٺهريون شربت جو گلاس ڇپن تي ٿي رکيو، ته سلطان صلاح الدين اوچتو ئي اچانڪ ماري، انهن وچي مٿان ٿيس، جيئن پلي پئي ڪٽي تي، ۽ انهي تسرار سان سسي لٿي ڌڙ کان ڌار ڪيائينس. سڀني جون ڏنديون آڱريون لڳي ويون. آسٽريا جي ڊيوڪ کي اچي پنهنجي ڦڦڙي پئي. هن ڀانيو ته گرئنڊ ماسٽر کان پوءِ مون کي پورو ڪندو. هن واڪو واڪا لائي، چي، اسان کي ڪوئي تو ڪٺو! اتي سڀني کي اچي پنهنجي لڳي. رچرڊ ڀانيو ته سلطان دغابازيءَ تي ڪمر ڪشي آهي، تنهن آسالڪ پنهنجيءَ ترار ۾ هٿ وڌو.

سلطان ڏاڍيءَ لاٿي سان آسٽريا جي ڊيوڪ ۽ ٻين کي چيو: اوهين ڪوبه خيال نه ڪريو! پيارا انگلنڊ وارا شهاٺا پاڻ، اوهين به ناحق ترار نه آلاريو. هن ليا کي پنهنجو ڪيتو لوڙيو آهي. اڄ آءٌ اوهان کي ڪئلي طرح تو ٻڌايان ته هن ملعون ڪهڙا ڪهڙا ڪم ڪيا آهن: رچرڊ جهڙي لائق بادشاه پنيان هن نالائق بندرو ترڪ چيڙيو، ۽ ڏليءَ هن کي هٿ ڏيئي رکيو. اسين جڏهن حڪيم جي ويس ۾ رچرڊ بادشاه وٽ وياسين، تڏهن اسان جي ۽ هن سڪاٽلنڊ جي شهزادي جي پليان هيءَ بدنيت سان آيو هو. وري جڏهن اسين

رچرڊ ٻادشاهه جي چانولي ڇڏي، هيڏانهن ٿي آياسين، ڇڏهن
ٻڌ نيٺي‌ء ساڻ اسان جي پنهنجا مالهو ڊ وڙايائين،
۽ اسين پنهنجا وهٽ ٽڪرا ڪاهي، سڪ ساڻ اچي
پنهنجي‌ء حد ۾ پهتا هئاسين. جنهن مهل مانٽيريٽ جو
مارڪئس ۽ سڪاٽلنڊ جو شهزادو پاڻ ۾ دوبدو ٿيي
لڙيا ٿي، تنهن مهل اسان جي هڪ تابع ڪمل دشمن
کي ڇيڙي وٺي آيو. اسان کي هن جا پار سجهيا ٿي،
تنهنڪري اسان اڳيئي وڏو ڏنڪ سنڀرائي ڇڏيو
هو، جنهن ملعون کي وچي منهن ڏنو ۽ اوهان کي
ڪاهه لڳ ڪاله پيئي. هن هيترا اتورجا ڳايا ته ٻه اسان
هن جي وار جو نالو نه ورتو. هينئر اسين هتي محفل ۾
مشغول هئاسين، ته ٻڌيان هي‌ء وچي مانٽيريٽ جي
مارڪئس کي خون ڪري آيو. اسان جي حد اندر
اهو ڏوهه هن کي ٿيڻ جو نه هو، تنهنڪري ڪنهن
ٻه قياس کان سواءِ هن کي قتل ڪري ڇڏيو سين.

رچرڊ رڙ ڪري چيو: مارڪئس! گرئنڊ ماسٽر
سنڌس ڪوڙهو دوست هو، پوءِ ڪيئن ڪنائينس؟
سلطان، اوهان کي هن ڳالهه لاءِ ثابتي ڏيڻي پوندي*.

---

*سر والٽر سڪاٽ، آرنولڊ جي خون کي گرئنڊ ماسٽر
جو خون ڪري ڄاڻايو آهي.

آرنولڊ نالي هڪ شخص شام ملڪ جي ويران پٽن ۾ هڪ
قلعو هٿ ڪيو هو. جيڪي حاجي حج ڪرڻ ويندا هئا، تن کي
ڦُري، ماري، هو انهي‌ءَ قلعي ۾ وڃي پناهه وٺندو هو.
(ڏسو حاشيه ص ٢٠٩)

سلطان چيو: اوهانکي خاطري ڪرڻي آهي ته هن چامڙي کان پڇو. هن پوءِ امالڪ چامڙي کي ڪن کان جهلي، سڀني جي اکيان آڻي بيهاريو. چامڙي سچي ڳالهه پيرائتي ڪري ٻڌائي. هن چيو: سلطان هنکي طلسم واري دوا ڏني ته هو سمهي پيو ۽ ننڊ ڪٽي ويس. سندس نوڪر چاڪر تنبوءَ مان نڪري ٻاهر ٿيا ته مان هنجي نگاهه ڪرڻ ويس. اتي ڪنهنجي اچڻ جو آواز ٻڌم، سو تنبوءَ جي پٺيان پاسيرو ٿي بيٺس. گرئنڊ ماسٽر سٽيندو سٽيندو هن وٽ ويو ته هن اکيون ٻٽي سائس ڳالهايو ۽ چيائينس: ”آءٌ ڏوهه پاس ڪندس ته پوءِ منهنجي دل تان بار لهندو“. هن اچا ايترو چيو ته گرئنڊ ماسٽر

---

(هلندڙ حاشيه ص ٢٠٨)

انوقت جيروسلم جو بادشاهه هڪ عيسائي مذهب جو هو. آرنولڊ جي رهزنيءَ ڪري سلطان صلاح‌الدين جيرو سلم جي بادشاهه سان جنگ جوٽي. بادشاهه ۽ آرنولڊ گرفتار ٿيا. تڏهن ٻئي قيد ٿي، سلطان وٽ آيا، تڏهن جيروسلم جي بادشاهه کي ٿڌل ٿڌل ڏسي، سلطان هنکي شربت جو پيالو پيڻ لاءِ ڏنو. بادشاهه ٿورو شربت پي، پوءِ اهو پيالو آرنولڊ کي ٿي ڏنو ته سلطان چيس: ”منهنجا شاهاڻا قيدي، تنهنجو سر ناڪ آهي، پر اسان صلاح‌الدين جو پيالو ههڙي ناپاڪ رهزن جي هٿن ۾ پليد ٿيڻ نه کهجــي“. انهن چئي سلطان جــي تلوار آرنولڊ جــي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏي.

(ڏسو گبن صاحب واري تاريخ).

ترار ڪڍي ڪھي وڌس. مون پوءِ ڊوڙي اچي سلطان
سان ڳالھہ ڪئي، جنھن گرئنڊ ماسٽر جو گلو ڪپيو.

چاموڙي جي واتان ھيءَ ڳالھہ ٻڌي سڀ حيران ٿي
ويا. سڀني انھيءَ دم مارڪئس جي تنبوءَ ڏي ڊوڙيا
۽ اتي رت جون نديون ڏسي ٻڌي ڪين سگھيا. شھزادن
کي ھينئر چاموڙي جي ڳالھہ تي اعتبار آيو، پر اھي خار
لڳن تہ سلطان جو ڪھڙو واسطو جنھن گرئنڊ ماسٽر
کان ھن خون جو حساب ورتو. رچرڊ چيو: "انھيءَ ڳالھہ
تي نہ اچو، سلطان پنھنجي حد پوري ڪارروائي ڪئي
آھي". ھو پوءِ موٽي سلطان جي محفل ۾ ويا. ھينئر
ڪنھنکي کائڻ پيئڻ ڪونہ ٿي اڃھيو. سلطان جڏھن کائڻ
لاءِ گھڻا زور ڪين تڏھن رچرڊ چيو: جيرو سلم اسانجي
حوالي ڪريو تہ اھائي اوھانجي وڏي مھماني ٿيئي.
سلطان چيس: پنھنجي جيڏي جيرو سلم ھٿان ڇڏڻو نہ
اٿئون باقي جيڪي سھوليتون گھرندا سي سڀ ڏيندا سين.
رچرڊ انھيءَ تي بہ راضي ٿيو. سڀني پوءِ پاڻن وانگر
ھڪ ٻئي کان موڪلايو. ڪوچ ڪرڻ مھل سلطان پنھنجو
طلسم سڪاٽلنڊ جي شھزادي کي سوکڙيءَ طور ڏنو.
ھينئر ڪروسيڊرن جو ھٿان ڪم لٿو ۽ ھو وري پنھنجي
وطن سڪي ٿيا. ھتي اچي سڀني اھو پرتو اکين سان ڏٺو
تہ "جھڙي نيت تھڙي مراد". سڪاٽلنڊ جي شھزادي
جي نيت صفا ھئي تہ پنھنجو لائق انعام لڌائين. گرئنڊ
ماسٽر ۽ مارڪئس کي دل ۾ دغا ھئي تہ انھن ٻنھي
پنھنجو ڪيتو لوڙيو.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَــنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـڙئي جي مدد ڪَــرڻ جـي اُصـولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَــن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَئَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)